# انتساب

## اقبال ترڪ نالي

اقبال ترڪ سان منهنجو ساٿ 1961ع کان هلندو اچي جڏهن هو جهانگارا باجاره کان ڪئڊٽ ڪاليج پيٽارو ۾ آيو. پاڻ سنڌ جو ذهين شاگرد، قابل آفيسر، سٺو دوست ۽ اعليٰ انسان آهي. هو هڪ محنتي، حيقيقت پسنداڻ ۽ ڳوڙهي سوچ سمجهه رکندڙ آهي ۽ گهٽ ۾ گهٽ منهنجي نظر ۾ هڪ دانشور جي حيثيت رکي ٿو. جن ٿورن ماڻهن مونکي بيحد متاثر ڪيو، اقبال ترڪ انهن مان هڪ آهي.

پاڻ انٽر سائنس ۾ سڄي بورڊ ۾ پهريون نمبر آيو ان بعد NED ڪاليج ڪراچيءَ مان سول انجنيئرنگ ۾ B.E ڪيائين. M.Egg. اسٽرڪچر ۾ بئنڪاڪ (ٿائليند) مان ڪيائين. يوڪوهاما (جپان) مان Port & Harbour جي انجنيئرنگ ڪيائين. نوڪريءَ خاطر 1973ع کان 1975ع تائين سنڌ يونيورسٽي انجنيئرنگ ڪاليج ڄامشورو جو اسسٽنٽ پروفيسر ٿي رهيو ان بعد پورٽ قاسم اٿارٽي ۾ آيو جتي 1989ع تائين آخري پوسٽ ڊپٽي جنرل مئنيجر ٿي رهيو. اڄڪلهه ڪورنگي فشريز هاربر اٿارٽي جو مئنيجنگ ڊائريڪٽر آهي. ڪيس چار ٻار: عامر (ڪنسٽرڪشن انجنيئرنگ ۾ M.E)، هما (آرڪيٽيڪٽ انجنيئر B.E)، عاصم ۽ عادل آهن. ياڇائي حبيبه (قاضي عبدالمجيد عابد ۽ آپا شمس عباسي جن جي ياڻيجي)، سنڌ جي پهرين سنڌي انجنيئر عورت آهي. پاڻ اقبال سان گڏ 1969ع ۾ ساڳي ڪاليج NED مان سول انجنيئرنگ ڪئي. اقبال جي جم جي تاريخ 15 جنوري 1948ع آهي.

الطاف شيخ

آڪٽوبر 1997ع.

# فهرست

# ليکک پاران (ويب ڇاپي لاءِ)

”منهنجو ساگر منهنجو ساحل“ منهنجو پهريون سفرنامي جو ڪتاب آهي جيڪو اڄ کان چاليهه سال کن اڳ 1969ع ۾ سهڻي پبليڪيشن جي مالڪ طارق اشرف ڇپرايو. هن ۾ منهنجي 1968 وارن سفرن جو مختصر احوال آهي جڏهن مون مئرين انجنيئرنگ جي پنجن سالن جي تعليم مڪمل ڪري ففٿ انجنيئر جي حيثيت سان ”ايم. وي. اباسين“ نالي پهريون جهاز Join ڪيو. ان بعد هوائي جهاز رستي يوگوسلاويا پهچي، اتي اسان جي جهازران ڪمپني لاءِ ٺهيل نئين جهاز ”ايم. وي سندربن“ تي چڙهيس.

هن سفرنامي جا، مختلف پبلشرن طرفان، ٽي چار ڇاپا نڪري چُڪا آهن.

هن تازي اليڪٽرانڪ ڇاپي جي ڪمپوزنگ ۽ سيٽ اپ، سکر جي نوجوان پروفيسر ۽ انٽرنيٽ ۽ ويب جي ڄاڻو عبداللطيف انصاري صاحب ڪئي آهي، جنهن جي پروف ريڊنگ ڪندي هن وقت پنهنجون لکيل اڌ صدي کن اڳ جون ڳالهيون دلچسپ ۽ عجيب لڳن ٿيون، جڏهن آئون 65 سالن جو پوڙهو نه پر 24 سالن جو نوجوان مئرين انجنيئر هوس. دنيا اجا ايڏي ترقي نه ڪئي هئي پر تڏهن به اسان جو ملڪ پاڪستان، گهڻن ملڪن کان بهتر، تعليم يافته، سڌريل ۽ ماڊرن هو. اسان جي ملڪ ڪي نه فقط جهاز ران ڪمپني، هوائي ڪمپني ۽ مشهور تعليمي ادار اهڙا پر انهن جي ڪارڪردگي به بهتر هئي. ڪيترن سالن بعد سريلنڪا، ملائيشيا ۽ سنگاپور جهڙن ملڪن ۾ اهي شروع ٿيا جن کي اسان جي پاڪستانين شروع ڪرايو. آمريڪي ڊالر سرڪاري توڙي غير سرڪاري طور اسان جي ڇئن روپين برابر هو.

هتي اهو به لکندو هلان ته انهن ڏينهن ۾ اسان جي ملڪ جي ڪيترين ئي شين جو دنيا ۾ مٿانهون مان هو. اڄ جي پڙهندڙن کي شايد حيرت لڳي، پر اها

حقيقت آهي تہ انهن ڏينهن ۾ اسان جي ملڪ جي سوٽي ڪپڙي ۽ ڪاٽن جو دنيا ۾ وڏو ڪاپو هو. اسان جي ملڪ جي ڪند ۽ چانور ايڏو سرپلس ٿيا ٿي، جو جهاز پري ٻاهرين ملڪن ڏي وڪرو ڪيا ويا ٿي. اسان جي ملڪ جي مڇي ۽ گانگٽن جي پڻ وڏي هاڪ هئي ۽ 1968 کان پوءِ بہ ڪيترا سال اسان جا جهاز ڪپهہ، ڪپڙي، ڏاڳي، چانورن، مڇي ۽ گانگٽن سان پرجي ڏور اوپر جي ملڪن ۽ يورپ ڏي ويا ٿي ۽ اسان جي ملڪ پرڏيهي ناڻو ڪمايو ٿي. ٿائلنڊ، هانگ ڪانگ، سنگاپور ۽ ملائيشيا جهڙا ملڪ جيڪي اڄ يورپي ملڪ لڳن ٿا، 1968 ۾ اسان جي ملڪ جي مقابلي ۾ جڻ ٻهراڙيءَ جا ڳوٺ هئا، جڏهن اتي نہ ايتري ٽيڪنالاجي عام ٿي هئي ۽ نہ ڪي بهتر هائيجنڪ حالتون هيون. انهن ڏينهن ۾ اڃان بنگلاديش پاڪستان هو. ملڪ جو حاڪم فوجي ڊڪٽيٽر ايوب خان هو. فلمي دنيا ۾ اميتاڀ بچن اڃان عام نہ ٿيو هو. بالي ووڊ ۾ شمي ڪپور چانئيل هو جنهن جو ذڪر هن ڪتاب جي آخري ڇاپي ۾ 'ليڪڪ پاران' واري عنوان هيٺ ڪري چُڪو آهيان. سرڪاري ٽي.ويءَ تان فقط اڌ ڪلاڪ سنڌي پروگرام نصيب ٿيندو هو. روبينا ۽ محمد يوسف ٽاپ جا ڳائڻا هئا ۽ هاڻ مائي ڀاڳيءَ کي ريڊيو تي ڳائڻ جو موقعو ڏنو پئي ويو. ڪراچيءَ جي صدر ۾ وجبو هو تہ شمشيرالحيدريءَ جي آفيس ۾ چانهہ پيئبي هئي جيڪو نئين زندگي رسالي جو ايڊيٽر ٿيو هو. هڪ ڏينهن سنڌس آفيس مان اٿي سامهون فوٽوگرافر وٽ امرجليل، عبدالڪريم بلوچ، تاج بلوچ ۽ مون هڪ گروپ فوٽو ڪڍرايو هو. ان جون اسان 12 ڪاپيون نهرايون هيون. ڪنهن وٽ اها ڪاپي هجي تہ مون ڏي ضرور E-Mail ڪري.

ڪراچيءَ ۾ زينب مارڪيٽ وٽ ميوزيڪل فائونٽين لڳل هو جنهن مان پاڻي نڪرڻ تي ميوزڪ وڄي ٿيءِ رات جو رنگين بتيون. هي ڦوهارو 1966 ۾ لڳايو ويو هو جنهن کي ڌارين ملڪن جا ماڻهو ڏسڻ ايندا هئا. ڪوالالمپور ۾ اهڙو ڦوهارو 1991 ۾ لڳو ۽ اڃان تائين قائم آهي ۽ اسان وٽ لڳل ڦوهاري کي پنهنجن ئي ماڻهن چئن پنجن سالن اندر پيجي ڇڏيو. 1968 ۾ جڏهن منهنجي جهازَ ڪراچي بندرگاهہ پئي ڇڏيو تہ ڪراچيءَ ۾ حبيب بئنڪ جهڙي 25 ماڙ ڊگهي عمارت هئي. سنگاپور ۾ 1972 ۾ ٽماڙ عمارت پيپلس پارڪ نالي نهي هئي. ڪراچيءَ جي

ڪيترين ئي عمارتن ۾ لفٽون هونديون هيون اسٽيٽ بئنڪ جي عمارت ۾ تہ اسڪاليٽر بہ هو، جن شين جو اڄان ڪيترن ملڪن ۾ تصور بہ نہ هو. دبئي هڪ ٺارو شاهہ جهڙو ڳوٺ هو، جنهن ۾ هاڻ بجلي آئي هئي نہ تہ ان کان اڳ اتي رهندڙ مورج منگهناٽي جهڙا واپاري گهر جي استعمال لاءِ گاسليٽتي هلندڙ ريفريجرير انگريزن جي ڪالوني ’عدن‘ مان گهرائي استعمال ڪندا هئا. بهرحال هي منهنجو سفرنامو ان تناظر ۾ پڙهيو وڃي ۽ هڪ نوجوان تازو گرئجوئيٽ شاگرد جو ئي لکيل سمجهيو وڃي جنهن کي ڪا علم، ادب، سياست، سماجي تحريڪن ۽ تاريخ جي ڪا خاص ڄاڻ نٿي رهي. سو ظاهر آهي توهان کي ان اندر ڪيتريون اوٽايون پوٽايون، ٻاراٽيون ڳالهيون ۽ بيوقوفيون بہ نظر اينديون.

بهرحال هي ڪتاب ’منهنجو ساگر منهنجو ساحل‘ منهنجي سفرنامن جي ڏگهي ڏاڪڻ جو پهريون ڏاڪو آهي.

سائين عبداللطيف انصاريءَ جو تورائتو آهيان جنهن پڙهندڙن لاءِ منهنجي هن ڪتاب کي اليڪٽرانڪ ميڊيا ۾ آندو آهي.

الطاف شيخ

16 فيبروري 2009، ڪراچي

E_Mail: altafshaikh2005@gmail.com

# ليڪڪ پاران

هن ڪتاب (منهنجو ساگر منهنجو ساحل) ۾ منهنجا سڀ ڪان پهريان سفر آهن جيڪي 1968ع تائين ٿيل آهن يا وڌ ۾ وڌ 1969ع جي شروعاتي مهينن تائين يعني اڄ ان کي ٽيهارو سال اڳي ٿيا آهن. انهن ٽيهن سالن ۾ دنيا جي گولي تي نه فقط سياسي ۽ معاشي تبديليون آيون آهن پر سائنس جي ترقي ۽ مختلف ايجادن ڪري دنيا جو نقشو ئي ٻيو ٿي ويو آهي. 1968ع تائين ٽي وي، وي سي آر، سئٽلائيٽ چئنل ته اڃا عام نه ٿيا هئا پر Transistorized ڪئسيٽ ريڪارڊر ' به ڪٿي ڪٿي نظر آيو ٿي. ريڊيو ۽ گراموفون عام هو. هوائي جهازن جي لهڻ چڙهڻ يا پاڻيءَ جي جهازن تي وچ سمنڊ ۾ رستو ڳولڻ يا دنيا جي گولي تي پنهنجي پوزيشن معلوم ڪرڻ لاءِ پراڻا طريقا هئا. يعني Sextant جهڙا اوزار ڪٽي، ڏينهن ۾ ٽي ٽي چار چار دفعا سج، چنڊ ۽ تارن جي چرپر جو حساب ڪري، ٽرگنامينٽري جي آڌار تي، لاگ بڪ ذريعي، وڏيون وڏيون ضربون ۽ ونڊون ويهي ڪبيون هيون. پوءِ ڏهه پندرهن ميل هيڏانهن يا هوڏانهن ته ڄڻ خير جهڙي ڳالهه هوندي هئي. اڄ نه فقط Navigational ڪئلڪيوليٽر ۽ لوڊنگ ڪمپيوٽر آهن پر Satellite نيويگيٽر جهڙن شين پائلٽ ۽ نيويگيٽر جي زندگي آسان ڪري ڇڏي آهي. اڳ ۾ ويهه پنجويهه هزار ٽن جهاز به وڏي ڳالهه سمجهيو ويندو هو جنهن کي جيٽي (ڌڪي) سان لڳي بيهڻ لاءِ جدي، دوحا، دبئي جهڙن انيڪ بندرگاهن ۾ سنو بندوبست نه هو. اڄ نه فقط به به ٽي ٽي لک ٽن جا ٽئنڪر، سپر ٽئنڪر، ULCC ۽ VLCC جهاز عام ٿي ويا آهن پر ان سان گڏ بندرگاهه پڻ اوترائي ماڊرن ٿي ويا آهن، جتي اهي جهاز آرام سان بيهي سگهن ٿا ۽ کين هر سهوليت مهيا ٿي ملي ٿي. بهرحال هي سڀ ڪجهه باربار ان ڪري لکي رهيو آهيان ته هنن سفرنامن کي اڄ جي تناظر ۾ پڙهڻ نه کپي پر هروقت اهو ڌيان ۾ رکي پڙهجي ته هي سفر ٽيهه سال کن اڳ جا آهن. منهنجي عمر پڻ ان وقت ٽيويهه چوويهه سال

کن هئي ۽ ڪيترين ئي ڳالهيون جيڪي ان وقت لکيون اٿم اڄ انهن مان ڪي بيوقوفيءَ جون نه ڪٽي ته عجيب ضرور لڳي رهيون آهن. پيو ته نهيو اڄ ٿي ويءَ ٿي فلم ’جانور‘ جو رفيع جو ڳايل ۽ شمي ڪپور تي فلمايل گانو: ’تم سي اچها ڪون هي ـــ دل و جگر لو جان لو‘ ڏسي تعجب ٿو لڳي ته منجهس ته ڪو افعال ئي نه هو. نه ائڪٽنگ جو نه شڪل شبيهه جو. پر تن ڏينهن ۾ اچا راجيش کنه نه آيو هو(جيڪو پوءِ انڊو پاڪ جي نوجوانن جو هيرو ٿيو) ۽ نه اميتاڀ بچن ۽ پيا هئا. ان دؤر ۾ اسان به ان چرئي شمي ڪپور وانگر سينو ڪولي، وات چٻو ڪري، ڪنڌ کي جهٽڪو ڏئي طرابلس، ممباسا، ڊڪار، لاس پاماس جهڙن بندرگاهن تي، رات جو دير سان موٽڻ مهل، زور زور سان ڳائيندا هئاسين: ”ہو ! تم سے اچھا کون ہے “

سو ڳائڻ مهل پاڻ کي شمي ڪپور تصور ڪندا هئاسين ۽ دنيا جي هر ڇوڪريءَ کي وحيده رحمان، شرميلا ٽئگور ۽ وجنتي مالا سمجهندا هئاسين ـ جيڪي هاڻ اسان وانگر نانيون ڏاڏيون ٿي ويون آهن. ڪي ته مري کپي به ويون.

بهرحال منهنجي هن پراڻي سفرنامي ۾ ڪي ڳالهيون ته پليون به لڳي رهيون آهن ۽ پڙهڻ سان اهو مزو اچي ٿو جيڪو سالن بعد پنهنجي ڊائري پڙهڻ سان. تنهن وقت جي دوستن ۾ ڏکين سکين ڏينهن جون ڳالهيون ويچاري عجيب خوشي محسوس ٿئي ٿي. ڪٿي ڪٿي ڳالهه کي ادبي، صحافتي ۽ افسانوي رنگ ڏيڻ لاءِ جيڪا ان وقت محنت ڪئي اٿم ان لاءِ پنهنجو پاڻ کي داد ڏيان ٿو. بهرحال هن سفرنامي کي پڙهڻ مهل اڄ کان ٽيهارو سال اڳ جي دنيا ۽ ليکڪ جي سوچ، رسم رواج ۽ Values جو ڌيان ۾ رکڻ ضروري آهي.

هر ڳائڻي، آرٽسٽ ۽ ڪلاڪار وانگر ليکڪ جي پيري پڻ اچي ٿي ۽ سندس ڪلا جو زوال پڻ. مونکي لڳاتار لکندي پنجٽيهه سال کن اچي ٿيا آهن ۽ هاڻ هروقت پنهنجو ليک / ڪالم اخبار ۾ ڏيندي پبلشر کان ورائي پڇندو آهيان ته دوستي ياريءَ کي پاسي تي رکي رڳو ان خيال کان چاپجو ته ڪو پڙهڻ چاهي ٿو يا نه. جيڪڏهن نه ته پوءِ ڪو ضروري ناهي ته منهنجو ڪو ليک يا ڪتاب ڇپيو.

ساڳيو سوال ڪجهه مهينا اڳ منهنجو نئون ڪتاب ’اي روڊ ٿُ مدينا‘ (سعودي عرب جوسفرنامو) ڇپجڻ تي مون فيروز ميمڻ (پبلشر) کان ڪيو.

”ماڻهو اجا شوق سان تنهنجا سفرناما پڙهن پيا،“ هن وراڻيو، ”۽ نه فقط هي نئون سفرنامو پر ڪجهه پراڻن سفرنامن جي هڪ عدد وڏيڪ Edition ڪڍڻ چاهيان ٿو.“

”بهرحال تنهنجي مرضي. نفعي نقصان جو تون ئي مالڪ آهين.“ مون وراڻيو.

۽ انهن سفرنامن مان ”منهنجو ساگر منهنجو ساحل“ پڻ آهي. جنهن جا پروف ڏسڻ جو ڪم هن منهنجي حوالي ڪيو آهي. انهيءَ بهاني مونکي پڻ پنهنجو ڪتاب هڪ دفعو وري پڙهڻ جو موقعو مليو آهي. هي ڪتاب منهنجن پراڻن سفرنامن مان پهريون آهي، جنهن جو هي چوٿون ڇاپو هن سال 98 ـ 1997ع ۾ اچي رهيو آهي. هي ڪتاب يا سفرنامو دراصل خطن جي روپ ۾ آهي. پنهنجي شروع جي سامونڊي سفرن جو ڳالهيون ۽ تجربا جيڪي دوستن کي لکندو هوس. اهي عبرت اخبار ۾ ڇپرايا ويا ۽ مرحوم قاضي عبدالمجيد عابد صاحب (جنهنجو فرزند مرحوم اظهر عباسي ’گل‘ ڪئڊٽ ڪاليج پيٽارو ۾ منهنجو ڪلاس ميٽ هو) مون کي اها صلاح ڏني ته بين کي خطن لکڻ بدران عبرت اخبار کي موڪليندو رهان. اهڙي طرح هر هڪ کي ڌار ڌار لکڻ کان بچي ويندس. ٽپال خرچ هڪ طرف بچندو ته وقت ٻئي طرف. ساڳي وقت نه فقط منهنجا دوست پر ٻيا پڻ منهنجي سفر جون ڳالهيون پڙهي سگهندا.

اهڙي طرح منهنجي شروع جي سفر جون ڳالهيون خطن جي روپ ۾ عبرت اخبار ۾ ڇپبيون رهيون. ان بعد انهن اخباري ليکن کي گڏ ڪري مرحوم طارق اشرف سهڻي پبليڪيشن طرفان 70 ـ 1969ع ڌاري هي ڪتاب ڇپرايو جنهن تي ان ئي سال رائٽرز گلڊ طرفان انعام مليو. اهڙي طرح مون ۾ پنهنجن سفرن بابت لکڻ جو شوق وڌيو. ساڳي وقت مون لاءِ مجبوري به هئي. مجبوري اها ته ڏکڻ سامونڊي سفرن ۾ جتي ڇهه ڇهه مهينا پڻ لڳي ويا ٿي، سمنڊ تي وقت

گذارڻ لاءِ لکڻ پڙهڻ مون لاءِ بهترين هابي هئي. اهڙي طرح منهنجي لکڻ جهڙي شوق جي همت افزائي ٿي.

هن ڪتاب ۾ بيان ڪيل سفر جيڪي 1968ع واري سن جا آهن، جڏهن يوگوسلاويا ۾ گوشت ويهين روپئي سير هو جنهن لاءِ تعجب مان لکيو اٿم ته اتي تمام گهڻي مهنگائي آهي. انهن ڏينهن ۾ پاڪستان ۾ شايد ستي اٺين روپئي سير هجي. بهرحال هاڻ ٽيهارو سال بعد اڄ دنيا جي گولي تي ڪيترين ئي سياسي، معاشي، اخلاقي تبديليون اچي چڪيون آهن. بمبئي ممبئي ٿي ويو آهي، مئڊاگاسڪر ملاگاسي ٿي وري مئڊاگاسڪر ٿي ويو آهي. اڄ روس ۽ مارشل ٽيٽو جو يوگوسلاويا نه رهيو آهي. مشرقي پاڪستان بنگلاديش ٿي چڪو آهي. ڊالر جي قيمت چئين روپئي مان چڙهي چاليهن روپين ڪان به مٿي وڃي بيٺي آهي. ان ڪري اڄ جي پڙهندڙن کي ڪيپي ته پڙهڻ وقت اڄ جو دؤر نه پر اڄ  کان ٽيهارو سال کن اڳ جو زمانو ڌيان ۾ رکي پڙهن جڏهن آءٌ چوونجاهه سالن جو نه پر چوويهن سالن جو هوس. سچ ته ان وقت جا لکيل منهنجا ئي هي خط ۽ انهن ۾ ڏنل تڪا ۽ ترش ريمارڪ، پنهنجا تاقيل رايا ۽ اوت پٽانگ جون ڪي ڪي ڳالهيون، اڄ پڙهي مون کي اجائي سجائي بڪ لڳي ٿي. حق تي انهن ڏينهن ۾ (جڏهن هي عبرت اخبار ۾ ڇپبا هئا) منهنجو والد ڪڏهن مون تي ڪاوڙ ڪندو هوته انهن ۾ ڪهڙو ادب آهي ۽ ڪهڙو علم. پر آئون پنهنجي ۾ مگن رهندو هوس. جيڪي دلچسپ لڳو ٿي لکندو رهيس ۽ اڄ تائين لکندو اچان.

چوٿو (پاءُ) صديءَ ڪان مٿي جي زماني جا هي سفرناما اڄ جي ماڊرن دؤر ۾ (جڏهن T.V ۽ Travel جا انيڪ رسالا نڪرن ٿا) شايد دلچسپ نه لڳن پر ايترو ضرور آهي ته هي پراڻا سفرناما اڄ جي دؤر کي ڀيٽڻ لاءِ سني Comparative Study مهيا ڪري سگهن ٿا.

منهنجي هن سفرنامي (۽ هڪ ٻن ٻين ۾ به) ريڊيو اسٽيشن سلون جو ذڪر ٿيل آهي. 1970ع تائين اها ريڊيو اسٽيشن نه فقط ننڍي کنڊ (بنگلاديش، انڊيا ۽ پاڪستان) ۾ بيحد مقبول هئي پر ڏور اوير توڙي وچ اوير جي عرب ملڪن ۾ پڻ - جتي جتي اسان جا ماڻهو رهيا ٿي. انهن جي گهرن ۾ اها اسٽيشن گونجي

تي. ان اسٽيشن تان ٽي ڪلاڪ ڪن صبح جو ۽ اهڙا ٽي چار ڪلاڪ شام جو هندستاني فلمن جا مشهور پراڻا ۽ نوان گانا، فلمي ڪهاڻيون، لطيفا، فرمائشي گانا، اشتهار ۽ ٻيا مزيدار پروگرام آيا ٿي ـ جن مان هڪ بناڪا گيت مالا به هو جنهن جا آڊيو ڪئسٽ اڄ به مشهور آهن. ريڊيو اسٽيشن جي ڪمائي اشتهارن مان ٿئي ٿي. خاص ڪري ائسپرو، ساريڊان، ڪئڊبري بورن ويٽا ۽ فلمن جون Ads گهڻيون هلنديون هيون. هي اهو زمانو هو جڏهن اڃا ٽي وي ايتري مشهور نه ٿي هئي پر ريڊيو اسٽيشن به تمام گهٽ هيون جن تي گانن جهڙا پروگرام اچا به گهٽ آيا ٿي. F.M ريڊيو اسٽيشن جو ته نالو نشان به نه هو. پاڪستان ـ مغربي توڙي مشرقي (هاڻ بنگلاديش) ۾ ريڊيو اسٽيشن جي اچا به اٽاٽ هئي. انديا ۾ آل انديا ۽ آڪاش واڻي جهڙيون ريڊيو اسٽيشنيون مشهور هيون پر اهي ايترو طاقتور نه هجڻ ڪري فقط انديا ۾ يا پاڪستان جي ڪجهه حصن ۾ ٻڌيون وڃيون ٿي. ۽ ان ۾ ڪو شڪ ناهي ته اهي اسٽيشنيون به اسان وٽ وڏي شوق سان ٻڌيون ويون ٿي پر ريڊيو سلون طاقتور هجڻ ڪري جتي ڪٿي ٻڌڻ ۾ آيو ٿي. روزانو صبح جو ساڍي ڇهين بجي ريڊيو سلون جو هندي (اڙدو) پروگرام شروع ٿيندو هو. پهريان پندرهن منٽ هندي فلمن جي گانن جو ڌنون بانسري، بئنجو، شرنائي، هارمونيم، گٽار يا ڪنهن ٻئي Musical Instrument تي ٻڌايون وينديون هيون ان بعد پندرهن منٽن لاءِ ڌرمي گانا يا ڀڄنون هلنديون هيون. ان بعد ستين ڪان ساڍي ستين تائين پراڻين فلمن جا گانا هلندا هئا ان بعد سوا اٺين تائين نين فلمن جا فرمائشي گانا ۽ ان بعد ٻيا پروگرام. ڏهاڙيءَ جي روٽين اهڙي ته ٻڌل هئي جو ماڻهو گهڙيال جا ڪانٽا ڏسڻ بدران ريڊيو سلون جي پروگرام مطابق تيار ٿي اسڪول ڪاليج يا آفيس ويندا هئا. پراڻين فلمن جا گانا ختم ٿيڻ معنيٰ ڪتابن جو ٿيلهو ڪڇي اسڪول ڏي نڪرڻ نه ته اسيمبلي کي دير ٿي ويندي.

آئون ڏهن سالن ڪن جو ۽ ڪلاس چوٿين ۾ هوس ته مون ريڊيو سلون ٻڌڻ شروع ڪيو. اهو 1954ع جو سال هو. اسان جي پاڙي جي هڪ گهر ۾ رهندڙ مائٽ فتح محمد شيخ جي گهر ريڊيو آيو هو جتي اسين 'بناڪا گيت مالا' باقاعدگيءَ سان ٻڌندا هئاسين. سال ٻن بعد اسان جي گهر به ريڊيو آيو ۽ سلون جا ٻيا

پروگرام ٻڌڻ جو موقعو مليو. انهن ڏينهن ۾ ٽي وي، وي سي آر يا ٻي ڪا ونڊر نه هئي. ڳوٺ ۾ نه سئنيما هال هئا ۽ نه پارڪ ۽ نه Playing گرائونڊ. ريڊيو هڪ اهم ونڊر هئي جنهن تي خبرن لاءِ BBC ۽ گانن لاءِ ريڊيو سلون جي اسٽيشن مشهور هئي. نه رڳو اسان جي ڳوٺ ۾ پر پوءِ ڪجهه سالن بعد ڪئڊٽ ڪاليج پٽارو تي به مڙني ڪئڊٽن جي دلپسند ريڊيو اسٽيشن سلون هوندي هئي. خاص ڪري آچر جو ڏينهن ريڊيو اڳيان گذرندو هو. دل چوندي هئي ته ڪاش پنهنجي ڪمري ۾ ريڊيو هجي ته هاسٽل جي ريڊيو روم جي مقرر وقتن کان علاوه به ٻڌجي. تن ڏينهن ۾ ٽرانسسٽر ريڊيو اجا نه ايترو عام ٿيو هو ۽ نه وري ڪوسستو هو. منهنجي هڪ ڪلاس ميٽ، ڳوٺ وليد لاڙڪاڻي جي اختر عباسي کي ريڊيو سلون ٻڌڻ جو شوق مونکان به گهڻو هو ۽ جڏهن سندس والده (ڊاڪٽر مسز اشرف عباسي) پيٽارو ايندي هئي ته هو هميشه ريڊيو جي فرمائش ڪندو هو ۽ موٽ ۾ هوءَ کيس اجا وڌيڪ پڙهڻ ۽ محنت ڪرڻ جون نصيحتون ڪري هلي ويندي هئي. ڊاڪٽر مسز اشرف عباسي سنڌ جي انهن محنتي ۽ ذهين عورتن مان آهي جن امتحانن ۾ هميشه پوزيشن ڪنئي. پاڻ انٽر بعد پڙهڻ ڇڏي ڪجهه سال هائوس وائيف ٿي رهي پر پوءِ حاجي منور ۽ اختر جي ڄمڻ بعد وري تعليم جاري رکيائين ۽ نه فقط ڊائو ميڊيڪل ڪاليج مان ڊاڪٽري ڪيائين پر هر وقت اعزازي نمبر کنيائين. ساڳئي ريت سندس فرزند ۽ اسان جو ڪلاس ميٽ اختر علي عباسي انٽر سائنس ۾ سڄي بورڊ (يعني سنڌ) ۾ فرسٽ ڪلاس فرسٽ آيو. کيس سندس والده ريڊيو وٺي ڏنو هو پر ڪئڊٽ ڪاليج جي آخري سال ۾ ۽ ان شرط تي ته هوم ورڪ ڪرڻ بعد ڪلاڪ سوا کان مٿي ٻڌڻو ناهي. ڊاڪٽر صاحبه پاڻ پيٽارو کان پري لاڙڪاڻي هلي وئي پر سندس فرمانبردار پٽ اختر ساڻس ڪيل واعدي تي آخري ڏينهن تائين قائم رهيو. اسان دوستن جي زور پرڻ تي به مقرر وقت کان وڌيڪ ريڊيو نه هلائيندو هو. بهرحال اسان لاءِ اهو ڪلاڪ سوا اختر جي ڪمري ۾ ريڊيو ـ خاص ڪري سلون اسٽيشن ٻڌڻ وڏي عياشي هو.

مٿئين ڳالهه اختر ۽ سندس والده جي حوالي سان مون هروڀرو ان ڪري به هتي لکي آهي جيئين اڄ جي شاگرد ۽ والدين کي احساس ٿئي ته جيڪو به محنت

ڪري ٿو اهو اڄ به اوچو مقام حاصل ڪري ٿو. هي جيڪي امتحانن ۾ متانهان نمبر Positions ڪڍڻ ٿا سي فقط ڳچيءَ ۾ تعويذ ٻڌڻ سان نه ٿا حاصل ڪن پر ان لاءِ محنت ڪن ٿا. پوءِ چاهي اهو غريب جو ٻار هجي يا امير جو. اختر وڏي ۽ امير گهر جو ٻار هو. چاهي ها ته پڙهڻ بدران آرام ۾ وقت گذاري ها پر هن ۽ هن جي مائٽن پڙهائي ۽ محنت کي ترجيح ڏني. نمبر ڪڍڻ لاءِ هن کي ڪئڊٽ ڪاليج ۾ رهي ڪري اجا به وڌيڪ محنت ڪرڻي پئي جو اتي جي شاگرد کي ڪتابن کان علاوه پي ٽي، پريڊ ۽ راندين کي به وقت ڏيڻو پوي ٿو.

بهرحال ريڊيو سلون نه فقط پيٽارو تائين مون جهڙن لاءِ وندر ۽ Inspiration هو پر ان بعد چٽگانگ ۾ پڻ جتي انٽر بعد مئرين انجنيئرنگ لاءِ رهيو هوس. چٽگانگ جيتوڻيڪ بنگال صوبي ۾ آهي جتي جو عوام بنگالي ڳالهائي ٿو ۽ اڙدو يا هنديءَ کان ڪو ورلي واقف آهي پر تڏهن به مون ڏٺو ته مئرين اڪيڊمي جي Ante Room ۾ سلون سيني جي دلچسپند اسٽيشن هئي.

تعليم بعد جهاز تي هر سمنڊ ۽ بندرگاهه ۾ پهرين ڪوشش ريڊيو سلون جهپڻ جي هوندي هئي. اوير ۾ ملائشيا سنگاپور تائين ۽ اتر اولهه ۾ ترڪي رومانيا بلغاريا تائين ريڊيو سلون جي انائونسر امين سياني ۽ منوهر جو آواز ۽ فلمي گانا ٻڌي گدگد ٿيندا هئاسين.

پوءِ هڪ اهڙو وقت آيو جو يڪا ڪيترائي سال يورپ جي ڏورانهن ملڪن، (ناروي، ڊئنمارڪ، پولنڊ) يا وري جپان ۽ ڪوريا ڏي رهڻ ٿيو جتي ريڊيو سلون جي ٻڌڻ جو موقعو نه مليو. ان بعد جڏهن پاڪستان ۽ سلون جي اوس پاس وارن ملڪن ۾ اچڻ ٿيو ته خبر پئي ته سريلنڪا حڪومت پنهنجي نئين پاليسي موجب ريڊيو سلون تان هندي پروگرام بند ڪري ڇڏيو آهي ۽ هاڻ فقط سندن قومي زبان سنهالي هلي ٿي.

بهرحال ڪجهه ڪجهه افسوس به ٿيو پر ساڳئي وقت ان جي ڪوٽ سائنس جي نين ايجادن، ٽيپ رڪارڊرن، ٽي وي، وي سي آر ۽ ڊش پوري ڪري ڇڏي. هونءَ انتظار ڪبو هو ته ڪنهن وقت ريڊيو سلون تان گانا اچن ٿا. هاڻ جنهن وقت دل چاهي ته ٽيپ رڪارڊر تي پنهنجي پسند جا گانا ٻڌي سگهجن ٿا. هڪ ڳالهه

ضرور آهي تہ وندر جي دنيا ۾، ننڍي ڪنڌ جي ماڻهن جي دلين تي جتي لتا، دليپ، سهگل، نورجهان، چندر جهڙن ماڻهن راج ڪيو اتي ريڊيو اسٽيشن سلون جي پڻ وڏي اهميت آهي.

مون ڏي ڪيترائي پڙهندڙ خط لکن ٿا. انهن جي وڏي مهرباني. انهن خطن مان مون تائين ڪجهہ پهچن ٿا ڪجهہ غلط يا پراڻي ائڊريس ڪري دربدر ٿيو وڃن. ايندڙ خطن جي موٽ ۾ ڪوشش ڪري هڪ دفعو ضرور جواب ڏيان ٿو. پوءِ بہ ستون ئي سهي. انهن خطن ۾ ڪن سوالن جا جواب (سربستہ جواب) لکڻ مون لاءِ توڙي ٻي ڪنهن لاءِ ناممڪن ڳالهہ آهي. انهن مان هڪ تہ اهو عام پڇيو وڃي ٿو تہ نيوي يا مرچنٽ نيوي جي چونڊ ڪٿي ۽ ڪڏهن ٿئي ٿي ۽ ٻيو منهنجي ڪتابن بابت.

اڄ کان پنجٽيهہ سال اڳ 1962 ۾، جڏهن آئون انٽر سائنس (مئٽس) جو شاگرد هوس تہ دستور موجب روز جي اخبار پڙهندي مئرين اڪيڊمي ۽ نيول اڪيڊمي جي چونڊ جو اشتهار پڙهي Apply ڪيو هوم. اڄ بہ اهي نيويءَ جي چُونڊ جا اشتهار توڙي آرمي، ايئرفورس ۽ ٻين هنڌن جي چونڊ جا اعلان، هر سال باقاعدگيءَ سان ملڪ جي اخبارن ۾ ايندا رهن ٿا ۽ گلگت سڀيءَ کان ٽنڊو قيصر ۽ خيرپور ناٿن شاهہ جا شاگرد Apply ڪندا رهن ٿا. پر مٿيون سوال پڇندڙ لڳي ٿو تہ اخبار بہ نہ ٿا پڙهن. ۽ جيڪو شاگرد اخبار نہ ٿو پڙهي ان جي عام معلومات ڇا هوندي جو اهڙن مقابلن جي امتحانن ۾ حصو وٺي سگهن. ان ڪري منهنجي شاگردن توڙي والدين کي گذارش آهي تہ هو اخبار پڙهن ۽ جي انين کان وٺي نہ تہ مئٽرڪ ڪرڻ بعد اولاد جي اڳتي جو سوچڻ گهرجي تہ هنن کي انٽر ۾ پهچي کهڙن هنڌن لاءِ Apply ڪرڻ کپي. ڪيترا شاگرد تہ اهڙا بہ آهن جي انٽر ڪرڻ بعد سال بہ رکي پوءِ نيوي، آرمي ۽ ايئرفورس جهڙين Careers جو سوچيندا آهن ۽ پوءِ کين ڄاڻ پوندي آهي تہ انٽر بعد وڌ ۾ وڌ هڪ سال تائين هنن کي Chance هئي جيڪا هو وڃائي ويٺا هاڻ Overage ٿي چڪا آهن.

ڪجهہ خطن ۾ مونکان منهنجي ڪتابن بابت پڇيو وڃي ٿو تہ فلاڻو يا فلاڻو ڪتاب ڪٿان ملي سگهندو. آئون جيڪي لکان ٿو اهو اخبار ۾ ڏيان ٿو

جيئن گهٽي کان گهٽا ماڻهو پڙهي سگهن ـ جيڪا هر ليکڪ جي خواهش ٿئي ٿي. انهن اخباري مضمونن / ڪالمن جو مجموعو پوءِ ڪتاب جا پبلشر ڇپين ٿا. سو منهنجي ڪتابن بابت انهن کي ئي ڇاڻي رهي ٿي.

الطاف شيخ
11 سيپٽمبر 1997ع
Altafshaikh2005@gmail.com

# جهاز بابت ڪجھ ڄاڻ

هن ڪتاب ۾ ڪجھ اهڙا نالا ۽ Terms استعمال ٿيا آهن جن جو واسطو جهازي دنيا سان آهي. عام ماڻهوءَ لاءِ انهن جي سمجهاڻي هتي ڏيڻ ضروري سمجهان ٿو.

**ڊيڪ (Deck) :** جهاز جو مٿيون حصو. جهاز جي ڏاڪڻ چڙهي پهرين هن حصي تي پهچجي ٿو. هي جهاز جي اڳئين ڪنڌ کان آخري ڪنڌ تائين هڪڙو ئي حصو (پَٽُ) آهي. جهاز کي واٽر ٽائيٽ رکڻ لاءِ لوهي پليٽن جي هيٺين حصي کي باٽم، ساڄي ۽ کاٻي پاسي جي پليٽن کي Shell پليٽنگ ۽ مٿئين حصي کي ڊيڪ سڏجي ٿو. ڊيڪ جي هيٺان سامان رکڻ جا گودام، انجڻ روم، خلاصين جا ڪمرا ٿين. ڊيڪ جي مٿان به چار ماڙ جون ڇتيون ٿين ٿيون جن تي آفيسرن جا ڪمرا ۽ برج (جهاز جو ڪنٽرول روم) ٿئي. ڊيڪ جي مٿان وارا ڪمرا وڏيڪ هوادار ۽ سهڻا ٿين جن جون دريون کولي ٻاهر جو نظارو به ڪري سگهجي ٿو. مسافرن جا فرسٽ ڪلاس ۽ ڊيلڪس ڪلاس ڪمرا به مٿي ٿين. ڪجھ ملڪن جي ’مسافر جهازن‘ تي گهٽ ڀاڙي وارا مسافر ڪٽڻ لاءِ ڊيڪ جي هيٺ سامان جي گدام ۾ هنڌ بسترا لڳايا ويندا آهن. ان ۾ رهندڙ مسافرن کي ڊيڪ ڪلاس پئسينجر سڏجي ٿو. اسان جي حاجين جي پراڻن جهازن: سفينهٔ حجاج، سفينهٔ عرب، شمس وغيره تي پڻ ڊيڪ ڪلاس هو جنهن کي اسان جي سنڌ جا حاجي ’ديگ‘ سڏيندا هئا. اونهاري جي ڏينهن ۾ بحر احمر (ڳاڙهي سمنڊ) جي سخت گرمي مان لنگهڻ وقت ڊيڪ ڪلاس جا مسافر پاڻ کي واقعي ديگ ۾ ئي محسوس ڪندا هئا.

**وائيج (Voyage):** عام طرح سامونڊي سفر کي وائيج چئجي ٿو. جهازي دنيا ۾ ملڪي بندرگاهه کان نڪري جهاز مختلف ملڪن مان ٿي واپس پنهنجي ملڪ ۾ پهچڻ سان هن جو هڪ سفر يعني Voyage ٿئي ٿو. مثال طور ڪراچيءَ کان نيويارڪ تائين جهاز کي وڃڻو ۽ موٽڻو آهي. ويندي ۽ ايندي تي سگهي ٿو ساڳين بندرگاهن ۾ وڃڻو پوي يا مختلف بندرگاهن ۾، ويندڙ سفر کي Outward

جرني سڏجي ٿو ۽ ملڪي بندرگاهه ڏي موٽڻ واري سفر کي Homeward جرني سڏجي ٿو. جهاز جي سفر شروع ٿيڻ تي صحيح ڪرڻي پوندي آهي جنهن کي Sign-On ڪرڻ سڏجي ٿو. ان معاهدي ۾ پگهارُ ڊيوٽيئن ۽ سهوليتن جو تفصيل هوندو آهي جنهن موجب جهازيءَ کي سڄو سارو سفر پورو ڪرڻو آهي ۽ سفر پوري ڪرڻ تي وري رجسٽر تي صحيح ڪرڻي پوندي آهي. جنهن کي Sign-Off سڏجي ٿو ان بعد ساڳيو آفيسر يا خلاصي ٻيو سفر ڪرڻ چاهي ته هن کي ان وقت ڪري وري Sign-On ڪرڻو پوندو آهي.

**ڪٽبن بٽاءِ :** ڪمرو صاف رکڻ وارو ڇوڪرو. هن جو ڪم ڪٽبن (ڪمرو) صاف ڪرڻ، هنڌ جون چادرون بدلائڻ ۽ ماني کارائڻ آهي.

**ڊيڪ ڪسب :** جهاز جي اسٽور ڪيپر کي ڊيڪ ڪسب سڏجي ٿو. جهاز جون لوهي چادرون صاف ڪرڻ لاءِ ڪرپيون ۽ اسڪريپر، رنگ، روغن، گريز، رسيون وغيره هن جي حوالي هونديون آهن جيڪي جهاز جي منهن وٽ نهيل اسٽور روم ۾ رکندو آهي.

**پئنٽري :** چانهه، ڪافي ۽ سئنڊوچ ناهڻ لاءِ ننڍڙو رڌڻو.

**رڊر (Rudder) :** جهاز جي پويان لڳل سکان کي رڊر سڏجي ٿو. جهاز کي ساڄي يا کاٻي موڙڻ لاءِ سکان کي موڙڻو پوندو آهي. ننڍين ٻيڙين جو سکان اسٽيرنگ ويل سان رسين ذريعي ٻڌل هوندو آهي. وڏن جهازن جو سکان (رڊر) تمام Complicated ٿئي ٿو ۽ هئڊرالڪ، اليڪٽرڪ يا نيوميٽڪ ذريعي Steering Wheel سان لاڳو ٿئي. ڪن جهازن تي اهي سڀ سسٽم گڏ ٿين ۽ اليڪٽرانڪ ۽ ڪمپيوٽر سسٽم به گڏ ٿئي، جنهن ذريعي جهاز کي آٽو تي رکي سگهجي ٿو. يعني بندرگاهه کان نڪرڻ بعد جيڏانهن جهاز کي وڃي هلڻو آهي اها Data ان ۾ وجهي ڇڏجي ۽ ماڻهوءَ جي مدد بنا اسٽيرنگ ويل سکان کي ڪنٽرول ڪري ٿو، جيئن هوائي جهاز جو پائلٽ جهاز کي Auto تي رکي پوءِ هلندو رهندو آهي.

**رڊار (Radar) :** ٽي وي نما، گول اسڪرين وارو اوزار ٿئي جنهن تي ليڪن ۽ ڊُٻن جي صورت ۾ سامهون ايندڙ جهاز، ٻيٽ، زمين ۽ سمنڊ هيٺ

ٽڪريون ۽ تباهه ٿيل جهاز نظر اچن ٿا. اتراهن ملڪن ۾ هر وقت مينهن، برفباري ۽ اونده ڪري سامهون فرلانگ تائين به نظر نه پوندي آهي. پر ردار جي شيشي تي چاليهه ميلن تائين ٻيٽن ۽ چرنڊڙ شيون ڏسي سگهجن ٿيون. سامهون ايندڙ جهازن جي رفتار ۽ رخ جي به خبر پئجي سگهي ٿي جنهن مان حساب ڪري اهو معلوم ڪري ونبو آهي ته آيا سامهون ايندڙ جهاز پاسي کان لنگهي ويندا يا اسان کي پاسو ڪرڻو پوندو. ۽ جيڪڏهن اسان کي پاسو ڪرڻو پوندو ته ڪڏهن ۽ ڪهڙي هنڌ ته جيئن حادثو نه ٿئي.

**پورٽ هول :** جهاز جي ڪمري (ڪئبن) جي دريءَ کي Port Hole سڏجي ٿو. هي دريون هميشه واٽر ٽائيٽ ۽ ايئر ٽائيٽ هئڻ ڪپن جيئن خراب موسم ۾ يا اتر قطب جي ويجهو وارن ملڪن ۾ سمنڊ جو پاڻي يا ٿڌي هوا اندر نه اچي.

**گئنگ وي:** جهاز جي اها ڏاڪڻ جنهن ذريعي ڪناري تان چڙهي جهاز تي پهچجي ٿو Gang-Way سڏجي ٿي. لنگر ڪٽڻ مهل هيءَ ڏاڪڻ ڪرين ذريعي مٿي جهاز تي کنئي ويندي آهي ۽ پاسيري ڪري رکبي آهي. هن ڏاڪڻ جي هيٺان ڦيٿا ٿين جنهن ذريعي سمنڊ جي چاڙهه ۽ لاهه وقت پاڻهي صحيح ٿي بيهي.

**ائلي وي :** جهاز جي گهٽين کي ائلي وي سڏجي ٿو.

**بٽلر :** بورچين جي مٿان وڏي بورچيءَ کي بٽلر سڏجي ٿو. روز جو کاڌو تيار ڪرائڻ ۽ ڊائننگ ٽيبل تائين پهچائڻ بٽلر جو ڪم آهي.

**پرسر:** سئلون ڊپارٽمينٽ جي انچارج کي پرسر سڏجي ٿو. جهاز جا بورچي، بٽرا، صفائي وارا Purser (پرسر) جي هٿ هيٺ ڪم ڪن. ڪجهه جهاز جا پرسر ريڊيو آفيسر کي، پگهارون ڏيڻ ۽ بي ڏيتي ليتيءَ جي ڪمن ۾، پڻ مدد ڪن جن لاءِ هنن کي جهاز جي مالڪن طرفان ڪجهه وڌيڪ پگهارُ ملي.

**سُڪاني :** انگريزيءَ ۾ ان کي Quarter-Master سڏجي ٿو.سُڪاني اهو خلاصي آهي جيڪو ڪئپٽن يا ٻئي ڊيوٽيءَ تي موجود نيويگيٽر سان گڏ، چار ڪلاڪ ڏينهن جو ۽ چار ڪلاڪ رات جو ڊيوٽي ڪري ٿو. کلئي سمنڊ ۾ هن جو ڪم سامهون ايندڙ جهازن تي نظر رکڻ ۽ ان بابت ڊيوٽي آفيسر کي ٻڌائڻو آهي،

جيئن هو اڳواٽ پنهنجي جهاز لاءِ کو سلامتيءَ وارو رستو اختيار ڪري سگهي. بندرگاهه ۾ گهڙڻ يا نڪرڻ وقت سڪانيءَ جي ڊيوٽي Steering-Wheel وٽ هوندي آهي ۽ ڊيوٽي آفيسر (ڪئپٽن، چيف آفيسر) يا پائلٽ جي حڪم موجب جهاز کي اوتريون ڊگريون ساڄي يا کابي موڙٽو هوندو آهي.

**پائلٽ:** هوائي جهاز هلائيندڙ ڪئپٽن کي ته پائلٽ چئبو آهي پر پاڻيءَ جي جهاز هلائيندڙ ان ڪئپٽن کي به چئبو آهي جيڪو بندرگاهه جو واقف (سونهون) هجي. ڪنهن به ملڪ جي بندرگاهه ۾ گهڙڻ کان اڳ جهاز کي ان بندرگاهه کان ڏهه پندرهن ميل ٻاهرڪلئي سمنڊ ۾ بيهاريو ويندو آهي. بندرگاهه ۾ اندر وٺي هلڻ لاءِ بندرگاهه طرفان مقرر ڪئپٽن لانچ ۾ چڙهي ايندو آهي ۽ پوءِ جهاز کي اندر وٺي هلندو آهي. ان ڪئپٽن کي بندرگاهه جو پائلٽ ته سڏجي. هن کي بندرگاهه جي چپي چپي جي خبر هوندي آهي. ڪراچيءَ جي بندرگاهه  کي به اهڙا اٺ ڏهه پائلٽ آهن جيڪي پنهنجي ۽ ڌارين ملڪن جي جهازن کي اندر وٺي ايندا آهن يا رواني ٿيڻ وقت بندرگاهه کان ٻاهر کلئي سمنڊ تائين اماٽي ايندا آهن. بندرگاهه ۾ جهاز هلائڻ تمام ڏکيو ڪم آهي جيڪو هر بندرگاهه جا مڪاني پائلٽ سرانجام ڏين ٿا. ان ڪم جي في بندرگاهه وارا جهازران ڪمپنيءَ کان وٺن جنهن کي Pilotage-Fee سڏجي ٿو.

ڪي ڪي بندرگاهه ـ خاص ڪري يورپ جا يا جپان ۽ ڪوريا جا، ايترو ويجهو ٿين جو اهو ئي هڪڙو پائلٽ هڪ بندرگاهه مان جهاز کي ڪڍي ٻئي بندرگاهه اندر پهچائي ايندو آهي. اتر يورپ جي ملڪن وارو سمنڊ 'North-Sea' خاص ڪري سياري ۾ اهڙو ته خراب ۽ اونداهو هوندو آهي جو جهازران ڪمپنين جا مالڪ، جيترا ڏينهن جهاز اتر انگلنڊ، پولنڊ، ڊئنمارڪ، جرمني جهڙن ملڪن ۾ هوندو آهي ته يڪو هڪ پائلٽ رکندا آهن جيڪو 'نارٿ سي' پائلٽ سڏجي ٿو. جهاز جي ڪئپٽن کي جهاز جي مالڪن طرفان Instructions هوندا آهن ته سياري ۾ نارٿ سي ۾ جيڪڏهن جهاز هلائي سگهو ٿا ته توهان جي مرضي پر جي ٿورو به شڪ يا ڊپُ ڊاءُ محسوس ڪريو ته مهرباني ڪري 'نارٿ سي پائلٽ' Hire ڪريو. نارٿ سي پائلٽ جي في جيتوڻيڪ لکن ۾ ٿئي ٿي پر جهاز جي سلامتي ڪارڻ

مالڪ اهو ڦاهو ڦڪيندا آهن. يورپ ڏي هلندڙ جهازن ۾ ان قسم جي پائلٽن جي رهائش لاءِ هڪ وڏيڪ ڪئبن پڻ هوندي آهي جنهن کي 'پائلٽ ـ ڪئبن' سڏجي ٿو.

**خلاصي :** جهاز هلائيندڙ مٿيون عملو آفيسر سڏجي ٿو ۽ هيٺيون اسٽاف خلاصي (Crew) سڏجي ٿو. خلاصين ۾ ڪي انجڻ روم جا خلاصي سڏبا آهن ته ٻيا ڊيڪ ۽ گئلي (بورچيخاني) جا. ڊيڪ وارن خلاصين جو ڪم جهاز جي لوهي پليٽن کي سمند جي پاڻيءَ ڪري زنگ لڳڻ کان بچائڻ لاءِ صاف رکڻ، رنگ لڳائڻ ۽ رسا چڪڻ ۽ سڪانيءَ جي ڊيوٽي ڪرڻ آهي. انجڻ روم جا خلاصي تيل وارا ۽ آڳ وارا سڏبا آهن. گئلي وي جي ڊيوٽي ۾ اسٽيورڊ (بٽرا)، بورچي، پنداري (ٻاجي چلڻ وارا) ۽ ٽوپس (پنگي) اچي وڃن ٿا.

## ٿرڊ انجنيئر، فورٿ انجنيئر، سيڪنڊ آفيسر، چيف آفيسر وغيره

**وغيره :** جهاز هلائيندڙ عملي جا ٻه اهم حصا آهن. هڪ نيويگيٽر (جن کي ڊيڪ آفيسر به سڏجي ٿو) ۽ ٻيو انجنيئر. ڊيڪ آفيسر (Navigators) جو ڪم سمنڊ تي رستو ڳولهڻ ۽ جهاز کي ان رخ ۾ وٺي هلڻ آهي. مندن موسمن، سمنڊ ۽ هوائن جي ڄاڻ رکڻ ۽ ان جي نقصان کان جهاز کي بچائڻ، بندرگاهه ۾ ڪارگو (سامان) جو طريقو ڪيئي ان موجب رکرائڻ ۽ لاهرائڻ آهي. انجنيئرن جو ڪم جهاز جي انجڻين کي هلائڻ ۽ انهن جي نگهباني ڪرڻ آهي. جهاز هڪ شهر مثل آهي، جنهن ۾ نه فقط جهاز هلائڻ جي انجڻ آهي، پر اليڪٽرڪسٽي پيدا ڪرڻ، پاڻيءَ ۽ تيل جا ڪيترائي پمپ هلائڻ، ٻائلر، جنريٽر ۽ ٻيون مشينون پڻ آهن. ڊيڪ آفيسرن جو سڀ ۾ وڏو باس ڪئپٽن آهي. ڊيڪ ڪئڊٽ سڀ ۾ جونئر ڊيڪ آفيسر آهي. اهڙي طرح انجنيئرن ۾ سڀ کان ننڍو انجنيئرنگ ڪئڊٽ يا جونئر انجنيئر سڏجي ٿو. ان بعد ففٿ انجنيئر، فورٿ انجنيئر، سيڪنڊ انجنيئر ۽ آخر ۾ سڀ کان مٿانهون چيف انجنيئر آهي.

دنيا جي هر ملڪ جي هر جهاز تي انجنيئرن ۽ ڊيڪ آفيسرن جون ڊيوٽيون مقرر آهن. مثال طور ٿرڊ انجنيئر جي ڊيوٽي رات جو ۽ ڏينهن جو هميشه ٻارهين کان چئين تائين جهاز هلائڻو آهي ۽ بندرگاهه ۾ سندس ڪم جنريٽرن جي سار

سنڀال آهي. ٿرڊ انجنيئر سان گڏ واري ڊيوٽي، ڊيڪ آفيسرن مان، سيڪنڊ آفيسر ڪندو آهي. هڪ ئي وقت جاڳي ڊيوٽي ڪرڻ ڪري هر جهاز جي ٿرڊ انجنيئر ۽ سيڪنڊ انجنيئر جي سٺي دوست رهي ٿي. اهڙي طرح ٻين انجنيئرن ۽ ڊيڪ آفيسرن جي ڊيوٽي مقرر آهي.

**ريڊيو آفيسر :** انجنيئرن ۽ ڊيڪ آفيسرن کان علاوه هر جهاز تي هڪ ريڊيو آفيسر پڻ هوندو آهي. ريڊيو آفيسر جو ڪم ريڊيو ذريعي جهاز ۽ بندرگاهه وارن ڏي نياپا موڪلڻ ۽ وٺڻ آهي. جهاز تي ڪم ڪندڙ آفيسرن ۽ خلاصين جي پگهارن جو حساب ڪتاب ۽ مختلف ملڪن ۾ وڃڻ لاءِ Visa ۽ ٻيون ڪاغذي ڪاروايون پوريون ڪرڻ پڻ ريڊيو آفيسر جو ڪم آهي.

**اليڪٽريڪل انجنيئر ۽ فرج انجنيئر:** مٿين انجنيئرن (جيڪي مئرين انجنيئر آهن) کان علاوه جهاز تي ٻه ڪن اليڪٽريڪل انجنيئر ۽ هڪ فرج انجنيئر پڻ ٿئي. جن جو خاص ڪري اليڪٽرسٽي ۽ ريفريجريشن جو ڪم هوندو آهي. اهي انجنيئر سيڪنڊ انجنيئر ۽ چيف انجنيئر جي هٿ ۾ ڪم ڪن ٿا.

**نيويگيشن:** سمنڊ تي رستو ڳولڻ جي هنر کي Navigation سڏجي ٿو. سمنڊ تي خشڪيءَ جي رستن وانگر رستا نه آهن. سمنڊ تي رستو ڳولڻ ۽ لڳندڙ هوائن ۽ لهرن کان فائدو وٺي يا بچاءُ ڪري، جهاز هلائڻ نيويگيٽرن (ڊيڪ آفيسرن) جو ڪم آهي. نه فقط جهاز هلائڻ پر ڏينهن ۾ ٽي چار دفعا سج، چنڊ ۽ تارن جي مدد سان جانچڻو پوندو آهي ته جهاز واقعي صحيح رستي ۽ رخ ۾ هلي پيو يا نه. البت هاڻ ڪجهه اهڙا اوزار نڪتا آهن جن ذريعي وقت بوقت اها خبر پوندي رهي ٿي ته جهاز ڌرتيءَ جي گولي تي ڪهڙي هنڌ آهي. ان اوزار کي Satellite Navigator سڏجي ٿو. هونءَ نيوي جنگي جهاز تي Seaman ۽ Sailor هيٺين عملي جون Ranks پڻ آهن.

**سيڪيورٽي انجنيئر:** بندرگاهه ۾ موڪل ڪرڻ وقت هڪ سينيئر انجنيئر ضرور جهاز تي ڇڏبو آهي، جيئن هو باهه لڳڻ جهڙي ايمرجنسي کي منهن ڏئي سگهي. ان انجنيئر يا ڊيڪ آفيسر کي سيڪيورٽي انجنيئر يا

سيڪيورٽي آفيسر سڏجي ٿو. سيڪيورٽي انجنيئر سان گڏ هڪ يا ٻه جونئر انجنيئر يا ففٿ انجنيئر پڻ هوندو آهي، جنهن کي انجڻ روم ۾ رهڻو پوندو آهي.

**انجڻ روم :** جهاز جي انجڻ روم سمجهو ته پنج ڇهه ماڙ پلاز يا بلڊنگ آهي، جنهن جي هر فلور تي ڪيترين ئي مشينون آهن. جهاز جو پنکو Propeller هلائڻ واري مشين Main Engine سڏجي ٿي. جيڪا ٽي چار ماڙ ٿئي، جنهن جو هڪ هڪ سيلنڊر ايترو ته وڏو ٿئي جنهن ۾ ٽي ماڻهو آرام سان ويهي سگهن ۽ اٺ نَوَ فوٽ ڊگهو ٿئي. مين انجڻ کان علاوه ٻيون اهم مشينون هي آهن. جنريٽر، پمپ، پيوريفائر، بٺالر، ايئرڪمپريسر، ايووپريٽر، ڪولر، هيٽر، Sewage پلانٽ وغيره

**پروپيلر :** جهاز جي پٺئين پاسي ٻاهر لڳل پنکي کي Propeller سڏجي ٿو. جهاز کي ڦيتا نه ٿين. پنکي هلڻ سان جهاز اڳيان پويان وڃي ٿو. جهاز جي پنکي هلائڻ واري انجڻ کي مين انجڻ سڏجي ٿو.

**سيلنگ بوٽ:** جيڪا ٻيري سڙهه (Sail) تي هلي ان کي Sailing Boat سڏجي ٿو. انجڻ جي ايجاد ٿيڻ کان اڳ پاڻيءَ جا جهاز سڙهن تي هلندا هئا ۽ Sailing Ships سڏبا هئا. جيڪي ٻيڙيون ڪاٺ جي چپن سان هلن ٿيون اهي Rowing Boats سڏجن ٿيون.

**ڊراءِ ڊاڪنگ :** لڳاتار سمنڊ ۾ ويهڻ ڪري جهاز جي تري تي سپون ۽ ٻيون ساموندي شيون (Sea Growth) چهٽيو وڃن جيڪي جهاز جي لس هلڻ ۾ رخنو وجهن ٿيون ۽ رفتار ڏينهون ڏينهن گهٽجڻ لڳي ٿي. جهاز جي تري جي صفائي ۽ چڪاس لاءِ جهاز کي خشڪ گوديءَ ۾ اچي ويهاربو آهي جنهن کي ڊراءِ ڊاڪ (Dry-Dock) سڏجي ٿو. ڊراءِ ڊاڪ ۾ ڪيل صفائي، رنگ روغن ۽ مرمت کي Dry-Docking سڏجي ٿو. هر ڪارگو جهاز لاءِ ضروري آهي ته ٻن سالن ۾ هڪ دفعو ڊراءِ ڊاڪنگ ڪرائي ۽ مسافر جهاز لاءِ سال ۾ هڪ دفعو ضروري آهي.

**جيٽي :** بندرگاهه جو ڏڪو جنهن سان جهاز لڳي بيهي ٿو، جيٽي سڏجي ٿي.ڪن جهازن کي بندرگاهن ۾ جيٽي نه ملندي آهي ته پوءِ جيٽيءَ سان لڳل جهاز جي پرسان ٽي بيهندا آهن. اهڙي صورت ۾ ڇئبو آهي ته اسان جو جهاز فلاڻي

جيتيءَ تي بيندل فلاٽي جهاز جي Alongside آهي. هانگ ڪانگ، سنگاپور جهڙن مشغول بندرگاهن ۾ جهازن کي عام طرح ’الانگ سائيڊ‘ بہ بيهاريو وڃي ٿو. اهڙي صورت ۾ جهاز جو ڪارگو ڪناري بدران سمنڊ واري پاسي بيندل بارجز ۾ لاهڻو پوندو آهي. بارج (Barges) ٽانگهي ءِ بنا انجڻ واري ٻيڙي ٿئي جنهن کي ’ٽگ بوٽ‘ يا عام لانچ ڇڪي.

**ڊيرڪون :** جهاز تي سامان لاهڻ يا چاڙهڻ لاءِ بندرگاهه تي ڪرينون (Cranes) ٿين. ڪن بندرگاهن ۾ اهي نہ ٿين ءِ جهاز تي لڳل ڪرينن ذريعي سامان لاٿو ويندو آهي. جهاز جي Cranes کي ڊيرڪ Derrick سڏجي ٿو.

**ڪئبن :** جهاز تي رهائشي ڪمرا ڪئبنون (Cabins) سڏجن ٿيون.

**ڊيوٽي ميس :** جهاز کي هڪ وڏي ميس ٿئي جنهن کي Dinning Saloon سڏجي ٿو جنهن ۾ سڀ آفيسر، گهڻو ڪري يونيفارم، ۾ ماني کائين. سئلون کان علاوه هڪ ننڍڙي ڊيوٽي ميس ٿئي جنهن ۾ ڊيوٽي وارا انجنيئر ءِ ڊيڪ آفيسر ماني کائين. ڊيوٽي ميس خبرن ءِ ڪچهري کان مشهور ٿئي. هرڪو فري اسٽائيل ۾ ٻتاڪ سٽاڪ هڻندو آهي. ٻئرن ءِ وڏن آفيسرن جي اچ وڃ نہ هجڻ ڪري ناقابل اشاعت لطيفہ، شعر و شاعري ءِ پنهنجا پراوا Scandal آزادانہ نموني بيان ڪيا ويندا آهن.

**برج روم :** جهاز جي ڪنٽرول روم کي برج سڏجي ٿو. برج جو هڪ حصو چارٽ روم هوندو آهي. جنهن ۾ هلڪي روشنيءَ جو بندوبست ٿيل هوندو آهي، جيئن مختلف سمنڊن جا چارٽ ڏسي ءِ ماپي سگهجن. باقي حصي ۾ اونداهه ڪئي ويندي آهي جيئن رات جو سامهون ايندڙ جهاز ڏسي سگهجن. برج جي ڪابي ءِ ساڄي پاسي واري حصي کي Wing سڏجي ٿو.

**بل ورڪ :** جهاز جي چوڌاري ڏنل ٻنوڙي کي Bulwark سڏجي ٿو.

**بنڪر :** جهاز جون مشينون هلائڻ لاءِ جيڪو تيل ونجي ٿو ان کي Bunker سڏجي ٿو. بنڪر ونڻ وارو سجو ڏينهن يا رات انجنيئرن لاءِ ڊوڙ ڊوڙان جو هوندو آهي. جهاز لاءِ هڪ قسم جو تيل نہ پر ڪيترن ئي قسمن جو ٽنن جي حساب سان

ونڻو پوي ٿو، جنهن کي مختلف ۽ مقرر ٽيل ٽانڪين ۾ جمع ڪيو وڃي ٿو. هڪ ويهه هزار ڪن ٽن جهاز لاءِ اٽڪل هي ٽيل ونبا آهن. جيڪي مهينو ڪن هلن.

هيوي فيول H.F.O ـ ٻارهن سؤ ڪن ٽن

مئرين ڊيزل آئل ـ چار سؤ ٽن

لائيٽ ڊيزل آئل ـ هڪ هزار گئلن

ڪرئنڪيس آئل ـ چار هزار گئلن

سلينڊر آئل ـ ٻه هزار گئلن

ٽربائين آئل ـ هڪ هزار گئلن وغيره وغيره.

**ائنڪر :** جهاز جي اڳئين منهن وٽ لنگر (Anchor) ٽئي ٿو جيڪو سمنڊ ۾ جهاز کي بيهارڻ مهل سمنڊ جي تري ۾ ڪيرايو ويندو آهي. ائنڪر زمين جي تري ۾ وڃي ڦاسندو آهي ۽ جهاز کي اڳيان وڌڻ نه ڏيندو آهي. وري جڏهن جهاز کي هلڻو هوندو آهي ته ونڊلس مشين ذريعي لنگر کي ٻاهر ڇڪي ڪيبو آهي. بندرگاهه ۾ جيٽيءَ پرسان جاءِ ملڻ تي لنگر ڪيرائڻ بدران جهاز کي جيٽيءَ تي ڪتل ڪلي سان ٻڌو وڃي ٿو. لنگر (Anchor) لاءِ مشهور ڳجهارت آهي ته اها ڪهڙي شيءِ آهي جنهن جي جڏهن ضرورت پوي ٿي ته اڇلائي وڃي ٿي ۽ جڏهن ضرورت ناهي ته پٽ تان ڪٽي رکي وڃي ٿي.

**ائنڪريج :** جهاز سڄو سفر پورو ڪري جڏهن ڪنهن ملڪ ۾ پهچي ٿو ته هن کي اجازت نه آهي ته بندرگاهه ۾ يڪدم گهڙي پوي. بندرگاهه ۾ اچڻ کان اڳ کلئي سمنڊ ۾ لنگر Anchor ڪيرائڻو پوي ٿو. پوءِ بندرگاهه اٿارٽيءَ طرفان ان ملڪ جي ڪسٽم ۽ اميگريشن جو عملو کلئي سمنڊ ۾ جهاز تي پهچي جهاز جي عملي ۽ مسافرن وغيره جي ڪاغذن جي چڪاس ڪري ٿو. ان بعد بندرگاهه طرفان پائلٽ اچي ٿو جيڪو جهاز کي آهستي آهستي ڪري اندر بندرگاهه ۾ مقرر ڪيل جيٽيءَ تي بيهاري ٿو.

هر بندرگاهه جي ٻاهران، ڪلئي سمنڊ جو اهو حصو جتي جهاز کي ائنڪر ڪيرائي اندر اچڻ جو انتظار ڪرڻو پوي ٿو، ان کي Anchorage (ائنڪريج) سڏجي ٿو. ائنڪريج تي بيهڻ وارو وقت جهازيءَ لاءِ آرام ۽ انتظار جو هوندو آهي. آرام جو ان ڪري جو ائنڪريج تي نه جهاز هلائڻ جي ڊيوٽي ڪرڻي پوي ٿي نه ڪا مشينري کولي ان جي مرمت (Overhauling) ڪرڻ. سو مسافري جو ٿڪ پيچڻ ۽ آرام لاءِ ائنڪريج سنو آهي. ساڳي وقت انتظار به ڪرڻو پوي ٿو ته خبر نه آهي جهاز کي ڪڏهن اندر گهرائن جيئن ڪناري تي پير رکي سگهجن ۽ گهمي ڦري سگهجي. اڄڪلهه ڪيترائي بندرگاهه ماڊرن ٿي ويا آهن ۽ ڏينهن اڌ جي انتظار بعد اندر گهرايو وڃي ٿو. هڪ اهڙو به سفر ياد اٿم جنهن ۾ ڪراچي کان ڪيوبا سفر ۾مهينو لڳو. ان بعد ڪيوبا جي ائنڪريج تي مهيني کان به مٿي انتظار ڪرڻو پيو. ان بعد مهيني ڪن لاءِ جهاز بندرگاهه ۾ گهڙيو ته ڪيوبا جي ڪميونسٽ حڪومت اسان کي ڪناري تي پير رکڻ جي هڪ ڏينهن جي به اجازت نه ڏني.

ائنڪريج کي ڪڏهن ڪڏهن فقط ائنڪر به چيو وڃي ٿو. چي اسان جو جهاز چار ڏينهن ائنڪر تي بيٺو ان بعد بندرگاهه ۾ اندر آيو.

**ڊوميسٽڪ فرج:** جهاز تي به ٽي ڪمرا، گوشت، مڇيءَ، ڀاڄيءَ ۽ ميوي کي ٿڌو رکڻ لاءِ هوندا آهن. انهن ڪمرن کي جنهن مشين ذريعي ريفريجريٽر وانگر ٿڌو رکيو ويندو آهي ان کي 'ڊوميسٽڪ فرج' سڏجي ٿو. ڪڏهن ڪڏهن ته ٻن ٽن مهينن جي سفر جو راشن اٽڪل چاليهه ڪن رڍون، ٻڪريون ۽ ڍڳيون هونديون آهن. ان خيال کان ڊوميسٽڪ فرج مشين تمام اهم سمجهي وڃي ٿي، جنهن جي خراب ٿيڻ تي سڄو گوشت خراب ٿي سگهي ٿو ـ جنهن کي پوءِ سمنڊ ۾ ئي اڇلڻو پوندو آهي ۽ نئين گوشت خريد ڪرڻ لاءِ ويجهي بندرگاهه جو رُخ رکڻو پوندو آهي.

# عربي سمنڊ

## 23 سيپٽمبر 1968

ڪافي مدت بعد تنهنجا اوچتو ٽي چار خط ۽ ملڻ جا نياپا مليا. تہ ٻاهر وڃڻ کان اڳ تو وٽان سانگهڙ مان ٿي وڃان. منهنجو اهو خيال هو تہ امتحانن بعد سپيني کان موڪلائي پوءِ ٻاهر ويندس. حيدرآباد پهتس ئي مس تہ مون کي جهاز تي اچڻ لاءِ اطلاع مليو. ڪنهن سان بہ موڪلائڻ بنا اچي جهاز تي چڙهيس. انهيءَ ڏينهن تنهنجا بہ ٻيا بہ خط مليا. (ڪٿي تنهنجو ڏنڊو بيهي تہ نہ ويو آهي ۽ بيپناهہ فرصت توکي خط پئي لکائي. پر يقين اٿم تہ ائين نہ هوندو، چوتہ تنهنجو چوڻ آهي تہ جيستائين بناسپتي گيهہ قائم رهندو تيستائين مريضن جي ڏکهي قطار ڪڏهن نہ کُٽندي، ۽ ڊاڪٽر هميشہ مشغول رهندا) بهرحال تنهنجو خلوص قابل داد آهي. ڪراچيءَ مان تہ خط نہ لکي سگهيوسانءِ، هاڻ سمنڊ تان ئي پيو لکان. اسان جو جهاز هن وقت چٽگانگ وڃي رهيو آهي. جتان پوءِ سڌو آمريڪا ويندا سين. رستي تي ممباسا (آفريڪا)، لاس پاماس ۽ پورٽ لوئس بہ ڪجهہ وقت ترسنداسين. واپسيءَ تي يورپ جهڙي ملڪن جهڙوڪ: انگلينڊ، فرانس، پولنڊ، يونان ۽ جرمنيءَ کان ٿيندا واپس ايندا سين.

اسان جو جهاز چڱو وڏو آهي. رهائش سڄي ايئر ڪنڊيشنڊ آهي. مال بردار جهاز آهي پر ڪجهہ ڪئبنون مسافرن لاءِ بہ آهن، جن لاءِ هنن کي هوائي جهاز کان ٻيٽو ٽيٽو مهانگو ڀاڙو ڀرڻو پوي ٿو. ان ڪري گهٽو ٽٽو جهاز هلائيندڙ عملو هوندو آهي. آءٌ هڪ مئرين انجنيئر جي حيثيت ۾ سفر ڪري رهيو آهيان. مون کان علاوه ٻيا بہ اٺ انجنيئر آهن جن ۾ هڪ چيف انجنيئر آهي. سڄو جهاز هڪ شهر مثل آهي جنهن کي نہ فقط لڳاتار هلائڻو پوي ٿو، پر بجلي جي لاءِ جنريٽر مشينري، ايئرڪنڊيشنگ لاءِ ايئرڪنڊيشنر پلانٽ، کاري مان منو پاڻي ناهڻ لاءِ ايواپريٽر Evaporator بئالر، پمپ، ڪنڊينسر، ڪولر، فلٽر، تيل کي صاف

ڪري انجڻ ۾ ٻارڻ لائق بڻائڻ لاءِ پيوريفائرس ۽ ٻيون ڪيتريون مشينون آهن جن جي سار سنڀال لهڻ اسان جي ذميواري آهي.

وچ سمنڊ ۾ رستو ڳولڻ، سامان کي سنڀال سان رکڻ وغيره ڊيڪ آفيسرن جي ذميواري آهي، جنهن ۾ جهاز جو ڪئپٽن، چيف آفيسر ۽ ڪئڊيٽن تائين اچي وڃن ٿا.

ان ڪان علاوه ڊاڪٽر، ريڊيو آفيسر، اليڪٽريڪل انجنيئر، بٽلر، پرسر، واڍو بورچي، نوڪر، مستري، تيل وارا، وغيره وغيره. پنهنجي جڳهه تي اهم حيثيت رکن ٿا.

اسان جي جهاز سومر جي شام جو ڇهين وڳي ڪراچيءَ مان لنگر کنيو. دنيا جي هر ملڪ جي جهاز تي چوويهن ڪلاڪن کي ٽن ڊيوٽين ۾ ورهايو ويو آهي. جنهن کي واچ Watch سڏجي ٿو. هر هڪ کي چار ڪلاڪ ڏينهن جو ۽ چار ڪلاڪ رات جو ڊيوٽي ڪرڻي پوي ٿي. هڪڙا انين ڪان ٻارهين تائين (ساڳيو وقت رات جو پڻ) ڊيوٽي ڪن، ٻيا ٻارهين ڪان چئين بجي تائين ۽ ٽيان چئين ڪان انين تائين. چيف انجنيئر جي ڊيوٽيءَ جو وقت مقرر نہ هوندو آهي، ان کي فقط ايمرجنسيءَ جي حالت ۾ صلاح مشوري لاءِ سڏيو ويندو آهي. اسين ٻارهين ڪان چار، ڊيوٽي ڪيون ٿا. اها واچ سڀ ڪان ڏکي سمجهي وڃي ٿي جو اهو وقت، رات ٽوڙڻ ڏينهن جو، سمهڻ جو ٿئي ٿو.

اڄ شام جو چئين بجي تائين ڊيوٽي ختم ڪري انجڻ بلڪل هلڻ لاءِ نيڪ ڪري، ڊنر ڪائي اچي سمهي رهيس. ان وقت ڪناري جي ماڻهن جو ڪافي گوڙ شور ۽ گهما گهمي هئي. مزور سامان چاڙهي رهيا هئا. وڃڻ وارن کي خدا حافظ چوڻ وارا ٻار، عورتون ۽ مرد هيڏانهن هوڏانهن ڦري رهيا هئا. ان ڪان علاوه ڪسٽم وارا، بندرگاهه وارا، اسانجي هيڊ آفيس وارا ۽ پوليس ڦري رهي هئي. مطلب تہ ميلو لڳو پيو هو. اسين جهاز تي وڃڻ وارا ڪل سؤ ماڻهو بہ نہ هئاسين، پر ڇڏڻ ۽ موڪلائڻ وارا هزارن جي تعداد ۾ هئا. اسان جي جهاز جا ڪمرا اهڙا آهن جو جيڪڏهن بند ڪري پڙدا ڏيئي ڇڏجن تہ اونداهه ٿيو وڃي ۽ ائين

محسوس نہ ٿيندو آهي تہ ٻاهر ڏينهن آهي يا رات. ان ڪري رات جي ڊيوٽي وارا ڏينهن جو آسانيءَ سان سمهي سگهن ٿا.

هن وقت منهنجي اک کلي آهي. رات جا ڏهہ ٿيا آهن ۽ آءٌ توسان مخاطب آهيان. جهاز تي بلڪل خاموشي لڳي پئي آهي. فقط جهاز جي انجڻن ۽ سمنڊ جي ڇولين جو آواز اچي رهيو آهي. چؤطرف سمنڊ ئي سمنڊ لڳو پيو آهي. اٿاهہ سمنڊ - شايد شاهہ لطيف هن سمنڊ لاءِ چيو آهي:

"سيوا ڪر سموند جي، جت جر وهي ٿو جال
سئين وهن سير ۾، ماڻڪ موتي لال،
جي ماسو جڙئي مال، تہ پوچارا پر ٿئين."

اسان ڪراچي ڳهٽو پري ڇڏي آيا آهيون، ايتريقدر جو ڪا بتي بہ نظر نہ ٿي اچي. اتفاق سان هن جهاز جا ڪيترائي آفيسر منهنجا پراڻا ڪاليج جا دوست آهن. سندن مزيدار ڳالهيون ڪنهن ٻئي خط ۾ لکندس.

هن وقت اسان جو جهاز وڏيڪ کلئي سمنڊ ۾ پهچي رهيو آهي. جيئن جيئن جهاز کلئي سمنڊ ۾ اچي ٿو، تيئن تيئن وڏيڪ لوڏا محسوس ٿي رهيا آهن. وڏيون وڏيون لهرون جهاز سان ٽڪرائي رهيون آهن. ننڍا جهاز ۽ ٻيڙيون تہ هيستائين اچي نٿيون سگهن، ان ڪري اهي اڪثر ڪنارو وٺي هلن. اسان جو جهاز آفت جيڏو آهي. پر ان هوندي بہ ههڙي سمنڊ جي مقابلي ۾ هڪ هلڪي ڇوڏي وانگر لڳي ٿو. Sea Sickness بيماري، جهاز جي لوڏن ۽ سمنڊ جي جوش جي ڪري ٿيندي آهي، جنهن ۾ الٽيون ايندريون آهن، مغز ڦرندو آهي، سا اڃا تہ نہ ٿي آهي پر بمبئي جي ويجهو پهچي شايد سيني کي ٿئي جو اتان ڪان ڪولمبو تائين خليج بنگال ۾ ٻڌجي پيو تہ پاڻيءَ ۾ ڏاڍو جوش آهي. هن وقت اسان جو جهاز ڪولمبو (سلون) ڏي وڃي رهيو آهي. ان بعد متي اتر ڏي چٽگانگ طرف رُخ رکندو. رستي تي ڪولمبو نہ ترسندو ۽ سڌو چٽگانگ ستين ڏينهن لنگر ڪيرائيندو. اسان جي جهاز جي ڪافي اسپيڊ آهي، نہ تہ ٻيا جهاز ڏهن پندرهن ڏينهن بعد مس ٿا پهچن. هي خط مان توکي چٽگانگ پهچڻ سان پوسٽ ڪندس.

ٻارهين آڪٽوبر ڌاري چٽگانگ کي الوداع چئي آمريڪا روانا ٿينداسين. رستي تي ممباسا (آفريڪا) مان تيل وٺنداسين. ٻڌجي پيو تہ جدي ۾ ٻين هنڌن تي بہ ڪم سانگي ٿورا ٿورا ڏينهن ترسون. تون مون کي هميشہ ڪراچيءَ واري ائڊريس تي خط لکجانءِ. منهنجو جهاز جنهن بہ بندرگاهہ تي هوندو، اتي ڪراچيءَ وارا پاڻيهي سڀ خط موڪلي ڏيندا. چڱو يار، هن وقت رات جا ٻارهن ٿيڻ وارا آهن ۽ مونکي جهاز جي انجڻ جي چارج چئين بجي ٽائين سنڀالڻي آهي ان بعد وڏيڪ لکندو سانءِ.

— جهجهي پيار مان

# عربي سمنڊ

## 1968.9.25ع

هڪ خط ٽيون ڏينهن لکيو اٿم، پوءِ اڄ Sea Sickness ٿي. ڏاڍيون الٽيون اينديون رهيون ۽ ڪالهه تائين طبيعت خراب هئي. هونءَ هن سامونڊي بيماريءَ کان بچڻ لاءِ چند اصول آهن، جهڙوڪ، پاڻيءَ جهڙيون شيون گهٽ پيئجن، هميشه ڪم ۾ رڌل رهجي، تازي هوا ۾ رهجي ۽ جيترو ٿي سگهي پيٽ ڀري کائجي، ڇو جو خراب حالت هيڪاري تڏهن ٿئي ٿي، جڏهن خالي پيٽ تي ڪو الٽيون ڪرڻ چاهي ٿو. هڪ جڳهه کان ٻي جڳهه تائين هلڻ لاءِ هر هنڌ ريلنگ لڳل آهن. انهيءَ هوندي به هر ڪو ائين جهومندو آهي ڄڻ نشي ۾ هجي. ڪڏهن ڪڏهن ته اهڙي حالت هوندي آهي، جو شيو به نه ڪري سگهبي آهي، هٿ ڇڏڻ بنا وهنجي نه سگهبو آهي، نه نماز پڙهي سگهبي آهي. صبح جو ناشتو ڪندي ميس ۾ ٻن ڄڻن جي ڪرسين جا بيلٽ نڪري ويا ۽ ڪرسين سميت وڃي پٽِ سان لڳا.

جهاز جيڪڏهن اڳيان پويان هيٺ مٿي ٿئي ته ان کي پچنگ Pitching ۽ جيڪڏهن ساڄي کان کابي هيٺ مٿي ٿئي ته ان کي رولنگ سڏجي ٿو. ڪڏهن رولنگ ۽ پچنگ ٻئي گڏ ٿينديون آهن، ۽ اها جهاز جي خراب حالت ليکي وڃي ٿي. هن وقت صبح جا پنج ٿيا آهن. اڄو صبح نروار ٿي رهيو آهي، چوطرف رڳو سمنڊ ئي سمنڊ آهي. ڌرتيءَ جو سڄو گولو چٽو نظر اچي رهيو آهي - جهڙو وڏو ٿالهه جنهن جي وچ ۾ اسان جو جهاز ماڪوڙي مثل جيئڻ جا جتن ڪري رهيو آهي. ڪراچي ڇڏئي اٽڪل ٻه ڏينهن ۽ ٻه راتيون اچي ٿيون آهن، پر اڃا زمين جو ٽڪرو پري کان به نظر نه آيو آهي. ٿوري دير اڳ جيئن ڊيوٽي ڪري مٿي آيس ته ان وقت هڪ يوناني جهاز نظر آيو جو شايد بمبئي کان آفريڪا ڏي وڃي رهيو هو. ان سان ٿوري دير سگنل ذريعي ڳالهه ٻولهه ٿي، پر پوءِ جلد هڪ ٻئي کان پري ٿي وياسين. ائين لڳو ڄڻ دنيا جي گولي پنيان هو جهاز ڪري پيو ۽ هاڻ وري چوڌاري ساڳيو سمنڊ ئي سمنڊ آهي. صبح جو جنهن وقت سج جو سونو سڪو

آهستي آهستي ٿي نڪرندو آهي، ان وقت اهو نظارو ڏسڻ وٽان هوندو آهي، ائين لڳندو آهي، ڄڻ سج سمنڊ جي سيني مان نڪري رهيو آهي. اسان جي جهاز تي ڪجھ مسافر به آهن ۽ ڪجھ آفيسرن جون فئمليون پڻ. هڪ ايراني ننڍو ٻار آهي، ان کي رڳو اهو فڪر آهي ته سج وسامي ڇو نه ٿو. هن کي ڪير سمجهائي، جڏهن هو خود پنهنجي اکين سان ڏسي رهيو آهي ته سج زمين جي گولي پٺيان نه، پر سمنڊ جي پاڻيءَ مان نڪري رهيو آهي.

ڪراچي ڇڏڻ وقت هڪ جهرڪي اسان جي جهاز تي رهجي وئي، هاڻ ته سوگهي آهي، ڪيڏانهن وڃي به نه ٿي سگهي. چوطرف سمنڊ آهي. ڪيترو اڏامي ۽ ڪيڏانهن وڃي. بهرحال سڄي عملي لاءِ وندر ٿي پئي آهي ۽ فرصت جي وقت ٽيبل ٽينس يا ٻي ڪا راند ڪيڏڻ بدران ان جهرڪيءَ کي قاسائڻ لاءِ شرطون لڳنديون آهن، پوءِ سڄي جهاز تي ڊوڙون هونديون آهن. جهرڪي ويچاري به حملي کان بچڻ لاءِ جهاز کي الوداع چئي، ٿورو پنڌ سمنڊ ۾ اڏامي ٿڪجي وري موٽي ايندي آهي. وري اڏايو ويندو اٿس، تانجو ٿڪجي اچي هٿن ۾ پوندي آهي.

هن وقت اسان ڪولمبو جي ويجهو بين الاقوامي پاڻيءَ مان لنگهي رهيا آهيون. هر ملڪ جي چوگرد پندرهن ويهن ميلن تائين سمنڊ سندس حد سڏيو وڃي ٿو، ان بعد بين الاقوامي سمنڊ ليکيو وڃي ٿو ان لاءِ الڳ بين الاقوامي پوليس (انٽرپول) ۽ ادارا آهن. هينئر اسان ڪراچيءَ کان ايترو ته پري آهيون، جو 'ميڊيم ويو' تي ريڊيو ڪراچي ٻڌڻ ۾ نه ٿي اچي پر هندستاني اسٽيشنيون صاف ٻڌڻ ۾ اچي رهيون آهن. اڄ منجهند ڌاري ڪجھ زمين جا ٽڪرا نظر ايندا جي 'مالديپ ٻيٽ جا آهن' ۽ ان بعد 'نڪوبار' ٻيٽ آهن، جتي انگريز سرڪار جي ڏينهن ۾ ڪاري پاڻيءَ جي سزا لاءِ قيدين کي موڪليندا هئا.

هتي جهاز تي سيني کي استعمال جي هر شيءَ چادر، ٽوال کان صابڻ وغيره فري ملي. ان کان علاوه هر جهاز تي ڪئنٽين (Bond Store) پڻ ٿئي جنهن ۾ ڪافي ٻاهر جون شيون، سستي اگهه تي ملن. هڪ شيءَ قابل غور ۽ ذڪر آهي ته ڪناري تي رهندڙن جو نيوي وارن بابت اهو خيال آهي ته نيوي ماڻهوءَ کي خراب بڻايو ڇڏي. هو خراب عادتون سکي ٿو. پر اهو بلڪل غلط آهي. اسان جي

جهاز تي ڪي اهڙا بہ آفيسر ۽ ملاح آهن، جن کي سمنڊ تي رهي ٽيهہ ٽيهہ سال ٿي ويا آهن پر هو شراب ۽ سگريٽ کي هٿ لاهڻ بنا بہ جي رهيا آهن. سو اهو بلڪل غلط آهي تہ شراب وغيره پيئڻ سان ماڻهو ماڊرن ٿئي ٿو يا ٻاهرين ملڪن ۾ رهڻ لاءِ شراب ضروري آهي. هونءَ دنيا جا تاجر ۽ مسافر اسان جي ملڪ جي جهازران ڪمپنين (هوائي توڙي سامونڊي) جي ان ڪري بہ تعريف ڪن ٿا جو اسان وٽ اهي حادثا نہ آهن جيڪي ٻين ملڪن جي جهاز ران ڪمپنين ۾ شراب جي مستيءَ ۽ عالم ۾ ٿين ٿا.

ـــــ فقط تنهنجو.

# خليج بنگال

سلون ٽيون ڏينهن ڇڏيوسين، ان وقت منهنجي ڊيوٽي هئي. جڏهن جابلو علائقي واري سمنڊ يا بندرگاهه مان لنگهبو آهي ته جهاز ڏاڍو خبرداريءَ سان هلائڻو پوندو آهي، ڇو ته جهاز ۾ بريڪ ته ٿئي ڪانه. بريڪ جو ڪم وٺڻ لاءِ جهاز جي انجڻ کي بيهاري، پنيان هلائيندا آهيون. ائين ڪرڻ سان جهاز کا گهڙي هڪ هنڌ بيهي رهندو آهي، جيسين اڳيان هلڻ واري طاقت وڃائي ويهي. جيستائين جهاز کلئي سمنڊ ۾ اچي، تيستائين هڪ هڪ سيڪنڊ خبردار رهڻو پوندو آهي. سڄو وقت ڪنٽرول روم (برج) سان ٽيليگراف ۽ ٽيليفون ذريعي رابطو قائم رکڻو پوندو آهي. ان وقت ٻن بدران هڪ ئي وقت پنج انجنيئر جدا جدا ڊيوٽين تي هوندا آهن. ان کان علاوه ستن اٺن ڄڻن تي مشتمل ٻيو مددگار عملو هوندو آهي، جن ۾ فٽر، مستري، تيل وارا، باهه وارا هوندا آهن. ڪڏهن ڪڏهن هڪ منٽ ۾ يڪا چار دفعا ٻه ٽيليگرام ملندي آهي، جنهن ۾ جهاز کي، 'اڳيان'، 'پويان'، 'اڳيان آهستي'، 'پويان آهستي'، 'اڳيان تمام آهستي'، 'پويان تمام آهستي'، هلڻ ۽ هڪ هنڌ بيهڻ لاءِ چيو ويندو آهي ۽ ساڳئي وقت عمل سان گڏ اهي سڀ جهاز جون حرڪتون لکيون به وينديون آهن، ته ڪهڙي وقت ڪهڙي ٽيليگراف آئي ۽ جهاز ڪيترو هليو، جيئن حادثي ۾ ڪورٽ کي پنهنجي پوزيشن کان آگاهه ڪري سگهجي.

اسان پنهنجو وقت توهان جي وقت کان هڪ ڪلاڪ اڳ ڪري ڇڏيو آهي. هن وقت اسان دنيا جي جنهن حصي ۾ آهيون اتي سج، چنڊ، تارا ڪلاڪ ڪن اڳ ايرن ۽ لهن ٿا. جيڪڏهن ايرندي طرف وڃبو آهي ته ٽائيم وڌائبو آهي، جيڪڏهن الهندي طرف وڃبو ته ٽائيم گهٽائبو. هن وقت هتي صبح ٿي چڪو آهي پر توهان وٽ اڃا رات هوندي. ٿوري دير اڳ پنهنجي ڊيوٽي ختم ڪري انجڻ جي چارج 'ڇئين بجي کان اٺين بجي تائين ڊيوٽي انجنيئر' کي ڏيئي آياسين. آءٌ ۽ منهنجو ساٿي انجنيئر 'زمان' ڊيوٽي ختم ٿيڻ بعد روز جهاز جي عرشي تي پنا اگهاڙا ڪري فقط نڪر پائي اچي ليٽندا آهيون، جيسين صبح ٿئي. انجڻ روم جي

گرميءَ مان نڪري کلي آسمان هيٺ، جهاز جي ٿڌي ٿڌي فرش تي ليٽڻ ۾ ڏاڍو لطف ايندو آهي. ٿڌي ٿڌي هوا پئي لڳندي آهي، ڪڏهن ڪڏهن سنهي بوند به پئي وسندي آهي. ان کان علاوه جڏهن سمنڊ جي ڪا وڏي لهر جهاز سان ٽڪرائبي آهي ته ان جا ڇنڊا بارش وانگر اچي لڳندا آهن. آسماني بارش ۽ سمنڊ جي ڇنڊن ۾ فقط اهو فرق آهي ته هڪ پاڻي منو آهي ته ٻيو کارو. سمنڊ جي ڦهرين ڇنڊي لڳڻ سان ئي اسين اکيون ۽ وات بند ڪري ڇڏيندا آهيون. جڏهن بارش نه هوندي آهي ته چانڊوڪيءَ ۽ تارن جي روشنيءَ ۾ سامونڊي ڇولين جي گجي چمڪندي آهي. چؤطرف چڻ چانديءَ جا ننڍا جبل اڀٽي وڌندا نظر ايندا آهن ۽ جهاز جي لوهي بدن سان ٽڪرائي پنهنجو وجود وڃائيندا آهن. جهاز ائين جهومندو آهي جيئن ڪو موالي چُڪو وڏيڪ پي وينو هجي. اسان کي ائين ڪڏهن به محسوس ڪونه ٿيندو آهي ته ڪو اسان آفت جيڏي جهاز تي آهيون پر لڳندو آهي ته چڻ هي جهاز نه پر ڪاٺ جو ننڍڙو تختو هجي، جو انجڻ جي زور تي نه، پر لهرن ۽ هوائن جي رحم ۽ ڪرم تي اڀٽي وڌي رهيو آهي. ڪجهه وقت ته اسين خاموش ستا پيا هوندا آهيون ۽ پيا ٽڪ پچندا آهيون. پوءِ زمان چشمو لاهي، اونڌو ليٽي ڳائڻ شروع ڪندو آهي، 'دِم دِم ديگا ديگا - موسم ڀيگا ڀيگا - بن پئي مين تو گرا مين تو گرا هائي الله - صورت آپ کي سبحان الله !'

ڦهرين رات به اهو گانو ٻڌايائين، ٻي رات به اهو گانو،پوءِ روز روز اهو ساڳيو گانو ٻڌائيندو رهيو. ڪالهه آخر چيومانس ته يار ٻيو به ته ڪو ٻڌاءِ.

”چو اهو پسند ناهي چا....؟“ زمان پڇيو.

”پسند ته ڏاڍو آهي، خاص ڪري ههڙي موسم ۽ سمي ۾.“

”مون کي به ڏاڍو پسند آهي“ زمان وراڻيو.

چپ ٿي ويس. اڄ وري جڏهن اهو گانو ڳائي بس ڪيائين ته چيومانس: ”لالا، چا ڳالهه آهي. ان گاني جو جلاب ورتو اٿئي چا...؟“ ٿڌو ساهه کڻي چيائين: ”بس يار کهڙيون ٿو خبرون پڇين، 'هنڌ او سڙي جتي او ٻري'.“

سمجهي ويس تہ اسان جو دوست عشق جي چڪرن ۾ آهي. مون نٽي چاهيو تہ وڏيڪ ڪيس چوريان. ڏينهن ٽي وڃي ها. سخت ننڊ اچي رهي هئي ۽ عشق محبت جا داستان اوترائي طويل ٿيندا آهن جيترو سندن وجود قليل ٿيندو آهي.

”ڪير آهي استاد اها پري چهره؟“

پر خبر ناهي ڇو منهنجي وات مان اوچتو نڪري ويو ۽ پڇي وينس. پر خوش نصيبيءَ سان داستان ايترو ننڍو هو، جيترو ان پري چهري جي هن ننڍي جهاز تي ننڍڙي Stay. لنڊن کان هيءَ ايراني ڇوڪري سنگاپور لاءِ پئسنجر جي صورت ۾ چڙهي هئي. ممباسا تائين خاموش رهي. ڪراچي پهچڻ سان پهريون دفعو هن مسڪرايو ۽ سنگاپور تائين روز هن وقت هوءَ ٻاهر عرشي تي پيل ڪاٺ جي بئنچ تي اچي ويهندي هئي. اسان جو دوست مٿيون گانو ڳائيندو هو. يعني 'صورت آپ ڪي سبحان الله'.

۽ پوءِ هوءَ ايراني لهجي ۾ ڳائيندي هئي: ”سو گيا سارا زمانہ نيند ڪيون آتي نهين!“ (ظاهر آهي، نہ ڪم نہ ڪار سڄو ڏينهن آرام ڪرسيءَ تي ويهي، سمنڊ جون لهريون ڏسبيون يا چورن وانگر ڏينهن جو ننڊون ڪبيون تہ رات جو ننڊ ڪيئن ايندي؟ سوچڻ جي ڳالهہ آهي) پر اسان جو دوست ان خوشفهميءَ ۾ مبتلا تہ ڪيس سندس عشق جاڳائيندو هو. اف هي خوش فهميون جن جي بنا تي دلبر جي جفائن کي بہ ادائون سمجهيو ويندو آهي. عارضي خوشي ۽ دل جي عارضي سڪون خاطر انسان خوشفهميءَ کي ائين ڇهٽي پوندو آهي، جيئن ڪو اونهي سمنڊ ۾ ٻڏندڙ چند گهڙين جي سڪون خاطر ڪنهن لنگهندڙ وڏي مڇي جي پڇ کي قابو جهليندو آهي، جا ٿورو اڳتي هلي ڪيس ڳڙڪائي ڇڏيندي آهي. جنهن کي هو محبوب ۽ ديوتا سمجهي پوڄا ڪندو آهي، ان جي ئي پينٽ چڙهندو آهي. اڄڪلهہ هرشيءِ جو قدر ڪيترو نہ تبديل ٿي چڪوآهي. نازڪ صنف جي هڪ مختصر مسڪراهٽ کي اسان محبت سمجهي ويهندا آهيون. ٻن منن ٻولن کي پيار سمجهي ويهندا آهيون ۽ خوشفهميءَ جو شڪار بنجي ويندا آهيون. اڄڪلهہ شايد ٻين شين وانگر محبت ۾ بہ ملاوٽ آهي يا اسان کي هن جي حقيقت معلوم ڪندي اذيت ٿئي ٿي. ڇا اسان جي دوست جي محبت سندس دل

تائين محدود ۾ مقيم آهي يا اديءَ کي خبر نہ چار، ادي کي عشق انڌو ڪيو. بهرحال جهڙي طرح توهان وٽ تندرست ٿيڻ تي مريض کي اسپتال جو بسترو ڇڏڻو پوندو آهي، ساڳي طرح اسان وٽ منزل اچڻ تي مسافر کي ڪئبن ڇڏڻي پوندي آهي. سنگاپور بعد هوءَ صرف يادن جا ڍير ڇڏي وئي.... ”ان ڏينهن کان پوءِ مون کي هرروز ائين لڳندو آهي ڇڻ هوءَ سامهون بئنچ تي ويٺي آهي ۽ ويٺي ڳائي“ زمان ٻڌايو....

مون چشمو لاهي صاف ڪري وري پاتو. چتائي ڏٺو تہ مون کي ڪجھ نظر نہ آيو، بئنچ خالي هئي. هڪ وڏي لهر آئي جنهن جا ڇنڊا سڄي بئنچ کي ڌوئي ويا. مون وري ان بئنچ ڏي ڏٺو. مون کي ايراني دوشيزه کان بہ خوبصورت، زياده حسين ڇوڪري ڪجھ گهڙين لاءِ نظر اچي غائب ٿي وئي.

گهڻي دير چپ ڏسي دوست چيو، ”يار تون بہ تہ پاڻ بابت ڪجھ ٻڌاءِ ضرور تنهنجي زندگيءَ ۾ بہ بهار آئي هوندي.“

”نہ.“ مون اچل مان جواب ڏنو مانس.

”ڪوڙ ٿو ڳالهائين. اها زندگي نہ آهي، جنهن ۾ بهار نہ اچي.“

”افسوس جو ان سوال جو معقول جواب ڏئي نہ ٿو سگهان. عرض هي آهي تہ منهنجي زندگي حيدرآباد يونيورسٽيءَ اڳيان بيٺل سڪل وڻن وانگر خشڪ آهي. دل جي چمن ۾ ڪا باد صبا نہ لڳي آهي.“

”ضرور ڪو تارو تو لئہ بہ ڪڙيو هوندو. ڏس آسمان ۾ ڪيترا انيڪ تارا آهن.“

”شايد. ۾ منهنجي زندگيءَ جا سيئي غريب لمحا ان جي روشنيءَ کي پسي مڪمل ٿي وڃن ها، پر جلدي اهو غائب ٿي ويو، اهو ستارو نہ، پر ڪو آمريڪا جو ڇڏيل مصنوعي تارو هو. هڪ الڳ منزل طرف پنهنجي الڳ راهہ وٺي ويو. ڪنهن ٻي دنيا جي ڪشش هن کي پاڻ طرف ڇڪي ورتو. ان بعد آڪاش هميشہ ڪڪرن سان ڇانيل رهي ٿو. ڪڪرن جا بہ ڪيترائي قسم آهن مثال طور ٽربيولينس Turbulence ڪڪر، آرٿوگرافڪ ڪڪر وغيره. ڪڪر تمام خطرناڪ

ٽيندا آهن. وچ ۾ آڏا ٿي بيهندا آهن. غريب تارن جي روشني فنا ڪري ڇڏيندا آهن ۽ دنيا جي رهواسين کي تاريڪ راهن ۾ ڀٽڪڻ لاءِ مجبور ڪري ڇڏيندا آهن.“

ڪجهه گهڙين لاءِ خاموشي طاري ٿي وئي. آهستي آهستي رات جي اونداهي غائب ٿي، اڄو صبح ٿي ويو. اسان ٻئي اتي بيهي نئين ڏينهن جي تازي ڄاول سج کي ڏسڻ لڳاسين. ٿوري دير بعد سج سمنڊ جو پيٽ ڦاڙي ٻاهر نڪتو ۽ سڄو سمنڊ روشن ٿي ويو. هڪ معصوم ٻار وانگر سج جو منهن چمڪي رهيو هو. ڪاٻي پاسي آسمان ڪڪرن سان ڇانيو پيو هو. هڪ وڏو ڪارو ’وول پئڪ‘ ( Wool Pack) ڪڪر اڳتي وڌيو ۽ سج کي ڪارو ڪري ڇڏيو. ان ڪاري وڏي ڪڪر کي ڪجهه ٻه خيال نه تيو...... نه اسان جو نه سج جو. ڪاش ڪيس خبر هجي ها ته اسان ڪيتري چاهه سان، ڪيڏي محبت سان، ڪيڏي پيار مان ان نئين ڄاول معصوم سج جو انتظار ڪري رهيا هئاسين.

ادا، هن وقت اسان جو جهاز خليج بنگال ۾ تري رهيو آهي. هتي هميشه پاڻيءَ ۾ جوش هوندو آهي. اڪثر هتي طوفان لڳندا آهن جي اڳتي هلي بنگال جي ساحلي علائقي تي حملو ڪندا آهن. ڪولمبو ڇڏڻ بعد وري زمين نظر نه آئي آهي. چؤطرف وري ساڳيو پاڻي ئي پاڻي آهي. نقشي ۾ جيڪڏهن ڏسندين ته توکي معلوم ٿي ويندو ته دنيا جو فقط هڪ حصو زمين آهي ۽ ٽي حصا پاڻي. مون کي سمجهه ۾ نه ٿو اچي ته هن دنيا جو نالو ڌرتي ڇو رکيو ويو. پراڻي زماني جا ماڻهو به عجيب هئا. پنهنجي آسپاس ٿوري زمين ڏٺائون ته دنيا جونالو ڪٽي ڌرتي رکيائون. ڪين هن دنيا جو نالو ’ساگر‘ رکڻ کپندو هو.

هي ساموندي زندگي بلڪل مختلف آهي. خاص ڪري انهن ماڻهن لاءِ جيڪي تنهائي پسند ڪن ٿا. دنيا جي جهنجهٽن ۽ رسم و رواج جي قيد کان آزاد زندگي آهي. چؤطرف پاڻي ئي پاڻي ۽ اڪيلائيءَ ۽ تو وٽ چؤطرف زمين.

”تو مار جولي باتي ـ تو مار گهوري شاتي
(تو وٽ چراغ ٻري ٿو ۽ گهر ۾ ساٿي به آهي)
تو مار اڇهي ڌانگا امار اڇهي جول
(تو لاءِ زمين آهي ۽ مون لاءِ پاڻي)

تو مار بوشي ٿاڪا امار چولا چول

(تولاءِ آرام آهي مون لاءِ هميشه جوهلڻ.) ـ ٽئگور

سياڻي اسان ڪي زمين نظر ايندي، جا بنگال جي سرزمين آهي. ٽئگور جو ديس، نظرالاسلام جو ديس. اها ڌرتي جتي مون جهاز هلائڻ جي هنر جي بنيادي تعليم ۽ سکيا حاصل ڪئي. چٽگانگ مون لاءِ ايترو ئي پيارو آهي جيترو پيٽارو. گهڻن ڏينهن بعد جڏهن زمين جو ڪنارو ڏسڻ ۾ ايندو آهي ته ان وقت ڏاڍي خوشي ٿيندي آهي. زمين جي نظر اچڻ کان اڳ ’سي گل‘ Sea-Gull پکي نظر ايندا آهن. جي ڪبوتر کان وڏا اڇي رنگ جا ٿين. اڏامي به سگهن ته تري به سگهن. گذران لاءِ پاڻيءَ ۾ ٽبي هڻي مڇيون ڦاسائي کائين يا جهاز تان اڇليل بچيل کاڌو کائين. هي ڪڏهن ڪڏهن ته سؤسؤ ميلن جو مفاصلو به طيءِ ڪري ايندا آهن. پوءِ جهاز سان گڏ ڪناري ڏي اڏامندا آهن. ٿڪجي پوندا آهن ته وري ترڻ شروع ڪندا آهن. اڄڪلهه رستي ڳولڻ لاءِ جهاز تي انيڪ قسم جا اوزار ۽ آلا آهن، پر پراڻي زماني ۾ ۽ اڄ به پراڻي قسم جا ماڻهو، جهاز وارا يا پٽڪيل مسافر، هنن پکين کي ڏسي خوشيون ملهائيندا آهن ته هاڻي زمين ويجهي آهي، ۽ صحيح رستو ورتي آيا آهيون. هن پکيءَ کان علاوه هڪ مڇي جيڪا ’گڏهه مڇي‘ جي نالي سان سڏبي آهي ۽ ان کي مارڻ ڏوهه سمجهيو وڃي ٿو، جڏهن جهازن جا حادثا ٿيندا آهن ته هيءَ مڇي ٻڏندڙن جي چؤگرد ڦرندي آهي ۽ بچائڻ ۾ مدد ڪندي آهي.

چگو وڏيڪ ٻئي دفعي. ڊيوٽيءَ جو وقت ٿي ويو آهي، چئن ڪلاڪن لاءِ جهاز هلائڻ جي منهنجي واري هاڻ اچي وئي آهي.

ـــ تنهنجو پنهنجو

# ڪولمبو (سلون)

اسان جو هتي ڪولمبو اچڻ جو پروگرام بلڪل ڪونہ هو، پر تيل وٺڻ خاطر بہ ڏينهن لاءِ ترسيل آهيون. هاڻي ممباسا مان تيل نہ وٺنداسين. اسان جي جهاز تي روزانو تيل جي کپت اٽڪل ٽيهہ ٽن ڪن آهي. جهاز ۾ تيل لاءِ ڪافي جڳهہ ٺئي تي ۽ اٽڪل پندرهن سؤ ٽن رکي سگهجي ٿو، جو پنجيتاليهہ ڏينهن لاءِ ڪافي آهي. هاڻي جيڪر اسان چاهيون تہ رستي تان تيل کڻڻ بنا آمريڪا تائين وڃي سگهون ٿا. آمريڪا پهچڻ لاءِ بہ رستا آهن، هڪ تہ هي هندي وڏو سمنڊ ۽ ائٽلانٽڪ سمنڊ لتاڙي وڃون يا جپان پاسي کان ڦري پئسفڪ سمنڊ جهاڳي وڃون. پهريون رستو ٿورو ڏکيو آهي، جو ائٽلانٽڪ سمنڊ ۾ گهڻو ڪري جوش ۽ طوفان ٿا رهن پر جيئن تہ اهو ننڍو آهي سو اهو اختيار ڪنداسين. پئسفڪ سمنڊ تمام مانو آهي پر وڏو هئڻ ڪري وڏو ڦيرو ڪرڻو پوندو، جو جهاز جي ڪمائيءَ جي لحاظ کان مناسب نہ رهندو. دنيا ۾ سڀ کان خراب سمنڊ ائٽلانٽڪ آهي. جهڙو تهڙو جهاز تہ اهو پار ڪري نٿو سگهي. ڪڏهن ڪڏهن تي اتي ايڏيون وڏيون چوليون اچن ٿيون جو پاڻي جهاز مٿان لنگهي ويندو آهي. ڪڏهن ڪڏهن ڪمزور ۽ پراڻا جهاز (خاص ڪري تيل جا جهاز (Tanker) جي ڪافي ڊگها ٿين ٿا) هن سمنڊ ۾ چولين جو مقابلو نہ ڪندي، وچ مان بہ اڌ ٿيو پون. ان کان علاوه طوفان ۽ مستقل سخت هوائون وڏن وڏن نيويگيٽرن جون بہ وايون بتال ڪريو ڇڏين. شايد اهو ئي سبب آهي، جو انسان هن سمنڊ تي دير سان ۽ آخر ۾ فتح حاصل ڪئي ۽ سڄي دنيا ڳولڻ بعد هي سمنڊ لتاڙي آمريڪا کنڊ کي لڌو ويو. اڳئين زماني ۾ اهو سمجهيو ويندو هو تہ هن سمنڊ جو ڪو ڪنارو نہ آهي ۽ اتي وڃي چوڙ ڪري. جتي وڃي دنيا دنگ ٺئي ٿي. پر پوءِ هن سمنڊ پار ڪرڻ بعد معلوم ٿيو تہ ڌرتي گول آهي.

اسان ڪولمبو مان ڪيترن ئي قسمن جو تيل وٺي رهيا آهيون. جنهن تيل تي جهاز واري انجڻ هلي ٿي، ان کي مئرين آئل يا هيوي آئل Heavy Oil سڏجي ٿو جيڪو بلڪل ڪچو، جنهن صورت ۾ زمين مان نڪري ٿو، ذري گهٽ ان ۾

ورتو وجي ٿو. اهو سستي ۾ سستو ٿئي. شڪل ۾ پاڻيٺ ۾ بلڪل ڏامر جهڙو، ان کي صاف ڪري پٽڙو ڪري استعمال ۾ آڻڻ لاءِ اسان وٽ جهاز تي الڳ مشينون آهن. جهاز جا جنريٽر، لائيف بوٽ انجڻ ۽ ايمرجنسي فائر پمپ وغيره ڊيزل آئل تي هلن جو عام ڊيزل آئل سان ملندڙ جلندڙ ٿئي ٿو ۽ ڪافي مهانگو ٿو پوي. انهن کان علاوه مختلف مشينن کي چڪنو رکڻ لاءِ مختلف ليوبريڪيشن آئل Lubrication-oil آهن. مثال طور: ملينا، اليڪسيا، تلپا، تلونا، وغيره وغيره....

اسان جي جهاز کي جيڪا انجڻ هلائي ٿي، ان جو نالو Sulzer آهي. هيءَ نَوَ هزار ڇهه سؤ هارس پاور جي آهي. انهيءَ طاقت جو اندازو ان مان لڳائي سگهجي ٿو ته هي اسڪوٽر ۽ موٽرسائڪلون فقط اڌ کان ڏيڍ هارس پاور تائين مَس ٿين. ان انجڻ کان علاوه چار وڏا جنريٽر آهن. جنريٽر جو ڪم آهي اليڪٽرسٽي پيدا ڪرڻ، جنهن تي ٻيون ننڍيون ننڍيون مشينون، انجڻيون ۽ پمپ هلائيندا آهيون. اهي مڙئي جنريٽر ايتري اليڪٽرڪسٽي پيدا ڪري سگهن ٿا جا هڪ ڳوٺ لاءِ ڪافي آهي ۽ انهن کي لڳاتار مهيني ٻن لاءِ بنا روڪڻ جي هلائي سگهجي ٿو. سمنڊ تي هوندا آهيون ته ٻه جنريٽر هلائيندا آهيون نه ته بندرگاهه ۾ هڪ ڪافي رهي ٿو. سرد ملڪن ۾ تيل ۽ پاڻيءَ کي گرم ڪرڻ لاءِ Boilers آهن جن ۾ طاقتور ٻاڦ پيدا ڪري سگهجي ٿي. اهي پڻ ڊيزل آئل تي ٻاريون. ان کان سواءِ جهاز جا بورچيخانا ۽ بيڪريون پڻ ڊيزل آئل تي يا الڪٽرڪ تي هلن. سڄي انجڻ روم پنج ماڙ آهي ۽ ايڏي ڪشادي آهي، جو هڪ ئي وقت جيڪر پنج سؤ کان به مٿي موٽر ڪارون هڪ ٻئي مٿان ۽ پاسن کان بيهاري سگهن ٿيون.

ڪولمبو قدرتي طرح اهڙي هنڌ تي آهي، جتان اٽڪل هر جهاز جو لنگهه ٿئي ٿو. هتي تيل جون وڏيون وڏيون ڪمپنيون آهن ۽ بنا ڊيوٽي ۽ ٽئڪس جي تيل وڪامي ٿو، ان ڪري هر وقت هتي جهازن جي قطار لڳل هوندي آهي. اسان جي جهاز جي هڪ پاسي انگريزن جو مال بردار جهاز بيٺو آهي ۽ ٻئي پاسي يوناني جهاز آهي. ڪوبه گدلو جهاز ڏسين ته يوناني سمجهجهانءِ. انهن تي هر قسم جا ماڻهو ملندءِ. انهن تي ڪوبه ڊسيپلين نه هوندو آهي ۽ اڪثر مست جهاز سڏيا ويندا آهن.

لنگر ڪيرائڻ سان اسان پارٽي ڪئي ۽ ٻين جهازن جي آفيسرن ۽ ڪولمبو جي معزز ماڻهن کي دعوت ڏنيسين. چڱو رنگ رهيو. سڄي جهاز کي ڪنوار وانگر سينگاريو هئوسين. رنگين بلبن جي روشنيءَ ۽ پڙڪندڙ ڪپڙن جي چمڪ، فضا ۾ ڪيترن ئي قسمن جي عطرن جي وکڙيل خوشبوءِ ۽ خوبصورت چهرن، چؤطرف ڇهڇٽو لڳائي ڇڏيو هو. چؤڌاري حسن نظر اچي رهيو هو.

فضا ۾ عجيب مهڪ ۽ خوشبوءِ مچيل هئي. مون سان سڄو وقت هڪ انگريز انجنيئر گڏ هو. ٿوري ئي وقت ۾ ڏاڍو دوست ٿي ويو. مون کي دراصل انگريزن جي دوستيءَ ۽ ڊپلوميسيءَ ۾ ڪوبه فرق نظر نه ايندو آهي. شروع ۾ مونکان منهنجي ملڪ بابت پڇا ڪيائين. ”پاڪستان ڪٿي آهي؟“

ڏاڍي ڪل آيم. چيومانس: ”توهان نندي ٿهي ڪهڙي آهيو؟ توهان جا ابا ڏاڏا ته وڏا هوشيار هئا، اسان جي ملڪ ۾ پهچڻ کان اڳ ڪين اسان جي ملڪ جو رستو، اوٺاين پوٺاين ۽ ساده مزاجي (بيوقوفيءَ جي حد تائين) جو علم پئجي چڪو هو. توکي اها به خبر ناهي ته اسان جو ملڪ ڪٿي آهي.“ ڏاڍو شڪي ٿيو. ڦڪو ٿي چوڻ لڳو: ”نه يار اهڙي ڳالهه ناهي. نندي هوندي جاگرافيءَ ۾ پڙهيو هوم.“

دل ۾ سوچيم ته پڇيانس ته 1947ع کان اڳ ۾ پڙهيو هئي يا پوءِ. ڪجهه دير ترسي چوڻ لڳو: ”ٻڌو اٿم ته توهان جي ملڪ جا ماڻهو ڏاڍا مهمان نواز آهن.“

”ان مهمان نوازيءَ ئي ته اسان کي سؤ سالن جي لاءِ غلام بڻايو ۽ توهان کي حڪومت ڪرڻ جو موقعو ڏنو.“

”اسان توهان تي حڪومت نه، پر تهذيب سيکاري“

”واقعي منهنجا گورا ياءُ، توهان اسان کي تهذيب سيکاري. هي مرد ۽ عورت جي بي حجابي، چيلهه ۾ هٿ وجهي ، جسم جسم سان ملائي نچڻ، هي مدهوشِي، هي بيشرمي ۽ بيحيائي جيڪڏهن تهذيب آهي، ته پوءِ توهان اسان کي گهڻو ڪجهه ڏنو آهي. پر ڇا اسان لٽايو ۽ وڃايو، ڪاش ان جو به ڪو حساب لڳائي سگهي.“

خبر ناهي ڇو ڪي ڪي ڳالهيون بنا سوچي سمجهي ڪيون وينديون آهن ۽ بنا سوچي سمجهي ٻڌيون ويندڍيون آهن ۽ اها رات شايد اهڙين ڳالهين جي لاءِ وقف ٿيل هئي، جا اهڙين ڳالهين ۾ گذري وئي.

ادا، ڪولمبو جا ماڻهو قد جا بندرا، رنگ جا ڪارا ۽ ڏٻرا آهن. قومي زبان سنهالي اٿن، جا ريڊيو سلون تان شام جو ساڍي ڇهين ڪان اڳ ٻڌڻ ۾ ايندي آهي. هتي ساوڪ ڏاڍي آهي. سڄو شهر سوپارين، ناريلن ۽ رٻڙ جي وڻن سان جهنجهيو پيو آهي. هونءَ به قدرتي اصول آهي ته جيترو خط استوا جي ويجهو اوتري گرمي ۽ گهم گهٽي. خط استوا (Equator) اها خيالي ليڪ آهي، جا دنيا جي گولي جي پوري وچ مان لنگهي ٿي ۽ دنيا کي ٻن حصن، 'اتر اڌ گول' ۽ 'ڏکڻ اڌ گول' ۾ ورهائي ٿي. ان ليڪ جي هڪ پاسي يعني انگلنڊ، جرمني، هندستان، پاڪستان وغيره ۾ سيارو آهي ته ليڪ جي ٻئي پاسي وارن ملڪن جهڙوڪ آسٽريليا، نيوزيلنڊ وغيره ۾ اونهارو ٿئي. ڪولمبو پاڪستان ڪان وڌيڪ خط استوا جي ويجهو آهي. سنگاپور، انڊونيشيا، ڪينيا ته بلڪل خط استوا تي آهن. تنهنڪري اتي تمام وڏا ڍڳها وڻ ۽ گاهه ٿئي، زياده بارش ٿئي. ان ڪري زياده ٻيلا ٿين. ٻيلن جي ڪري زياده جانور ۽ پکي ٿين.

دنيا جي بهترين چانهه ڪولمبو ۾ ٿئي ٿي. ان ڪان علاوه سوپاريون، ڪاجا، گرم مصالحا به جام ٿين ۽ تمام سستا وڪامن ٿا. ڪولمبو، سنگاپور، انڊونيشيا، آفريڪا ويندي ويسٽ انڊيز ۾ توکي سنڌي هندو دڪاندار ۽ واپاري ملندا. هيرآباد جي عامل ڪالونيءَ جي هڪ عورت نرملا ديوي پڻ هتي ڪافي عرصي ڪان رهيل آهي. پاڻ هتي جي وڏن واپارين مان هڪ آهي. سندس هڪ تمام وڏو ڊپارٽمينٽل اسٽور بندرگاهه وٽ آهي. جنهن تي هرقسم جو سامان ڪپڙو، عطر، رومال ۽ زيورن جي لاءِ هيرا جواهر ۽ ٻيون ڪيترون شيون وڪامن ٿيون. سڄو ڪاروبار پاڻ هلائي ٿي. سيپٽمبر جي جنگ ڪان گهٽو اڳ اسان جڏهن ڪيڊٽ ڪاليج طرفان سي اسڪائوٽنگ جي لاءِ انڊيا ويا هئاسين ته ڪلڪتي جي هڪ سئنيما هال ۾ پاڻ ۽ سندس ستر سالن جو مڙس مليا هئا. پنهنجي ديس ڪان پري پنهنجي ديس واسي سان ملي، خوشيءَ جو اندازو ان وقت مون پهريون دفعو

لڳايو هو. ڌارين ملڪن ۾ غلط سلط انگريزي ڳالهائڻ بعد ڪنهن سان پنهنجي زبان ۾ ڳالهائڻ ۾ ايترو ئي مزو اچي ٿو جيترو گهٽي پنڌ ڪرڻ ڪان پوءِ گهر پهچي سوڙهي بوٽ ڪي لاهڻ ۾. اسان اها فلم ته نه ڏٺي. پر زور زور سان ڳالهائي پرپاسي ويٺلن کي به ڏسڻ نه ڏنيسين.

ان مختصر ملاقات ڪان پوءِ اڄ انن سالن بعد ڪولمبو ۾ ملياسين. جيتوڻيڪ وقت تمام ٿورو هو پر مون هن سان ملڻ ضروري سمجهيو. مون وٽ تحفي ڏيڻ جي لاءِ ٻي ته ڪا قيمتي شيءِ ڪانه هئي، سواءِ هالا جي اجرڪ جي. سندس دڪان تي ملڻ ويس. خبر پئي ته سخت بيمار آهي ان ڪري گهر ۾ ئي رهي ٿي. گهر آيس. منهنجي اچڻ جو ٻڌي اٿي ويٺي. ٻڍاپي ۽ ڪمزوري سبب سڄي ڏڏي رهي هئي. هوءَ ذري ذري حيدرآباد، شڪارپور ۽ سکر جون خبرون پڇڻ لڳي. شڪارپور ۾ فلاڻو مشهور آچار ۽ ڪلفي اجا ملي؟ هيرآباد ۾ فلاڻي هنڌ هڪ ٿلهو هوندو هو جتي اسان ننڍي هوندي راند ڪنديون هيوسين. اهو اڃا آهي؟ ڊومڻ واهه پرسان فلاڻي شيءِ آهي، فلاڻو مندر آهي. سنڌ ۾ چندر ۽ جيوٽي ٻائيءَ جا رڪارڊ اڃا وڄندا آهن؟ ۽ ٻيا ڪيترا ان قسم جا سوال...

پنهنجي ملڪ ڪان پري رهي، هر انسان پنهنجي وطن جي هر شيءَ کي ياد ڪري ٿو. پنهنجي وطن جي خراب شيءِ به ٻاهر سٺي لڳي ٿي، خاص ڪري پنهنجي ڳوٺ جي. جيئن هن وقت منهنجي دماغ ۾ ڳوٺ جي هر ڪا شيءِ ڦري رهي آهي...... شام جي وقت اسٽيشن روڊ تي ٿڌي هوا. احمد نونيءَ جا ڪواب، درياءَ جو ڪنارو، ڪشادي هوادار درگاهه ۽ ان جي مٽڪن جو ٿڌو پاڻي، شمن جو دڪان، اسڪولن جو شاندار ۽ وڏيون عمارتون ۽ پڪا رستا ـ توبه نعوذباالله نه هئا نه آهن. ادا معاف ڪجانءِ. ذرا جلديءَ ۾ اسڪولن ۽ رستن جي تعريف لکي ويس. ها، سو مون توسان ڳالهه نرملا ديويءَ جي پئي ڪئي، جا آخري پساهن ۾ هوندي به هيرآباد جون ڳالهيون ٻڌي باغ باغ ٿي رهي هئي. آءُ ڪيس مختصر طور هر سوال جو جواب ڏيندو رهيس. ڪي ڪي ٻارن جهڙا سوال هئا. ڪي گهري سوچ ۽ فڪر بعد جواب ڏيڻ جهڙا سوال. ڪي اندر ۾ اڌما ۽ ولوڙ پيدا ڪرڻ

جهڙا سوال هئا تہ ڪي سوال فقط ڪيا ويندا آهن، جن جو ڪوبہ جواب نہ ٿيندو آهي. ڪن سوالن جو جواب مسڪراهٽ هوندو آهي.

ادا هي خط جو آخري حصو آءٌ ڪولمبو جي هڪ مقامي هوٽل مان لکي رهيو آهيان. هيءَ هوٽل هڪ ٽڪريءَ تي آهي. هتي ڪيتريون ئي هوٽلون تمام سهڻين جڳهين تي آهن. چوڌاري ساوڪ ۽ سمنڊ آهي. پري پري تائين ٻيڙيون تري رهيون آهن ڇڻ تہ هوٽل جي سافٽ ميوزڪ ٻڌي لمي رهيون هجن. اسان جو جهاز بہ بلڪل چٽيءَ طرح نظر اچي رهيو آهي. ڏکڻ طرف تمام پري پري ڪان هڪ جهاز نمودار ٿيو آهي ۽ هن طرف وڌي رهيو آهي. سڀاڻي اسان بہ ڪولمبو کي خيرباد چئي ان طرف ڪوچ ڪنداسين ۽ افق جي پٺيان گم ٿي وينداسين. چڱو وڌيڪ ٻي فرصت ۾.

گهڻي سڪ وچان.

# چٽگانگ

چٽگانگ جي بندرگاهه ۾ اسانجي جهاز کي ٽيون رات اندر اچڻ جي جڳهه ملي. ٻه ڏينهن اڳ بندرگاهه کان پندرهن ميل کن پري اچي لنگر ڪيرايوسين. جيسين اندر جڳهه خالي ٿئي. بري ۽ هوائي آمدرفت سان گڏوگڏ بحري ٽرئفڪ به ايتري وڌي وئي آهي، جو دنيا جي هر بندرگاهه تي اندر گهڙڻ کان اڳ ڪجهه ڏينهن ٻاهر انتظار ڪرڻو پوي ٿو، جيسين وارو اچي. چٽگانگ ۾ هن کان اڳ به ٻن سالن لاءِ آءٌ رهي چڪو آهيان. ان ڪري چٽگانگ سان منهنجيون ڪيترون ئي ڪڙيون منيون يادون وابسته آهن. نه صرف چٽگانگ سان پر سڄي بنگال سان. هينئر پورن چئن سالن بعد آيو آهيان. ڪافي تبديليون نظر اچي رهيون آهن. شهر ۽ آسپاس وڌيڪ سهڻو ٿي پيو آهي. جيتري ترقي بنگال ۾ هن موجوده (ايوب خان جي) دؤر ۾ ٿي آهي، اوتري ڪڏهن نه ٿي. ٻپني بتن (ٿي منزله خوبصورت مارڪيٽ) جهڙي مارڪيٽ هن وقت سڄي پاڪستان ۾ نه آهي. ان کان علاوه اسٽيل مل، بندرگاهه ۽ ريلوي اسٽيشن ڏسڻ وٽان آهن. ڪاش تون به هجين ها ته ٻپني بتن ۾ گڏجي شاپنگ ڪريون ها. الماس ۽ خورشيد محل سئنيمائن ۾ فلمون ڏسون ها، خيام هوٽل ۾ پاڳلن وانگر ڊانس ڪيون ها. بشير وانگر هٿ هٿ ۾ ڏئي راز جون ڳالهيون وچ رستي تي، سنڌيءَ ۾ زور زور سان ڪريون ها، (چوته هتي ڪوبه سنڌي سمجهڻ وارو ڪونهي). چٽگانگ ميڊيڪل ڪاليج جي شاگردن سان پڪنڪ ۾ گڏ حصو ونون ها. چيني هوٽل ۾ گانگٽ ۽ ڪيڪڙا کائون ها. خدا جو قسم مزو اچي وڃي ها.

هتي ڪي ڪي ڳالهيون اهڙيون ٿينديون آهن، جو ڏاڍي کل ايندي آهي. مثال طور منهنجي هڪ انجنيئر ساٿي کي اهو وهم ويٺل آهي ته جهاز جي انجڻ جي گوڙ ڪري اسان روز بروز ٻڌڻ جي طاقت وڃائي رهيا آهيون. هڪ دفعي انجڻ روم ۾، جنهن وقت هن ٽيليفون ڪنيو، ان وقت اتفاق سان خراب هو ۽ چٽيءَ طرح ٻڌي نه سگهيو جو بعد ۾ نيڪ ٿي ويو ۽ مون ڪنيو ته صاف ٻڌڻ ۾ پئي آيو. پر هن جوان جو شڪ ٿوري پڪ ۾ بدلجي ويو.

كالھہ چٽگانگ جي نيومارڪيٽ ۾ ڏاڍو مزو ٿيو. ڪتاب پئي ورتاسين، ھڪ ڇوڪري بہ پر ۾ بيھي پنھنجي پسند جا ڪتاب پئي ڳوليا. سڀ پنھنجو پاڻ ۾ مشغول ھئاسين. ٿوري دير بعد مون کي آڳر سان اشارو ڪيائين تہ، ”ڇوڪريءَ ڇاڇيو؟“

”الائي، آءٌ تہ پري بينو آھيان. توکي ڪجھہ چيائين تہ وري ڪٺي پڇينس.“ مون وراڻيومانس.

تنھن تي منھنجي دوست ھن طلائي مڇيءَ جھڙي چست ۽ سمارٽ بنگالي دوشيزه ڏي مڙي بنگاليءَ ۾ پڇيس، ”مِس! تُمي ڪِڇُو بولِڇو؟“ (محترمہ توھان ڪجھہ چيو.....؟)

ڇوڪريءَ ڦھري نگاھن سان جيئن ئي ڏٺو تہ آءٌ ڊڄي ويس تہ اجايو سٽل ڪتن کي ٽڏا ھنيا اٿئون پر پوءِ ھن ڪنڌ ۾ رکيل پيڪدان ۾ ٿڪ اڇلي چيو:

”اَمي ڪِي پاگول ھوئي، گيسي، ڪي تُماڪي بولبو! اَمي تو پان ڪائتسي.“ (منھنجو دماغ تہ خراب نہ ٿيو آھي، جو خواھمخواھ توکي ڪجھہ چوندس، آءٌ تہ پان ڪائي رھي آھيان.)

جھاز تي منھنجي پاسي واري ڪئبن ۾ زمان رھي ٿو. ڪيس ٽيپ رڪارڊر آھي جيڪو صبح شام، آنڌيءَ مانجھيءَ، مھلو ڪمھلو وڄندو رھيو ٿي ۽ ساڳيا گانا ساڳي Sequence ۾ فل آواز ۾ وڳا ٿي. گانا بہ وري ڪھڙا ـــ ’مين ني ڪھا سلام عليڪم‘، ’پاپي نھين تو ميري مان ھي‘، ’گول گپي والا آيا‘، ۽ ٻيا اھڙي قسم جا گانا جن کي ھر ھر ٻڌي چريو تہ چريو ٺئي پر سڻئون بہ چريو ٺئي. ڪيترو سمجھايوسين تہ اسان جي ننڊ ٿي ڦٽي، موڊ ٿي آف ٿئي ۽ نثار وسطڙي وانگر ھٿ (ٻانھن سميت) ٻڌي ليلايوسين، ”ھيڏانھن او ھيڏانھن. واسطي الله جي معافي ڏي، مٿي ۾ اٿئون سُور، ڏاڍو.“ پر حرام سوئر جو ٻڌي.

اڄ صبح جو اٺ سان اسان جي گھٽيءَ ۾ قبرستان جي خاموشي ھئي. دل ۾ چيم تہ شڪر آھي، اسان تي رحم آيو آھيس. پر پوءِ معلوم ٿيو تہ ڪو ٻيو انجنيئر ٽيپ رڪارڊر جي ربن مٿان چقمق (Magnet) ڦيرائي، سڀ گانا ڊاھي ويو اٿس ۽ ھي انھيءَ فڪر ۾ آھي تہ گانا اوچتو غائب ڪيئن ٿي ويا. (دراصل ٽيپ

جي ربن ۾ لوهہ جا تمام سنها سنها ڏگها ٽڪرا ٿيندا آهن جي آواز ٽيپ ڪرڻ وقت ان مطابق پاسيرا ڪنڊائتا ۽ سڌا ٿي بيهندا آهن.) چقمق ڦيرائڻ سان اهي ذرڙا پنهنجي پهرين پوزيشن وجائي، چقمق جي چڪ مطابق ٿي بيهنا ۽ اسان جو جوان ۽ اسين آواز لاءِ سڪندا رهياسين. رات سندس ئي اڳيان ڪنهن رومال ۾ چقمق ويڙهي ٻن سيڪنڊن لاءِ گهمايو ۽ اتي جو اتي گانا ختم ٿي ويا.

جهاز ۾ سڀ کان مزيدار انسان ڊاڪٽر آهي. ڪيس ڊاڪٽريءَ کان علاوه سڀ ڪجهہ اچي ٿو. ڪڏهن ڏس تہ اليڪٽريڪل انجنيئر سان بجليءَ تي پيو بحث ڪندو، تہ ڪڏهن مڪينڪل انجنيئر سان مشين جي مڪينزم پيو سمجهندو. ڪراچيءَ ۾ هڪ جرمن انجنيئر آيو هو، جو اسان سيني انجنيئرن کي هن جهاز بابت سمجهائي رهيو هو تہ هن جي اسٽيرنگ گيئر Steering Gear ڪيئن ٿي ڪم ڪري. ڊاڪٽر صاحب کو اچي لنگهيو. ميڙ ڏسي پاڻ بہ اسان سان شامل ٿي ويو. وري ان تي طرو اهو تہ اسان کان بہ وڏيڪ سوال هي پيو پڇي. ڪالهہ سگنلنگ Signaling سکي رهيو هو. ٿوري ٿوري ٻڌو اٿم تہ سمگلنگ بہ ڪندو آهي. مثال طور: ڪراچيءَ مان سوپاريون ۽ ڦوٽا وٺي سلون ۾ مائٽن کي وڪڻي ڏيندو آهي (جتي خود سستا آهن). يا چٽگانگ مان واچون وٺي دبئي يا عمان ۾ پنهنجي ڪاليجي ڊاڪٽرن جي مٺي ۾ هڻندو آهي. هر دفعي چڱو چوکو نقصان رسندو اٿس. ڪڏهن بہ مون ڪيس مريض تپاسيندي يا دوا ڏيندي نہ ڏٺو. ان ڪري اسان جي شعور ۾ اها ڳالهہ ئي وينل ڪانهي تہ ڊاڪٽر صاحب جو اصل ڪم ڪهڙو آهي. هڪ ڏينهن سڀ دوست گڏ وينا هئاسين. هڪ جي طبيعت خراب هئي، سو ريڊيو آفيسر سان صلاح مشورو ڪري رهيو هو تہ پيٽ نيڪ نہ اٿم. انٽرو وايوفارم گوريون کانوان يا سلفا گونوڊن؟ ڪنهن کي بہ اهو خيال نہ رهيو تہ سڄو سارو ڊاڪٽر وينو آهي، هي آخر ڪهڙي مرض جي دوا آهي ۽ پاڻ بہ وري اهڙو ڪيجي جهڙي پتِ. جڻ تہ ڊاڪٽري جي 'ڊ' کان بہ واقف نہ هجي.

هڪ ڏينهن سنجيدو ٿي سمجهايومانس تہ پنهنجي ڏنڌي سان شوق رک، نہ تہ اهي افعال رهي تہ ائناٽامي کان وري شروع ڪرڻو پوندءِ. پنيان ڪو ٻڌي رهيو

هو تنهن ٺوڪ طور چيو: ”ائناٽامي.....؟ هون! ـ ڏهين جماعت جي ’علم بدن‘ کان.“ ۽ سڀ کلڻ لڳا.

هونءَ ويچارو آهي ڏاڍو شريف. ٻين جي آرام جو ڏاڍو خيال ٿيندو اٿس. ڪڏهن بہ بي وقت ملڻ ايندو تہ دروازي تي آهستي آهستي ائين ڪٺ ڪٺ ڪندو، ڄڻ تہ ڪنهن مريض جي Abdomen کي نونگا هڻي ٽپاسي رهيو هجي. جُوا ۾ آخر تائين توڙ ڪرڻ تہ ڪو ڪانئس سکي. سڄي سڄي رات ويهي صبح ڪندو. فلئش پئي هلندي. ڊالر ختم ٿيندا تہ روپيا. روپيا ختم ٿيندا تہ سگريٽ نڪرندا. سگريٽ کٽا تہ ڪوڪاڪولا جي ٻاٽلين تہ بہ ڪم ساڳي زور شور سان پيو هلندو ۽ پوءِ انهن جي ڏِڪن تي. ڪيرم يا ڪنهن ٻي راند ۾ ڪنهن رانديگر جي ڪوٽ ٿيندي تہ سيني کي ڊاڪٽر جو وجود ياد ايندو.هن کي وجي ننڊ مان بہ اٿاري ايندا. واندو ماڻهو جو ٿيو. هونءَ بہ راندين ۾ تہ پڙُ آهي. پنهنجي ڪاليج جي هاڪي ، ڪرڪيٽ ۽ فوٽ بال ٽيم جو ڪئپٽن هوندو هو. ٻئي سال فيل ٿي پيو. پر ’فارماڪالاجي‘ جي پروفيسر ـ جيڪو راندين جو انچارج هو، پاس ڪري ڇڏيس. ٿرڊ ايئر ۾ ڊراما ۽ ڪاليج فنڪشن ۾ زور شور سان حصو ورتائين. ساليانی ’سئمنگ گالا‘ ۾ نمبر کنيائين. پئٿالاجي جي پروفيسر (جنهن کي پئٿالاجيءَ کان وڌيڪ پيار ڊرامن ۽ سئمنگ گالا سان هو) کي صبح شام سلام ڪندو هو ۽ نتيجي کان اڳ ڪيس پروسو هو تہ ٿرڊ ايئر جي مصيبت بہ ٽري. چوٿين سال ۾ امتحان نہ ٿيس. آخري سال ۾ جورس پروفيسر جي ٽيون نمبر ڪاري ڌيءُ ۽ ميڊيسن جي پروفيسر جي وڏي ڌيءُ (جنهن سان ڪو شادي ڪرڻ لاءِ تيار نہ هو) سان هڪ ئي وقت عشق ڪيائين. چڱو خوبصورت جوان آهي. امتحان جي رزلٽ نڪرڻ تائين ٻنهي ڌرين کي الڳ الڳ شاديءَ لاءِ ڏٽا ڏيندو رهيو. ان بعد ڪين ائين ڏسڻ لڳو. ڄڻ چئي رهيو هجي تہ معاف ڪجو، مون شايد اوهان سان گذريل جنم ۾ پيار ڪيو هجي تہ هجي، هي جنم منهنجو جنم آهي، جنهن ۾ گذريل جنم جون غلطيون ڪرڻ نٿو چاهيان.

پڙهڻ ۾ اهڙو صفا چٽ بہ نہ هو، گائني جهڙن سبجيڪٽن ۾ تہ اعزازي نمبر کنيائين. سندس ڪلاس ميٽ اڃا بہ چوندا آهن تہ Gynecology by Jeffcords

ڪتاب ته ڇڻ ته پاڻ لکيو هجيس، جيتوڻيڪ ’سرجري باءِ لو اينڊ بيلي‘ ۽ ’ميڊيسن باءِ ڊئوڊسن‘ جهڙن مشهور ڪتابن جا سوين صفحا سندس شڪل کي ترسندا رهيا. تعليم بعد ڪجهه وقت هائوس جاب ڪيائين پر غلط سلط ائناٽامي وارن مريضن ۽ سڪل ڇاتين وارين نرسين کي ڏسڻ سان اچت ئي دل ڪٽي ٿي پيس. اسپتال جو گندو ماحول ڇڏي جهاز جي وڏيڪ گندي ماحول ۾ اچي نڪتو. ڪيس دنيا ڏسڻ جو شوق هو جيڪو ائين پورو ٿي سگهيو ٿي. بهرحال اڄ جيڪڏهن اسان وٽ هي ڊاڪٽر نه هجي ها ته اسان جون ڪچهريون اڌوريون رهجي وڃن ها. ڪيرم ۽ ٽيبل ٽينس راند جا هفتيوار پروگرام فنا ٿي وڃن ها.

منهنجو هن جهاز تي سڀ کان پڪو دوست اڪبر آهي. پنهنجي ڪم سان ڏاڍو چاهه اٿس. سخت محنتي ۽ سخت جان آهي. مشڪل وقت اچڻ تي رات ڏينهن ڪم ڪندي به نه ٿڪبو آهي. اوجاڳي، پورهئي ۽ هرڳالهه جو پڪو آهي، سواءِ بڪ جي. مانيءَ جو وقت ٿيو ته پوءِ دنيا جي ڪابه طاقت ڪيس ترسائي نه سگهندي. کائڻ جو به مڙس ماڻهو آهي. وات اندر وڏا وڏا گرانهه ائين وجهندو آهي، ڄڻ مينهن کان ٽپڙ اندر ڪجن.

هر شهر جي وڏي ۾ وڏي هوٽل ۾ ماني کائڻ سندس خاص هابي آهي. پئسا چاهي پورا پُنا هجنس، پر بل هميشه پاڻ ادا ڪندو آهي. پاڻ سان گڏ وٺي هلڻ جو شرف هميشه مون کي حاصل ٿيندو آهي. پر آءٌ پڄندو رهندو آهيان ڇو جو جڏهن ماني کائي ٻاهر نڪرندا آهيون ته آءٌ هميشه پگهر ۾ شل هوندو آهيان، جو هن جي ٻين عادتن سان گڏ اها عادت پڻ آهي ته هوٽل مان نڪرڻ وقت ڪانٽا، ڇريون ۽ چمچا پنهنجي ڪيسي ۾ به وجهي نڪرندو آهي ته منهنجي ۾ به. ۽ پوءِ ٻاهر نڪرڻ وقت ظاهر آهي منهنجون ٽنگون ائين پيون ڏڪنديون آهن ڄڻ پنگ پيون چاڙين. ذري ذري پنيان پيو نهاريندو آهيان ته ڪو هوٽل جو بئرو جهلڻ جي لاءِ ته ڪونه ٿو اچي. ان ڪري ئي هن سان گڏ ماني کائيندي ڪيٻائيندو آهيان جو آخر ۾ مزو ڪرڪرو ڪري ڇڏيندو آهي.

پنهنجو حال ٻائي مون کي ناهيو اٿس. اصل قاسي ويو آهيان. پنهنجي ناڪام عشق جو قصو ـ اجا به ”اصل وڏو قصو“، پنجويهه دفعا ٻڌائي چڪو آهي.

مون کي ٻه سمجهه ته الف کان ي تائين برزبان ياد ٿي ويو آهي. ايتري قدر جو اهو ورجائيندو پاڻ ڪٿي هٻڪندو يا پلبو آهي ته آءٌ لقمون ڏيندو آهيان ته پوءِ هن توکي هيئن چيو يا تو هن کي هيئن چيو. هميشه پنهنجا احسان پيو جتائيندو آهي، ته: مون هن خاطر هي ٻه ڪيو، هو ٻه ڪيو. هاڻ پلا ڪيس ڪير سمجهائي ته عورت اها شيءِ آهي جنهن لاءِ سيزر پنهنجي لشڪر کي ٻه وساري ڇڏيو. بهرحال جاني مڙس آهي. دل جو صاف ۽ وفادار دوست آهي. سڄي جهاز جي رونق سندس دم (۽ جنريٽر مشين) سان آهي.

چڱو ادا، هاڻ ته ڪافي رات لڙي چڪي آهي. ٿوري دير سمهي وٺان ڄاڻ ته منهنجي واچ (ڊيوٽيءَ) جو ٽائيم ٿيو.

# لفٿنسا ايئر لائين

هن وقت هي خط جرمن هوائي ڪمپني لفٿنسا جي بوئنگ هوائي جهاز مان لکي رهيو آهيان، اٽڪل ستٽيهه هزار فوٽن جي بلنديءَ تي ڇهه سؤ ميل في ڪلاڪ جي رفتار سان روم (اٽلي) طرف اڏامي رهيو آهي. چند گهڙيون اڳ اسان مصر جي هوائي اڏي قاهرا تان پرواز ڪيو. مصر جي وقت مطابق هن وقت رات جا چار ٿيا آهن. مصر جو وقت پاڪستان جي وقت کان ٽي ڪلاڪ پنتي آهي. هتي پاڻ کان ٽي ڪلاڪ پوءِ سج ايري ۽ لهي ٿو. ان ڪري تو وٽ صبح جا ست وڄي چڪا هوندا ۽ سج پوري آب تاب سان اوير ڏي چمڪي رهيو هوندو، پر هتي اجا آسمان تارن سان جهنجهيو پيو آهي.

توکي تعجب لڳندو ته آءٌ سمنڊ سان تعلق رکندڙ هتي هوائي جهاز ۾ ڪيئن سفر ڪري رهيو آهيان، ڪيڏانهن وڃي رهيو آهيان ۽ ڇو وڃي رهيو آهيان؟

ته ٻڌ پيارا. پاڪستان جي وڏي جهازران ڪمپني ’نئشنل شپنگ ڪارپوريشن (N.S.C)‘ جنهن ۾ آءٌ انجنيئر جي حيثيت سان ملازم آهيان، ان جو ڇويهون نئون جهاز ’سندربن‘ نالي يوگوسلاويا ۾ ٺهي راس ٿيو آهي ۽ هن مهيني جي اناويهين تاريخ ملندو. ان لاءِ آءٌ ۽ ٻيو اسٽاف يوگوسلاويا وڃي رهيا آهيون، جيئن اهو جهاز پاڪستان آڻي سگهون. نئشنل شپنگ ڪارپوريشن، جيڪو پي. آءِ. اي وانگر سيمي گورنمينٽ ادارو آهي، جا ڪجهه سالن ۾ ترقي ڪئي آهي تنهن ڪي سڄي دنيا قدر جي نگاهه سان ڏسي ٿي. سندس اجا وڌيڪ جهاز ڪيترن ئي ملڪن ۾ ٺهي رهيا آهن.

’سندربن‘ جهاز، يوگوسلاويا جو، اسان لاءِ ڪو پهريون ٺهيل جهاز ناهي. هن کان اڳ به اسان ڪيترائي جهاز هتان خريد ڪري چڪا آهيون، جهڙوڪ ايم - وي اباسين، ايم - وي چناب، ايم - وي رنگامٽِي، ايم - وي ٽئڪسلا ۽ ايم - وي موهن جو دڙو. (ايم. وي موٽر Vessel جو مخفف آهي. ۽ انهن جهازن ڪي سڏبو آهي جيڪي ڊيزل تي هلن). جيئن ته هي جهاز ۽ مٿي بيان ڪيل جهاز، بيهڪ ۾

انجڻ جي لحاظ کان هڪجهڙا آهن. انهيءَ ڪري کين سسٽرشپ Sister Ship سڏجي ٿو.

يوگوسلاويا ۾ ڪيترائي جهاز ناهيندڙ ڪارخانا آهن ۽ هي ملڪ مشينري ناهڻ کان مشهور آهي. ساڳئي ڪارخاني پاڪستان جي هڪ ٻي جهازران ڪمپني ’پاڪستان شپنگ لائين‘ لاءِ ٻه ٻه جهاز، ايم.وي باغ ڍاڪا ۽ ايم. وي باغ ڪراچي ناهيا، جي پڻ مٿين جهازن جهڙا آهن. سيني جهازن ۾ سڀي رهائش ايئرڪنڊيشنڊ رکيل آهي، سامان جي سلامتي ۽ حفاظت لاءِ موڪري ۽ گهٽي جڳهه نهيل آهي. ۽ اهي سڀ جهاز سلزر انجڻ تي هلن ٿا.

يوگوسلاويا جي هن اداري پاڪستان جي جهاز سازي صنعت ۾ ڏاڍي مدد ڪئي آهي. هن جي گڏيل مدد سان ڪراچي شپ يارڊ پهريون جهاز ’العباس‘ گڏريل سال ناهيو ۽ هاڻي ٻيو جهاز ايم. وي شالامار اسان جي ڪمپنيءَ لاءِ ناهيو رهيو آهي. بهرحال هن وقت اسان سندربن جهاز جي ادائگي لاءِ يوگوسلاويا جي شهر ’اسپلٽ‘ وڃي رهيا آهيون. هي هوائي جهاز اسان کي روم(اٽلي) ڇڏيندو. اتي ڏينهن ٻه رهي پوءِ يوگوسلاويا جي ايئر لائين T.A.J ۾ يوگوسلاويا جي شهر ’زگرب‘ وينداسون. اتان اسان کي وري ٻي هوائي جهاز ۾ چڙهڻو پوندو، جو ’اسپلٽ‘ شهر ۾ اچي ڇڏيندو جتي اسان جو جهاز ٺهي چڪو آهي.

اسان جي هن هوائي جهاز، ڪراچي پوري ساڍي ڏهين بجي ڇڏي. هي هوائي جهاز ٽوڪيو. هانگ ڪانگ، رنگون، سنگاپور ۽ ڪلڪتي کان ٿي پوءِ ڪراچيءَ اسان کي کڻڻ آيو هو. ڪراچيءَ مان اسان روم لاءِ چڙهياسين ۽ هڪ عورت دهران لاءِ. جهاز ڪراچيءَ کان پوءِ دهران ترسيو، ان بعد قاهرا ڪافي وقت ترسيو ۽ اسان کي گهمڻ لاءِ ڪافي وقت ملي ويو. هاڻ ڇئن ڪلاڪن بعد روم پهچندو، جتان پوءِ پنهنجي منزل فرئنڪفرٽ (جرمني) روانو ٿي ويندو.

جهاز ۾ اٽڪل سؤ کن مسافر آهيون. هر قسم جا مسافر يعني، جپاني، برمي، عرب ۽ يارتي سفر ڪري رهيا آهن. منهنجي ساڄي پاسي دريءَ وٽ منهنجو بنگالي دوست زمان وينو آهي ۽ کاٻي پاسي هڪ خوبصورت............ يلا سوچ ڪير آهي.........؟ ............ مر نه ۽ نه ٿڌا شوڪارا ڀر. ڇوڪري ٻوڪري

ڪانهي ڪا، پر هڪ خوبصورت پنڪي سان سٺ ستر سالن جو پوڙهو سڪ وينو آهي، جنهن ڪنگهي ڪنگهي اوسي پاسي وارن جي ننڊ حرام ڪري ڇڏي آهي. اهو ئي سبب آهي جو وقت ڪاٽڻ ڪارڻ تو جهڙي دلبر دوست کي خط لکي رهيو آهيان. ڇا ڪجي ننڊ نه اچي ڪانه ٿي ۽ نه ئي رات ڪٽندي. ڇو نه هي جهازايتري نه تيز رفتار سان وڃي رهيو آهي جو آخري منزل جرمني پهچندو نه به رات هوندي. ڪراچي کان روم يارهن ڪلاڪن جو سفر آهي ۽ پاڪستان جي وقت مطابق روم ۾ ڏينهن جو ساڍي نائين بجي پهچنداسين. پر روم جي وقت مطابق اتي صبح جا پنج هوندا ۽ اجا اونده هوندي، ڇو جو روم ۾ سج پاڻ کان چار ڪلاڪ دير سان ٿو ايري.

اهڙي نموني هي جهاز سڄو سفر رات ۾ پورو ڪندو. دراصل رات ۾ بحري يا هوائي جهاز هلائڻ سولو رهي ٿو. ڏينهن جو فقط سج آهي، پر رات جو ڪيترائي تارا آهن ۽ رستو ڳولڻ ۾ آساني ٿي رهي. جيتوڻيڪ دنيا جو هڪ هڪ حصو نقشن تي ماپيل ۽ ميل آهي، ان هوندي به تارا وڏي مدد آهن. ان کان علاوه جهاز کي هوائي اڏي تي هيٺ لاهڻ ۾ پڻ آساني ٿئي ٿي. اجا جهاز بلنديءَ تي ئي هوندو آهي، نه هوائي اڏي وارا، جنهن رستي تي هوائي جهاز کي لهرائڻو هوندو اٿن، ان جي ٻنهي ڪپرن تي لڳل سفيد ۽ آسماني بلبن جون قطارون ٻاري ڇڏيندا آهن، جي شهر جي بتين کان بلڪل الڳ ۽ صاف نظر اچن ٿيون. اهو ئي سبب آهي جو هوائي اڏو شهر کان ٻاهر ٺاهيو وڃي ٿو. ڪراچيءَ يا حيدرآباد جو هوائي اڏو وري به ايترو پري ناهي. ڪن ڪن شهرن جا هوائي اڏا نه ٽيهه چاليهه ميل به پري ٿين.

جهاز سعودي عرب جي هوائي اڏي دهران تي پورن ٽن ڪلاڪن بعد پهتو. ڪجهه مسافر لٿا ۽ ڪجهه چڙهيا. ٻه جرمن هڪ فرينچ ۽ ٻه عرب زال مڙس پنهنجي عربي لباس ۾ چڙهيا. عربي لباس اهڙو نه نهي رهيو هو، جو ٻاهرن ملڪن جا سڀ ماڻهو هتي جي روايتي لباس کي تعريف جي نگاهن سان ڏسڻ لڳا. ڪراچي مان جيڪڏهن ڪو ديسي لباس ۾ چڙهي تو سوٽ ڪوٽ کان وڌيڪ

سمارٽ لڳي ها. ڏنو وڃي ته هر ملڪ جو لباس سندس ملڪ جي موسم، رواج ۽ تهذيب مطابق درست ۽ آرامده آهي.

سنڌ جهڙي گرم علائقي ۾ سُٽڻ کان وڌيڪ آرامده لباس ڪهڙو ٿي سگهي ٿو....؟ سائنس پڻ اهو ثابت ڪيو آهي ته سُٽڻ جا گهٽا وَرَ جو Vacuum خلا پيدا ڪن ٿا، سو گرميءَ ۽ سرديءَ کان بچائي ٿو ۽ ايئرڪنڊيشننگ جو ڪم ڏئي ٿو.پر اسان خبر ناهي ڇو مغربيت جي انڌي تقليد ڪري رهيا آهيون. هو تنگ سوٽ پائيندا ته اسان به هنن سان برابري ڪرڻ لاءِ اهو ئي لباس اوڍيندا سين. يورپ جون عورتون وار ڪترائينديون ته اسان جون عورتون به وار ڪترائڻ ۾ فخر محسوس ڪنديون. اهو ڪڏهن به نه سوچينديون ته ڊگها يا ڪارا وار ته سونهن جي نشاني آهن ۽ يورپ جي موسم اهڙي آهي جو عورتون وڏا وار رکائي نٿيون سگهن ۽ مجبور ٿي هنن کي ننڍا ڪرائڻا پون ٿا.

خير ادا مان توکي ڳالهه هن عرب جوڙي جيڪي پئي ٻڌائي، جي عربي لباس ۾ دهران جي هوائي اڏي تان چڙهيا. ٻئي ڄڻا اهڙا ته ٿلها هئا، جو ڇا ڳالهه ڪجي. جيڪي ڪجهه ٿلها مسافر اڳ وينل هئا تن به شايد اهڙا ٿلها ماڻهو اڳ نه ڏٺا هئا، جو انهن جو به ڏسڻ سان وات ڦاٽي ويو. سندن ويهڻ جي جاءِ بلڪل اڳيان هئي سو جهڙو اڳيان وڌي رهيا هئا ته ڪنهن پنيان چيو: ”هاٿي جهاز جو اڏامڻ ناممڪن آهي. قاهرا تائين خشڪي ذريعي هلندو.“ اسان کي دهران جي هوائي اڏي تي لهڻ جي اجازت نه هئي ۽ سڀ اچي پوءِ قاهرا (مصر) لٿاسين. پر دهران ۾ جهڙو ئي جهاز بيٺو ته اسان ٻن ٽن ڄڻن لهڻ جي ڪوشش ڪئي ته ايئر هوسٽس لهڻ کان منع ڪندي چيو ته هينئر نه لهو پوءِ لهجو. تنهن تي منهنجي دوست پري کان ئي دانهن ڪندي چيو: ”بابا، هينئر ڪير نه لهي، جهاز هلي ته پوءِ در کولي لهجو.“ بهرحال هن جو اهو ئي مطلب هو ته هن هوائي اڏي تي نه پر پوءِ ايندڙ قاهرا جي هوائي اڏي تي لهجو. جهاز ۾ به دفعا ماني ڏني اٽئون پر سوئر جو گوشت هئڻ ڪري اسان مان ڪنهن به نه کاڌي. ان کان علاوه ٻيو جيڪو کاڌي لاءِ ڏنائون سو به نيڪ طرح پچيل نه هو. چانهه ۽ ڪافي به بيڪار ۽ ٺريل ملي. هنن مڙني ڳالهين کان، وقت جي پابنديءَ کان، خدمت ۽ آرام کان اسان جي پي. آئي.

اي بهتر آهي. اهو ئي سبب آهي جو گهڻا مسافر P.I.A کي سفر لاءِ چوندين ٿا ۽ سندن جهاز هميشه مسافرن سان ٽمٽار رهن ٿا. اسان به اڳواٽ Reservation نه ڪرائڻ ڪري پي آئي اي جي جهاز ۾ جڳهه وٺي نه سگهياسين ۽ هن لفٽنسا جرمن جهاز ۾ سفر ڪري رهيا آهيون. منهنجي پر ۾ وينل سک کي به دفعا گهرڻ تي به جڏهن پاڻي نه مليو ته ايئرهوسٽس کي پنهنجي منهن ڏاڍيون پنجابيءَ ۾ گاريون ڏنائين. بقول اسان جي شڪارپور جي زين پناڻ جي، هٿ تي رومال ويڙهي بجو ڏنائين، جيئن امن به قائم رهي.

هن جهاز ۾ خدمت لاءِ ڪل چار ايئر هوسٽس آهن. ٻه جرمن ۽ ٻه جپاني. توکي تعجب ته لڳندو ته جهاز جرمن تي ڪري جپاني ايئرهوسٽس ڇو رکيون اٿن. ڇا جرمن ڇوڪرين جي ڪوٺ آهي؟ پر نه اصل ڳالهه هيءَ آهي ته ٻي جنگ عظيم کان پوءِ جرمن ڇوڪريون کو ورلي نوڪريون ڪن ٿيون. ٻي جنگ عظيم کان پوءِ جرمنن اهو فيصلو ڪيو ته هر هڪ پنهنجي پنهنجي ڊيوٽي پوري ۽ سچي دل سان سرانجام ڏئي. مرد جو ڪم آهي آفيسن، ڪارخانن ۽ زمينن تي ڪم ڪرڻ ۽ سپاهي تي ملڪ جي حفاظت ڪرڻ ۽ عورت جو صحيح مقام گهر آهي. ڪيس ڪپي ته اعليٰ قسم جي House Wife (گهريلو عورت) ٿي رهي ۽ ٻي هر ڪم کان آجي ٿي گهر ۾ ٻارن جي چڱي سار سنڀال لهي، جو سندس گهر ملڪ جو اعليٰ گهر سڏجي ۽ ٻار، ملڪ ۽ قوم لاءِ فخر ثابت ٿين.

ان فيصلي تي ڪيتري قدر عمل ڪيو ويو ان جو اندازو ان مان لڳائي سگهجي ٿو ته جرمني ٿوري ئي عرصي ۾ ڪيتري ترقي ڪري ورتي آهي. جيتوڻيڪ ٻي جنگ عظيم ۾ سڀ ڪجهه تباهه ٿي چڪو هو ۽ هوندءَ به جرمن عورت جو مثال ان مشهور چوڻيءَ مان لڳائي سگهبو جا اڄڪلهه سڄي دنيا ۾ عام آهي: ”اهڙي گهريلو ۽ وفادار جهڙي جرمن عورت“ ۽ اها پڻ عام چوڻي آهي ته جرمن ڪار ۽ زال ڪڏهن به دوکو نه ڏيندي.

ادا جڏهن به آئون قاهري مان لنگهان ٿو ته منهنجي اکيان اڳيان P.I.A جو اهو حادثو ڦري ٿو جنهن ۾ اسان جا ڪيترائي صحافي اسان کان هميشه لاءِ جدا

ٿي ويا ۽ اسان جي صحافت کي جڻ تہ في الحال يتيم ڪري ويا ۽ اسان جي ملڪ جي بي بها صحافت جي دولت چند گهڙين ۾ لٽجي وئي.

قاهري جو هوائي اڏو چڱو سهڻو آهي. جهاز مان لهڻ سان آئون سڌو هوٽل ۾ آيس ۽ اچي ماني ڪاڌيم. هوٽل جا بئرا جبن ۽ ترڪي ٽوپين ۾ مؤدبانا انداز ۾ بينا هئا، جن کي ڏسي مون کي الائي ڇو الف ليليٰ جون ڪهاڻيون ۽ ان ڪتاب ۾ ڏنل تصويرون ياد اينديون آهن. هتي جي واپارين ۾ بين ڪيترن عرب ملڪن جي ماڻهن جي ئي اها ڇو عادت آهي تہ شل نہ ڪو ٻاهريون ماڻهو ڏسن. اصل ابتي کل لاهيندس. ٽڪي جي شيءِ جو روپيو ٻڌائيندس، پوءِ ڪو واندو هجي جيڪو وينو Bargaining ڪري. (خير گهٽ تہ اسان جي ملڪن جا بہ نہ آهن، پر مصر گهڻو زور آهن). قاهرا ايئرپورٽ تي ڪيترائي دوڪان آهن جن تي هر قسم جون شيون ۽ مصر جي ننڍن ڪارخانن ۽ گهريلو هنرن جون شيون رکيل آهن، پر ڏٺم تہ اگهہ ايڏا تہ ڳرا پئي ٻڌايائون جو ڪنهن جي بہ دل، ڪابہ شيءِ وٺڻ تي نٿي چاهي. پاڪستان خط لکڻ لاءِ ٽڪليون ورتم تہ ان جا بہ ٽيڻا پيسا وٺي ويو. سمجهيم تہ پئي جو هتي جي سڪي جي چڱي طرح ڄاڻ اٿم پر 'ڦاتي تہ ڦٽڪڻ کهڙا' وارو حساب هو. آڌيءَ رات جو کهڙي پوسٽ آفيس جو در ڪڙڪايان.

باقي مصر جي حسن جي ڳالهہ نہ پڇُ. جا تعريف ٻڌي هئم سا اکين سان ڏٺم. شايد دنيا جو ڪو ملڪ مصر جي حسن جو مقابلو ڪري سگهي. مسڪرائيندڙ سدا بهار مشرقي چهرو، اکيون وڏيون ۽ نيري ڍنڍ جهڙيون. انگ انگ ۾ چقمقي ڪشش. مصر جي هر عورت ڪلوپٽرا نظر ايندي. واپسيءَ تي ايئر پورٽ ۾ داخل پئي ٿيس تہ دروازي وٽ دڪان تي هڪ دوشيزه هٽ جو نهيل سامان وڪڻي رهي هئي. آئون جيئن اتان لنگهيس تہ سڌي پٽر جي نهيل ڪلوپٽرا ڏي ڏيان ڇڪائيندي پڇيائين:

"وانٽ ڪلوپٽرا؟(Want Cleopatra)"

مون ان ڪلوپٽرا جي پٿرائين بت ڏي گهٽ ۽ سندس جيئري جاڳندي ڇهري ڏي گهڻو گهوريندي پڇيو:

"مئل يا زنده؟"

منهنجي چوڻ جي نموني مان يڪدم چرچي جو مطلب سمجهي وئي ۽ شرمائڻ لڳي. مشرقي حياءُ سندس چهري مان صاف نمايان هو. منهنجي مستقل تڪڻ تي ساهه منجهڻ لڳس ۽ ڏگها ڏگها ساهه کڻڻ لڳي. ڳچيءَ ۾ سوني زنجير پئي هيس، جنهن ۾ ٻڌل ننڍڙو هوائي جهاز سندس اڌ اگهاڙي ڇاتيءَ تي هيٺ مٿي ٿيڻ لڳو. مون ڪي زياده دير ائين تڪيندو ڏسي وڌيڪ شرمائجي وئي ۽ هوائي جهاز مٿان هٿ رکي چوڻ لڳي:

”هوائي جهاز پسند آهي ڇا...؟“

”نه. هوائي اڏو.“ مون وراڻيومانس.

وڌيڪ چرچو برداشت نه ڪري سگهي ۽ شرم وچان ڪٽي پٽ ڏنائين. سڏ ڪيومانس، پر نه نهاريائين. اتي لائوڊ اسپيڪر تي اعلان ٿيو ته ”لفٿنسا جا مسافر جهاز ۾ پنهنجي جڳهه اچي والارين، جهاز چند منٽن ۾ اڏامڻ وارو آهي.....“

سڀ مسافر هوائي اڏي اندر داخل ٿي چڪا هئا. آءٌ به اڳتي وڌيس. ٿورو ئي اڳتي وڌيو هوندس ته زنده ڪلوپترا سڏ ڪيو: ”تعال هنا. ارجوڪ“

”لا ـ في امان الله ـ يا حبيبي“ هٿ لوڏي جواب ڏنومانس ۽ تڪو تڪو جهاز تي اچي پهتس. سڀ مسافر ويهي چڪا هئا. زمان منهنجو انتظار ڪري رهيو هو. هن ڪي شايد اهو ڊپ هو ته مون ڪي مصر ۾ ڇڏي جهاز هليو نه وڃي.

”ائين ڪبو آهي. ايڏي دير! جهاز هليو وڃي ها ته پوءِ اتي ئي رهجي وڃين ها.“

سيٽ تي ويهڻ سان پنهنجي بهترين موڊ جو مظاهرو ڪندي، فلمي ادا سان چيومانس:

”ته قبلا هينئر وري آءٌ کهڙو توهان سان پيو هلان.“.

”ڇا وڦلي رهيو آهين ـ؟“ زمان وائڙو ٿي ويو. پر پوءِ يڪدم منهنجو چرچو سمجهي وراڻيائين.

”ته دل اتي ئي ڇڏي آيو آهين. هاڻي يورپ ۾ ڇا ٿيندو.“

”پرواهه نه ڪر. دل وئي ته وڏي ڳالهه ناهي. جگر، ڦڦڙ، جيرو، آنڊا ته سلامت آهن. اهي ورهائيندو وتندس.“ ۽ اسان ٺهڪ ڏئي کلڻ لڳاسين. اوسي پاسي وارا

اسان ڏي ڏسڻ لڳا. پر ۾ ويٺل پوڙهي سک کان وڌيڪ صبر نہ ٿي سگهيو، سو ڪنگهندي ڪنگهندي آخر پڇيائين:

”او ڪي گل هي، سانو ٻي تہ دَسو ـ؟“

ادا، هن وقت اٽليءَ مٿان پرواز ڪري رهيا آهيون. اٽليءَ جي مشهور شهر نيپلس جون بتيون صاف نظر اچي رهيون آهن. جنهن بابت رکي رکي پائلٽ ٻڌائي رهيو آهي. اڌ ڪلاڪ اندر روم بہ اچي ويندو. زمان هيٺ بتين طرف ڏيان پيو چڪائي تہ ڏسان، پر آءٌ جلدي جلدي خط ختم ڪرڻ جي ڪوشش ڪري رهيو آهيان. ڀيو خط روم يا يوگوسلاويا مان لکندس. اجهو هينئر مسافرن کي سگريٽ نہ پيئڻ ۽ بيلٽ ٻڌڻ لاءِ چيو پيو وڃي. سو في الحال خط بند ڪري بيلٽ ٿو ٻڌان.

سلام دعائون سڀني دوستن لاءِ.

تنهنجو پنهنجو



جهاز تي چڙهڻ لاءِ ڏاڪڻ، جيڪا گئنگ وي (Gangway) سڏجي ٿي.




پائلٿ بوٿ پائلٿ كي كٹي جهاز ڏي وڃي رهي آهي




خشڪ گودي (Dry Dock) ۾ هڪ جهاز ڪاٺ جي بلاڪن تي بيٺل آهي جنهن جو اڳيون حصو نظر اچي رهيو آهي.



جهاز جو لنگر. وچ سمنڊ ۾ جهاز کي هڪ هنڌ بيهارڻ لاءِ هن لنگر کي سنگهر (Chain) ذريعي هيٺ اڇلايو وڃي ٿو جيئن سمنڊ جي تري ۾ کُپي بيهي.




سمنڊ ۾ ٻڏڻ کان بچاءَ لاءِ لائيف بئاءِ. هي ڪارڪ (تمام هلڪي ڪاٺ) جو ٺهيل ٿئي ٿو ۽ مٿي ئي ترندو رهي ٿو.



1963 جي تصوير جڏهن الطاف شيخ پاڪستان مئرين اڪيڊمي چٽگانگ ۾ مئرين انجنيئرنگ جي تعليم حاصل ڪري رهيو هو.




الطاف شيخ جي سال 1968 جي تصوير جڏهن هن اي.وي اباسين نالي پهريون جهاز ففت انجنيئر جي حيثيت سان Join ڪيو.




ممباسا بندرگاهہ ۾ ان وقت جهاز جو ففت انجنيئر الطاف شيخ ۽ فورٿ انجنيئر

سال 69 ـ 1968



1968 ۾ جڏهن پهريون دفعو جهاز کي دبئي وٺي ويا هئاسين ته اتي جي عورتن پڙدي خاطر پنهنجي منهن کي هن ريت ڍڪيو ٿي ۽ رستن تي ڪابه ڌارئين ملڪ جي عورت نظر نه آئي.

# اسپلٽ (يوگوسلاويا)

## نومبر 1968

ٽيون ڏينهن روم (اٽلي) کان هوائي جهاز ذريعي يوگوسلاويا جي بندرگاهه اسپلٽ Split شهر ۾ آيس. ان ڏينهن روم پهچڻ سان، روم ۾ رهندڙ اسان جي آفيس جي ايجنٽ اسان جو آڌرڀاءُ ڪيو. رهائش جو بندوبست اڳ ۾ ڪري ڇڏيو هئائين. سو اسان سڌو 'هوٽل پئرس' ۾ آياسين، جا وچ شهر ۾ آهي. روم جو هوائي اڏو يورپ جي وڏن هوائي اڏن مان آهي، جتي ڏينهن رات جهازن جا اڻ ڳڻيا قافلا لهندا ۽ چڙهندا رهن ٿا.

يورپ جا ملڪ صفائيءَ کان مشهور آهن. هر شيءِ صاف سٿري ۽ سليقي سان سجايل. رستا ۽ عمارتون چمڪنديون نظر اچن ٿيون. اهڙي صفائي قائم رکڻ لاءِ سرڪار کا ڀنگين جي فوج، سڄي شهر ۾ نه بيهاري ڇڏي آهي. جيڪڏهن هر چپي تي ٻهاريءَ سان ڀنگي بيهارجي ته به اهڙي صفائي قائم ٿي نه سگهي، جيستائين هر هڪ شهر واسيءَ کي خود صفائيءَ جو خيال نه هجي. صفائي رکڻ کان وڌيڪ گندگي نه پکيڙڻ ضروري آهي. هتي ڪچري ڦٽي ڪرڻ لاءِ هرهنڌ ڪونئي کو دٻو رکيل آهي. ائين نه ته جتي سگريٽ پيتو اتي ڦٽو ڪيو، ميوو کائي، کلون اتي ڦٽيون ڪيون يا چاڪليٽ کائي، ڪاڳر هوا جي رحم و ڪرم تي ڇڏي ڏنا ته پيا اڏامن. جپانيءَ ۾ چوٽي مشهور آهي ته: هر ماڻهو جيڪڏهن فقط پنهنجي گهر جي اڳيان گهٽيءَ جو حصو صاف ڪري ته سڄو شهر چمڪندو نظر اچي.

هڙتالون ۽ اسٽرائيڪون هتي به ٿين ٿيون. شاگرد پنهنجي غصي ۽ ٿيل ناانصافيءَ جو اظهار هتي به ڪن ٿا پر اسان وانگر هرگز نه، ته ڳالهه ڳالهه تي اسٽرائيڪ. ۽ غصي ڪڍڻ جو اسان وٽ فقط اهو طريقو رهيو آهي ته پبلڪ بسون ساڙجن. قومي عمارتن کي نقصان رسائجي ۽ بين اکرن ۾ پنهنجو پاڻ کي ۽ ملڪ کي ڇيهو رسائجي. خاص ڪري هر ڳالهه ۽ مسئلي ۾ شاگردن کي دخل

اندازي ڪري ، پنهنجو قيمتي وقت وڃائي هڙتالون ڪرڻ بلڪل زيب نه ٿو ڏئي. اسان جو ملڪ ته اڃا ترقي پذير آهي. اسان جو ته هڪ هڪ منٽ قيمتي آهي. اسان کي ته اهو ڪي ڪرڻ کپي، جنهن سان ملڪ ترقي ڪري ۽ ملڪ جي خوشحالي اسان جي خوشحالي آهي.

جرمنيءَ ۾ هڪ ڪارخاني ۾ مزورن سان گفتگو ڪندي مون هڪ کان پڇيو ته توهان هڙتالون ڇو نه ٿا ڪريو....؟ هن جواب ڏنو: ” Because we can not afford it. اسان لاءِ هڪ ڏينهن جي هڙتال به ترقيءَ جي راهه ۾ رنڊڪ وجهندي جنهن جو اثر وري اسان ديس واسين تي اچ نه ته سپاٽي ضرور پوندو ۽ اسان ٻين قومن جي مقابلي ۾ هڪ ڏينهن پٺتي رهجي وينداسين.“

هاڻ ذرا سوچيو، ڪٿي جرمني ڪٿي اسان جو ملڪ. جيڪڏهن جرمني جهڙي ملڪ لاءِ ڏينهن ٻن جي اسٽرائيڪ قومي ترقيءَ ۾ رنڊڪ آهي ۽ نقصانده آهي ته اسان لاءِ هيتريون اسٽرائيڪون ۽ هيترن ڏينهن لاءِ، ڪيترو خراب آهن. اسان کي گهرجي ته اسان به ان قسم جي ذميداري محسوس ڪريون ۽ اهو ڪي ڪجهه ڪري ڏيکاريون جو سڄي دنيا ۾ باعث تحسين ۽ باعث داد ثابت ٿئي. اسين جيڪڏهن چاهيون ته اسان جا شهر به روم، پئرس، شنگهائي بنجي سگهن ٿا. بلڪ ان کان به سهڻا. بس فقط هڪ مستقل ارادي جي ضرورت آهي.

ادا، روم جتي اڄ ڪجهه ڏينهن اڳ هوس، هڪ تاريخي شهر آهي. اٽڪل چارهزار سال پراڻو چون ٿا. هن ۾ توهان کي پراڻي ۽ تمام نئين قسم جو عمارتون نظر اينديون. دنيا جو وڏي ۾ وڏو چرچ ’سينٽ پيٽرس‘ به روم ۾ آهي. جو واقعي ڏسڻ وٽان آهي. ايترو ته منجهس ڪم ٿيل آهي جو هڪ ٻن ڏينهن ۾ ته ڏسي نه ٿو سگهجي. ان کان علاوه ويٽيڪان سٽي جيڪا دنيا ۾ ننڍي ۾ ننڍي حڪومت آهي ۽ پوپ ٿو حڪومت ڪري، سا پڻ هتي روم ۾ آهي.

شهر ۾ جتي ڪٿي وڏا پٿر جا ۽ ڌاتوءَ جا بت (Statue) نظر ايندا. بگهاڙيءَ جو بت روم جي قومي نشاني آهي. ان بابت چيو وڃي ٿو ته روم ٻن يائرن نهرايو، جن کي ننڍي هوندي ان بگهاڙيءَ کير پياري وڏو ڪيو. شهر جي وچ ۾ سوني گهوڙي جو بت آهي. چيو وڃي ٿو ته جڏهن ان گهوڙي جو سون بلڪل

وٺڙي ويندو، تہ پوءِ روم ختم ٿي ويندو. اسان کي گائيڊ هر شيءِ ڏيکاريندو ۽ ڏسيندو هليو. گهوڙو سڄو سون جو نهيل ناهي، پر سونو پاڻي چڙهيل اٿس، جو ڪٿان ڪٿان لهي چڪو آهي. هڪ همراه اسان مان گائيڊ جو ان ڏي ڌيان ڇڪائيندي چيو: ”هي سون ختم ٿيڻ تي آهي، آيو ڪي آيو. پوءِ روم - توهان جو شهر تہ ختم ٿي ويندو؟“ سڀ کلڻ لڳا.

هڪ وڏي عمارت ’ڪمپيدا گلو‘ نالي جا سؤ کن ويڪرا ڏاڪا هڪ عورت گوڏن پر پار ڪري رهي هئي. گائيڊ ٻڌايو تہ هتي جي عورتن کي اجا اهو وهم آهي تہ ’ٻار نہ ٿيندڙ عورت هي سڀ ڏاڪا گوڏن پر چڙهندي، تہ ٻار ٿي ويندس‘ مون دل ۾ سوچيو تہ پوءِ روم ۽ سنڌ جي انهن عورتن ۾ ڪهڙو فرق آهي جي جهندن ۽ قبرن کي هٿ ٻڌي اولاد جي گهر ڪن ٿيون.

”هيءَ اها جڳهہ آهي جتان مسوليني بيهي تقرير ڪندو هو ۽ هن چوواٽيءَ تي ماڻهن جا ميڙ بيهي اهي ٻڌندا هئا“. اسان جو گائيڊ اسان کي ٻڌائيندو رهيو. ”هتي نيرو روم کي باه ڏيئي پوءِ ويهي چنگ وڄايو هو. هيءَ اها جڳهہ آهي جتي انگريزي فلم Fall of Roman Empire فلمائي وئي هئي. هيءَ مشهور Reconciliation Street آهي، هي تريوي جو مشهور ڦوهارو آهي. هي سينٽ اينجلو جو پراڻو قلعو آهي.“

سڀ کان وڏيڪ مون کي اهو ننڍڙو ٻيٽ وڻيو، جو شهر جي وچ مان وهندڙ ’تائيور‘ نديءَ ۾ هو. سينٽ پيٽر چرچ جي ڪاٻي پاسي واري عمارت جي ٽيڪ لاءِ ٽنين جون ڪيتريون ئي قطارون آهن ۽ سينٽ پيٽر چوواٽيءَ وٽ هڪ اهڙي جڳهہ آهي، جتان جيڪڏهن بيهي انهن ٽنين ڏي ڏسجي تہ فقط اڳين ٽنين جي قطار نظر ايندي، باقي پويان قطارون اڳين ٽنين پويان لڪي وينديون ۽ پوئين قطار جو هڪ بہ ٿنڀو نظر نہ ايندو. اهو عمارت سازيءَ جو وڏو هنر آهي جو پراڻي زماني جي ماڻهن ناهيو. مائيڪل اينجلو جون تصويرون پڻ هتي ڏسڻ وٽان آهن.

روم اٽليءَ جي گاديءَ جو هنڌ آهي. ماڻهن جي زبان اٽلين (Italian) آهي جنهن کي پاڻ اطالوي سڏيون ٿا ۽ هتي جي سڪي جو نالو ’ليرا‘ ۽ ’سينٽ‘ آهي. اٽلي ’فياٽ‘ گاڏين ڪان مشهور آهي. هاڻ بحري ۽ هوائي جهازن لاءِ پڻ اٽلي فياٽ

انجڻيون ناهي رهي آهي. روم ۾ ڪا ايڪڙ ٻيڪڙ ٻي گاڏي نظر اچي ٿي، نہ تہ جيڏانهن بہ نظر ڪجي تہ فيات ڪارون ئي نظر اچن ٿيون. صبح جي وقت هر گهر ۽ بلڊنگ اڳيان خاص ڪري ننڍي سائيز واريون موٽرون ائين نظر اچن ٿيون، ڄڻ تہ ڪي رانديڪن جا ڍير هجن. روم ۾ گهڻو ڪري هر هڪ وٽ ڪار آهي پر سفر گهڻو ڪري بس ۾ ڪن. جو اهو وڏيڪ آرامده ۽ سستو پوي ٿو.

جيڪڏهن بس ۾ سفر ڪرڻ بدران هرهڪ پنهنجي پنهنجي ڪار ڪڍي اچي، تہ جيڪر رستن تي ٽرئفڪ جام ٿي وڃي. هتي جي ڊرائيورن جي هڪ ڳالهہ قابل ذڪر آهي تہ اسان وڏيڪ خوش اخلاق آهن. پيادن جو گهڻو خيال رکيو وڃي ٿو. سگنلن ۽ قانون جي ڀڃڪڙيءَ کان ڪافي پرهيز ٿئي ٿي. اهو ئي سبب آهي جيتوڻيڪ اسان کان وڏيڪ هتي جي ٽرئفڪ آهي،تہ بہ حادثا گهٽ ٿين ٿا ۽ ساڳي وقت پيادن ۾ پڻ اهو شعور آهي تہ ڪڏهن بہ غلط جاءِ تان رستو نٽا ٽپن ۽ بس ۾ چڙهڻ لاءِ بہ صحيح ۽ مقرر هنڌ تي بيهي انتظار ڪن ٿا، تہ پوءِ ان لاءِ ڪٽي ڪين ڪجهہ پنڌ پيدل هلڻو پوي يا ڪجهہ دير ترسڻو پوي.. گهڻو ڪري بسون ۽ ٽرامون اليڪٽرڪ تي هلن. ان ڪري دونهون نہ برابر رهي ٿو.

عام طرح روم جي ماڻهن ۾ رکائي ۽ شوخي آهي. ٻين ۾ تہ ڇا پر دڪاندارن ۾ پڻ. اسان جي دڪاندارن جي ڇا ڳالهہ ڪجي. گراهڪ تان قربان پيا ٿيندا. هڪ شيءِ بدران ڏهہ ڏهہ شيون گراهڪ کي ڏيکاريندا تہ من راضو ريجهي، پر هتي اها ڳالهہ ناهي. زيادہ تر دڪان ۽ هوٽلون عورتون هلائين. شهر ۾ ڪيترائي ڊپارٽمينٽل اسٽور آهن، جتي سئي سڳي کان موٽر ڪار تائين هر شيءِ ملي ٿي ۽ شهر جي قيمتن کان گهٽ اگهہ تي ملي.

اٽلي جي ٻن پاسن کان بحر روم (Mediterranean Sea) آهي. هڪ طرف کان ادارڪٽڪ سمنڊ. وينس ۽ ٽرشٽيءَ جهڙا ڪيترائي سهڻا بندرگاهہ اٿس. يورپ جي ٻين ملڪن وانگر روم ۾ بہ ڪافي سردي هئي. پر هتي يوگوسلاويا ۾ تمام گهڻي آهي. توڙي هي خط يوگوسلاويا جي شهر اسپلٽ جي هوٽل مريان مان لکي رهيو آهيان. اسان ٻن ڏينهن کان هن هوٽل مريان ۾ رهيل آهيون.

سمنڊ جي ڪناري تي هيءَ هوٽل هن ننڍڙي شهر جي وڏي ۾ وڏي هوٽل آهي ۽ ڪراچي انٽرڪانٽينينٽل جيڏي ٿيندي. اسين نائين ماڙ تي رهيل آهيون. جتان سڄي شهر جو نظارو چٽيءَ طرح ڪري سگهجي ٿو. يوگوسلاويا جيتوڻيڪ سوشلسٽ ملڪ آهي، پر هتي ايتري چين جهڙي سختي ناهي. ماڻهن کي هر قسم جي آزادي آهي ته گهمن ڦرن، کائين پيئن ۽ پهرين. هتي جو سڪو دينار ۽ سينٽ آهي. پنهنجي هڪ روپئي ۾ اڍائي دينار ڪن ٿيندا. هتي جي ماڻهن جي زبان يوگوسلاوين آهي ۽ لکڻي جيتوڻيڪ انگريزيءَ جهڙي آهي پر اچارن ۾ فرق اٿس.

يورپ جي ٻين ملڪن وانگر هتي به مهانگائي حد درجي جي آهي. معمولي شين جا به ڳرا ملهه آهن. ڪالهه هڪ ڊپارٽمينٽل اسٽور ۾ وياسين، جتي ٻاهر جي دڪانن کان هر شيءِ سستي ملي ٿي. هتي جا ڊپارٽمينٽل اسٽور ڪافي خوبصورت آهن ۽ هي اسٽور 'محبوب ڪلاٿ مارڪيٽ' ڪراچيءَ جيڏو ٿيندو ۽ چار ماڙ هو. مٿي چڙهڻ لاءِ پاڻهي مٿي ويندڙ ڏاڪڻيون (Escalators) هيون ۽ هر سيلز گرل کي ساڳيو وڳو هو. گراهڪن کان وڌيڪ وڪڻڻ واريون ڇوڪريون نظر اچي رهيون هيون. هتي انگريزي ڪو ورلي سمجهي سو هر ڳالهه لاءِ اشارا ڪرڻا پون ٿا ۽ وات کي ابتو سبتو ڪرڻو پوي ٿو. منهنجي دوست سعيد ته هٿ جا اشارا به ڪندو آهي ته پنجابيءَ ۾ به سمجهائيندو آهي. بقول هن جي هنن لاءِ جهڙي انگريزي تهڙي پنجابي.

جيئن اسان وٽ ڪو ڌاريو ايندو آهي ته سڀ پيا ڏسندا اٿس ۽ ڌاريو ماڻهو پري کان پڌرو. ساڳي ڳالهه اسان سان هتي آهي. اسان هتي جي سوَن هزارن ماڻهن ۾ پڌرا آهيون. هتي جا ماڻهو قداور ۽ تندرست آهن. سرد ملڪ آهي ان ڪري خوب ڳورا ۽ ڳاڙها آهن. ننڍي هوندي ڪهاڻين ۾ پڙهبو هو ته راڻي سلامت يا شهزادي صاحبه ايتري سهڻي ۽ اڇي هئي جو پاڻي پيئندي هئي ته اهو به نڙيءَ مان نظر پيو ايندو هو ـ يا ٻين لفظن ۾ 'انڊس گلاس فئڪٽري' جي ٺهيل هئي. بهرحال اهڙين راڻين يا شهزادين جو وجود سچو آهي، ته اهي پڪ هتي يوگوسلاويا جي ڪنهن جهڙين گورين سان تعلق رکندڙ هونديون. اسان کي ته هتي جي ماڻهن جي مقابلي ۾ بلڪل ڪارو سمجهه. ڪالهه ڏاڍو مزو ٿيو، شاپنگ

سينٽر ۾ به ڇوڪريون مستقل اسان ڏي نهاري مرڪي رهيون هيون. ڪجهه پڇڻ چاهيون ٿي، پر اڻ واقفيت جي ديوار کين روڪي رهي هئي. آخر انهن مان هڪ ڇٽي دل ٻڌي اڳتي وڌي ۽ معصوميت سان ڀڳل ٽٽل انگريزيءَ ۾ پڇڻ لڳي: ”ڇا توهان آفريڪا جا آهيو..؟“

وڏي ادب سان جواب ڏنوسين: ”پرين جي ڪهاڻيءَ جي خوبصورت شهزادي، اسان آفريڪن نه پر ايشين Asian آهيون. آفريڪن ته اسان کان به وڌيڪ ڪارا آهن.“

منهنجي انڪساريءَ تي شايد ٿورو مٿي تي چڙهي وئي. چوڻ لڳي: ”آءٌ جيڪڏهن پاڪستان، ڪينيا يا سلون وڃان ته ’مس بيوٽي‘ سڏجان “. چيوسينس ”گهٽي خوشفهميءَ ۾ مبتلا نه ٿي. جيڪڏهن چٽي ۽ پوري چمڙيءَ سونهن جي نشاني هجي ها ته هندستان جي مس فرح ريتا ڪڏهن به عالمي حسن جي Miss Universe نه چونڊجي ها. مجنون ڪڏهن به سانوري صورت ليليٰ لاءِ بيابان ۾ خاڪ نه ڇاڻي ها.“

شام جو واپس هوٽل ۾ پئي آياسين ته هڪ گهٽيءَ مان اوچتو ٽي عورتون ظاهر ٿيون. سندن ڪپڙا ٻين وانگر تازي فئشن جا نه هئا پر بلڪل سادا ۽ ڍلا هئا. کين ٻين وانگر مني اسڪرٽ يا سلئڪس نه هئا پر ٽنهي کي مختلف ڳوڙهن رنگن جا ڊگها پڙا اوڍيل هئا، جي اسان وٽ اڪثر باگڙي فقيراڻيون پائينديون آهن. هٿن ۾ ڪپڙن جون رنگين ڳوٿريون هين. هڪ کي ڪڇ ۾ هڙ هئي. شڪل ۾ صفا معصوم ۽ اکين مان ساديون لڳي رهيون هيون. اسان سمجهيو ته اهي هتي جون فقيراڻيون آهن. پر پوءِ معلوم ٿيو ته هي ڳوٺاڻيون عورتون آهن ۽ پر واري ڳوٺ کان شهر ۾ خريداري لاءِ آيون آهن ۽ شهر جي ماڻهن وانگر چالاڪ ۽ شوخ نه آهن. روم ۾ به هڪ دفعو اهڙو واقعو درپيش آيو. لڳي ٿو ته سڄي دنيا جي ڳوٺن جا ماڻهو هڪجهڙا سادا، معصوم ۽ سباجهڙا آهن.

هتي يورپ ۾ ڪيترا ماڻهو پري کان سڃاڻي نه ٿا سگهجن ته مرد آهن يا عورتون. وار عورتن جا ننڍا ٿيندا وڃن ته مردن جا وڏا. اڄڪلهه سردي هئڻ ڪري اوور ڪوٽن ۾ ويٽر سندن ائناٽامي جي خبر نٿي پوي.

هتي جون مارڪيٽون ڏسڻ وٽان آهن. هر قسم جي ڀاڄي صاف سٿري ۽ تازي. پلاسٽڪ جي ٿيلهين ۾ ٽڏن ڪٻٽن ۾ محفوظ نظر اچي ٿي ۽ مٿان قيمت لکي پئي آهي. جنهن کي جيڪي کپي اهو کڻي اوترا پئسا رکي. ڪن ڪن هنڌن تي ته بنا دڪاندار وارو سلسو آهي مختلف ڪٻٽن ۾ ڪيترن قسمن جون شيون رکيل ۽ ٻاهران انهن جي شڪل نهيل. قيمت جو سڪو سير ۾ وجهڻ سان ٽافيون، چاڪليٽ، گرم گرم ڪيڪ، پيسٽريز، چانهه يا ٿڌا مشروبات لفافي ۾ هيٺ خاني ۾ اچي ڪرندا. ڪيترن هنڌن تي ـ ايئرپورٽ، آفيسن، وڏن دڪانن ۾ آٽوميٽڪ کلندڙ دروازا عام جام آهن. اجا ماڻهو ٻه قدم ڪن دروازي ڪان پري هوندو ته دروازي جا ٻئي طاق پاڻهي کلي ويندا ۽ لنگهڻ بعد بند ٿي ويندا... بهرحال اهي مڙيئي ڳالهيون اهڙيون آهن جيڪي سٺ جي ڏهي ۾ في الحال پاڻ لاءِ افسانوي ٿيون لڳن پر انشاءَالله چند سالن بعد پنهنجي ملڪ ۾ ٻه عام ٿي وينديون جيئن ئي ٿوري ٽيڪنالاجي ۾ ترقي ٿيندي ته.

يوگوسلاويا مشينريءَ ڪان مشهور آهي. ان ڪري مشينريءَ ڪان علاوه ٻي هر شيءِ مهانگي آهي. اسان جي رهائش، کاڌي پيتي ۽ گهمڻ ڦرڻ جو خرچ هتي جي شپ يارڊ ٻلي آهي، جيسين جهاز اسانجي حوالي ڪن ۽ لنگر کڻي ٻئي ملڪ وڃون.

ڪالهه هوٽل جي Receptionist فون ڪري پڇيو ته هڪ دڪاندار معلوم ڪرڻ چاهي ٿو ته هتي جي هٿ جو سامان سوکڙيءَ طور وٺنداؤ. هتي اهڙين شين جون قيمتون اهڙيون ڳريون آهن جو انهن ڪان هالا جي جنديءَ ۽ ڪاشيءَ جا ٿپڙ سوين دفعا سستا آهن. دل ۾ چيم ته اسان ٻين جي خرچ تي رهيل ڇا وٺنداسين. اسان پاڻ ئي پنهنجي دل هٿن تي رکي چندر جو راڳ ڳائيندا وتون ته:

’دل آهي هٿن ۾، تو خريدار کي ڳوليان‘

سو فون تي انڪار ڪري چيومانس، ته: ”توکي پاڻ اسان جي دل ۽ جان جو ڪو قدردان، خريدار ملي ته ان کي اسان ڏي موڪلجانءِ.“

هتي يورپ جي ملڪن ۾ اسان جي ملڪن وانگر آسمان هميشه صاف نه ٿو رهي. سج يا چنڊ جو ته ڪڏهن ڪڏهن ديدار نصيب ٿئي ٿو، نه ته هر وقت جهڙ ۽

بارش لڳي رهي ٿي. ساڳيو عالم هن پاسي جي سمندن تي آهي. شهر ۾ پاڻيءَ جي نڪاسيءَ جو سنو بندوبست هجڻ ڪري شهر هروقت صاف سٿرا نظر اچن ٿا. بهرحال پاڻ کي هتي جي بارش مان مزو بلڪل نٿو اچي. پلا اها به ڪهڙي بارش، جنهن جي ڪري گپ يا چڪڻ نه ٿئي. اها به ڪهڙي بارش جا سڄو سڄو ڏينهن وسي ته به رستا بلڪل خشڪ ۽ موٽر گاڏين جي ڦيٿن تائين به پاڻي نه رهي. دراصل ان ۾ هتي جي انجنيئرن ۽ ٺيڪيدارن جو وڏو ڏوهه آهي. جن رستا ۽ فوٽ پاٿ اهڙي نموني ٺاهيا آهن جو مينهن جو سمورو پاڻي وهيو وڃي ۽ ڪٿي به ڪڏا کوٻا نه ٿا ٿين. ڪنهن موٽر لاريءَ جي ترڪڻ يا گپ ۾ ڦاسڻ جو امڪان نه ٿو ٿئي. هڪ پنهنجو ڳوٺ آهي. 'بارش پوي ڇهه ڪلاڪ، چنو ٿمي ڇهه ڏينهن' جي مصداق اڌ ڪلاڪ اندر وچ مارڪيٽ ۾ ٻارن جي ترڻ لاءِ سئمنگ پول ٺهي ويندا آهن ۽ اهڙا تارو ڪٿي نه ملندا. ٿي سگهي ٿو ته اهو ئي سبب آهي جو سنڌ مان سڀ ڪان وڏيڪ نيويءَ ۾ پنهنجي ڳوٺ جا آهن.........! والله اعلم باالثواب.

تنهنجو پنهنجو

# طرابلس (TRIPOLI)

## ڊسمبر 1968ع

يوگوسلاويا جي بندرگاهه ’اسپلٽ‘ تان رات جو ٻارهين لڳي، اناويهين تاريخ لنگر کنيوسين. اڄڪلهه آءٌ وري رات واري ڊيوٽي ڪري رهيو آهيان ۽ ڏينهن جو الوءِ وانگر سمهندو آهيان. سو ان وقت منهنجي ڊيوٽي هئي. جنهن وقت جهاز بندرگاهه ڇڏيو پئي. سڄي سفر ۾ اسان انجنيئرن کي ڏاڍو خبردار ٿي رهڻو پيو ٿي. بلڪل نئون جهاز ۽ نئين مشينري آهي. ڪيترا اهڙا واقعا ٿيا آهن جو انجنيئرن جي سستي ۽ لاپرواهيءَ سبب نئين جهاز جي انجڻ کي ڪافي نقصان رسيو آهي. رفتار ۾ سڄي نٿي رکيسين سڄو وقت گهٽ رفتار تي سفر ڪيو اٿئون. جيئن نئين موٽر ڪار يا گاڏي پهرين ڪجهه عرصو آهستي آهستي هلائبي آهي ته هرهڪ پرزو روان ٿي وڃي. چوٿين تاريخ صبح جو لبنان جي هن شهر ٽريپوليءَ ۾ خيريت سان پهتاسين. رستي تي ڪوبه حادثو نه ٿيو. يوگوسلاويا، اٽلي، البانيا ۽ يونان جو ٿورو حصو ادرياٽڪ سمنڊ جي ڪناري تي آهي ۽ لبنان، اسپين، موراڪو، الجيريا، ٽيونس، فرانس، ترڪي، شام، لبيا ۽ مصر ميڊيٽرينن سمنڊ جي ڪناري تي آهن. سرديءَ جي ڪري اڄڪلهه سواءِ ائٽلانٽڪ سمنڊ جي، هر سمنڊ گهٽو ڪري مانو آهي، پر اسان جيئن ئي ادرياٽڪ سمنڊ پار ڪري ميڊيٽرينن ۾ گهڙياسين، ته سمنڊ ۾ ڏاڍو جوش هو. مٿان وري طوفان ۽ سخت مينهن، جنهن پورن پنجويهن ڪلاڪن تائين گهيري رکيو. جهاز ۾ بلڪل خالي هو ۽ هلڪي هئڻ ڪري ڪڪ وانگر طوفان ۽ لهرن جي رحم ڪرم تي لڏڻ لڳو. ڪڏهن اڳيون حصو سمنڊ ۾ اندر هليو وڃي ته پويون ايترو ٻاهر نڪريو اچي، جو جهاز کي هلائيندڙ پنکو (Propeller) به ٻاهر نڪريو اچي. (جهاز کي ڦيٿا نه ٿين ڪونه. پنيان تري ۾ پنکو ٿيندو آهي، جو پاڻيءَ کي ڪپي جهاز کي اڳتي ڌڪيندو آهي.) طوفان کا بچڻ خاطر اسان جهاز جي رفتار بلڪل تيز ڪري ڇڏي. پورن پنجويهن ڪلاڪن بعد جڏهن سمنڊ تي خاموشي طاري ٿي، ته اسان نقشي

تي پنهنجي پوزيشن ڏني ته معلوم ٿيو ته هيتري رفتار هوندي به ان عرصي ۾ جهاز اڳتي ته نه وڌيو هو، پاڻ ٽيهه ميل پنتي ڌڪجي ويو هو. اهڙي قسم جا واقعا سمنڊ تي عام ٿيندا رهن ٿا.

1962ع ۾ طوفان سبب هڪ جهاز ڌڪجي چٽگانگ ۾ سڪي تي به سترهن ميل کن چڙهي آيو هو. جنهن کي وري سمنڊ ۾ نه آڻي سگهيا جو سمنڊ ۾ گهلي اچڻ جو خرچ جهاز جي قيمت کان وڌيڪ ٿي آيو. بهرحال اسان ٽرپولي هڪ ڏينهن دير سان پهتاسين.

ٽرپوليءَ کي طرابلس به سڏين. انين يا نائين ڪلاس ۾ هڪ سبق آهي، 'فاطمه آف ٽرپولي' ۽ اها مسلمان ڇوڪري، جنهن جهاز ۾ زخمين جي مدد ڪئي سا هن شهر طرابلس سان واسطو رکي ٿي. هڪ طرابلس (Tripoli) شهر لبيا ۾ به آهي. ۽ ٿي سگهي ٿو ته اها فاطمه لبيا واري ٽرپولي جي هجي. اسلامي تاريخ ۾ طرابلس تمام گهڻي اهميت رکي ٿو. ڪيتريون ئي ڪهاڻيون ۽ روايتون هن شهر سان وابسته آهن. لبنان ملڪ جو هي شهر، لبنان جي گاديءَ جي هنڌ بيروت کان اسي ميل کن پري آهي. لبنان جو سڄو ملڪ ايراضيءَ جي حساب سان سنڌ جي حصي جيترو آهي. لبنان ۾ تقريباً اڌو اڌ مسلمان ۽ عيسائي آهن.

طرابلس شهر جابلو علائقي ۾ آهي ۽ انهن جبلن جي قطار سمنڊ جي ڪناري کان شروع ٿئي ٿي. جبل به ايڏا اوچا ۽ آفت جيڏا جو آسمان سان پيا ڳالهيون ڪن ۽ انهن چوٽين تي جميل برف ڏينهن جو چانديءَ وانگر چمڪندي نظر اچي ٿي ۽ سياحن ۽ نون آيلن جي ڏسڻ جو مرڪز آهي. جبلن تي هڪ خاص قسم جا 'سيدار' نالي تمام خوبصورت وڻ نظر ٿين ۽ اهو ئي وڻ هن ملڪ جي قومي نشاني آهي جو جهنڊي، سڪي ۽ ٽڪلين تي نظر اچي ٿو. هي ملڪ يورپ جي پرسان آهي انڪري مسلمانن جو ملڪ سڏائڻ جي باوجود يورپ جي هوا جو اثر اٿس.

رمضان ۾ به شراب خانا ۽ هوٽلون عام کليون پيون آهن. هتي جون عورتون ـ خاص ڪري ننڍي ٿهي اسڪرٽ پهرين، جنهن جي ڊيگهه سترن تائين مس ٿي اچي. (ڪالهه ته اخبار ۾ هو ته مصر ۾ به عورتن مني اسڪرٽ پائڻ شروع

ڪيو آهي، جنهن لاءِ اتي جي مولوين جمال ناصر کي عرض ڪيو آهي ته هو اهڙو ڪو قاعدو ڪڍي جو ان تي بندش رهي، ڇو جو مني اسڪرٽ پائي نماز پڙهڻ سان عورت جي اوگهڙ ظاهر ٿئي ٿي. صدر ناصر جواب ۾ چيو ته ان لاءِ قاعدو نه نڪرندو. هر فئملي پنهنجي مرضيءَ جي مالڪ آهي.) عورت ۽ مرد ٻين يورپين ملڪن وانگر هتي به آزادانه نموني، هر جڳهه گڏ ڦرندا رهن ٿا. هتي جون عورتون به مردن وانگر سگريٽ عام ڇڪين. هوٽل، بس، سئينما تي به عورت ۽ مرد لاءِ الڳ الڳ بندوبست ناهي. توهان کي ڏسڻ سان ائين هرگز معلوم نه ٿيندو ته ڪو مسلمان ملڪ آهي. پر پنج ئي آڱريون برابر ناهن. گهرائيءَ سان جائزو وٺبو ته پرهيزگار به جام نظر ايندا. مٿيون ڳالهيون لبنانين جي تهذيب ۾ شامل ٿي چڪيون آهن ۽ مذهب جي خيال کان ڪافي ماڻهو ان ڪوشش ۾ آهن ته شراب يا مني اسڪرٽ جهڙيون شيون بند ڪرايون وڃن.

هتي عربي ۽ فرينچ زبان گهڻي هلي ٿي. انگريزي، جرمن، ڊچ زبانون تمام ٿورا سمجهن. شهر ۾ ڪيتريون ئي مسجدون ۽ ڪليسائون آهن.

هن وقت هتي رات جا ڏهه ٿي رهيا آهن. توهان وٽ هڪ وڳي ڇڪو هوندو، جو ٽن ڪلاڪن جو فرق آهي. توهان وٽ نائين ڊسمبر ٿي چڪي آهي، پر اسان وٽ تاريخ اڃا اٺين ڊسمبر هلي رهي آهي. هن وقت جيڪڏهن تون تار ڪرين ته تنهنجي تار نائين ڊسمبر جي مون کي هتي جي تاريخ مطابق اٺين ڊسمبر تي ملندي. يعني هڪ ڏينهن اڳ. هتي ته فقط ٽن ڪلاڪن جو فرق آهي، آمريڪا وغيره جتي ٻارهن ڪلاڪن جو به فرق آهي، اتي اخبارن ۾ خبرون اسان جي ملڪن جون هڪ هڪ ڏينهن اڳ ڇپبيون آهن. جاگرافيءَ کان غير واقف اهو سوچي تعجب ڪائيندا آهن ته مشرق ۾ ڪا ڳالهه ٿئي ٿي ته اها مغرب ۾ هڪ ڏينهن اڳ اخبار ۾ اچيو وڃي.... اهو ڪيئن؟

هتان پوءِ جهاز بيروت به وڃڻو آهي پر جيئن ته پڪ ناهي ان ڪري آءٌ ۽ زمان باءَ روڊ بيروت جا به چڪر هڻي آيا آهيون. پنج ڇهه ڄڻا ٿي ٽئڪسي ۾ ويندا آهيون ان ريت اهو سفر بس کان به سستو پوي. پوءِ بيروت جو سڄو شهر گهمڻ لاءِ پنهنجي گوڏا گاڏي استعمال ڪريون. اڳئين دفعي ته ايترو پنڌ ڪيوسين

جو زمان چيو ته هان پاڻ سان تيل به کڻي هلنداسين جيئن ٿڪجي پئون ته ڪنهن وڻ هيٺ ويهي پير ۽ ٽنگون مالش ڪريون. سڀ ڪان جونئر آهيون ۽ گهٽ پگهار اٺئون پر گهمڻ ڦرڻ ۾ سينئرن سان وڃي ڪلهو هڻندا آهيون. سو ان ريت، ماني ڪائي نڪرون ۽ وري موٽي اچي جهاز تي ڪائون. پر ههڙي Situation ۾ جتي بئي شهر ڪان وڃي نڪرون اتي پوءِ پڳڙي، دال پٽاٽي تي گذران ڪيون. بيروت ۾ خاص Interest دليپ، راجيش ۽ شرميلا ٽئگور جون فلمون، الحمرا مارڪيٽ جا چڪر ۽ دڪانن تي چڙهي ٺلها اگهه پڇڻ، امريڪن يونيورسٽي ۾ هم وطنين سان ملڻ. اڳئين دفعي جيڪا فلم ڏسي آياسين اها شمي ڪپور جي 'ايوننگ ان پئرس' هئي.

بيروت جو هڪ دلچسپ واقعو جنهن ذهن تي ڪافي گهرو اثر ڇڏيو آهي. اڳئين دفعي بيروت ۾ مينهن اچي ڏاڍو پيو. زمان ۽ آءٌ مينهن ڪان بچڻ لاءِ پاسا ڪندون ڳولڻ لڳاسين. آخر هڪ ماڙيءَ جي هيٺين در وٽ آڏ ۾ ٽي بيناسين. پاسن ڪان دڪان هئا. مٿي ڪاٺ جي ڏاڪڻ ٿي وئي. ڪافي دير بينا رهياسين پر بارش بند ٿيڻ جي ڪا اميد ڪانه ٿي ڏٺي. اڌ ڪابرا پچي به چڪا هئاسين. اوچتو در جي مٿان نظر پئي ته تختيءَ تي عربيءَ ۾ ڪجهه لکيل هو. بهرحال نالي جي ته خبر پئي ته هيءَ جاءِ، اوطاق يا بينڪ ڪنهن ليليٰ نالي محترمه جي آهي.۽ مٿي ميوزڪ به هلي رهي هئي. ڪجهه مينهن ڪان بچڻ لاءِ، ڪجهه بيهڻ بدران ويهي ٽڪ پچڻ جي خيال ڪان ۽ ڪجهه نالو وطني نالن سان ملندڙ پڙهي اسان همت ڪري مٿي چڙهي پياسين. هڪ عاليشان ڊرائنگ روم هو جنهن ۾ ست اٺ ڇٽا پنهنجي منهن وينا هئا. ڪنهن حقو پئي پيتو، ڪنهن ڪاري چانهن (قهوو) پياليءَ ۾ پئي پيتي، هڪ ٻن اخبارون پئي پڙهيون. ڪنهن به اسان جو نوٽيس نه ورتو. ان ڪري اسان به بالم تي ڪوچ تي ويهي عربي ميوزڪ به ٻڌڻ لڳاسين ته آسمان مان ٽمندڙ پاڻي پڻ ڏسڻ لڳاسين ته جيسين پڇاڙو ٿئي ۽ اسانکي لوڏيو وڃي تيسين جيڪر بارش بند ٿي وڃي ته اسان پاڻمرادو هليا وڃون. ٿوري دير ٿي ته سامهون ڪمري وارو در کليو. هڪ عرب مُڇن کي تاءُ ڏيندو، جبي کي درست ڪندو ٻاهر نڪتو. ٿوري جهٽ بعد هڪ خوبصورت عورت ليليٰ وانگر ڪاري ته

نہ پر ايلزبيٿ ٽيلر جھڙي گوري ۽ تندرست، در جي چانئٺ وٽ بيھي سيني ڏي قتلام ڪندڙ نظرون اڇلائي عربي ۾ ڪجھہ چيو ـ يعني سڏيو ۽ وينلن مان ھڪ عدد اتي اندر ويو. در بند ٿي ويو ان سان گڏ اھي مدھوش ڪندڙ خوشبوئون پڻ ،جي اندران ٻاھر ڏوڪي رھيون.

اسان سوچيندا رھياسين تہ چڪر ڪھڙو آھي. پھرين سمجھيوسين تہ شايد ڊاڪٽر آھي يا وڪيل ـ ۽ ھڪ ھڪ کي پئي گھرائي. پر پوءِ اھڙو رڪُ رڪاءُ ۾ ھلندڙ چڪلو ـ جنھن بابت ڪڏھن ڪتابن يا پراڻن جھازين کان بہ نہ ٻڌو ھئوسين، ڏسي تعجب لڳو. نھيو! ھاڻ خبر پيئي تہ ھي عرب دنيا جا امير بيروت پڳا بينا آھن سو فقط ڦوڪ پرڻ لاءِ پنھنجي چلم بنا تماڪ ۽ پاڻيءَ جي گھرن ۾ ڏوڙ پئي پائي! آخر بارش بہ بند ٿي. ان دوران ھڪ بہ ڄڻا فارغ ٿي چڪا ھئا. اسان ھاڻ نڪرڻ ٿي چاھيو تہ ان ئي وقت ليلٰى صاحبہ نمودار ٿي ۽ اسان کي ائين اتي ھلي وڃڻ ڪيس پسند نہ آيو. ھن کو سمجھيو تہ اسان جلدي ۾ آھيون سو ٻين کان معافي وٺي اسان کي اڳ وارو ڏيڻ چاھيائين ٿي. اسان کي پنھنجي جسم سان لڳائي چڪڻ لڳي. اسان وارن جنريٽرن کان تمام گھڻو گھڻو ڪرنٽ سيسراٽ ڪري اسان جي جسم مان لنگھي ويو. ٿورو ٿورو سندس عربي ۽ اشارن مان سمجھڻ لڳاسين تہ ھوءِ اسان کي ھڪ پاڙيسري ملڪ (۽ شايد غريب ملڪ جا پڻ) باشندا ھجڻ ڪري آفر بہ گھٽائي اڌ ڪئي اٿس ـ پر افسوس جو اسان جا ڪيسا بہ اسان جي پيٽن وانگر ذري گھٽ خالي ھجڻ ڪري اسين موٽي آياسين.

اسان ھي شھر ٽرپولي (طرابلس) ڏاڍو گھميا آھيون. چڱو وڏو شھر آھي. چوڏاري اوچيون اوچيون جڳھيون ۽ نظارا آھن. ھڪ خيال کان اسان کي گھمڻ ڏاڍو سستو پوي ٿو. ان ڪري جو پرديس ۾ ٻن شين جو مسئلو درپيش اچي ٿو. ھڪ اجھو ٻيو ماني. سي ٻئي شيون اسان کي جھاز تي ميسر آھن. يورپ ۾ بہ پاڪستاني ۽ ھرقسم جا مشرقي ڪاڏا جھاز تي تيار ھوندا آھن ۽ رھڻ لاءِ جھاز تي ايئر ڪنڊيشنڊ ڪمرا ـ انڪري ڪنھن بہ ملڪ جي چاھي ڪھڙي بہ آبھوا ھجي گرم يا سرد، ڪو خاص فرق نٿو پوي. اھڙو سڪ تہ ھتي جي وڏين ھوٽلن ۾ بہ نہ ملي. نہ تہ ھتي پنھنجي خرچ سان ايترا ڏينھن گھمڻ اسان جھڙن لاءِ تہ مشڪل

آهي. هتي مهنگائيءَ جو ڪو ڪاٿو ناهي. هتي جي ماڻهن لاءِ ته ڪا وڏي ڳالهه ناهي جو ڪمائي به گهڻي اٿن. ان ڪان علاوه قدرتي پيٽرول هنن ملڪن کي راتو رات امير بنائي ڇڏيو آهي. سياحت پڻ هتي جي ايڪانامي تي اثر انداز رهي آهي. اوسي پاسي جي ملڪن جا امير واندڪائيءَ جا ڏينهن هتي گهمڻ ڦرڻ لاءِ اچن ٿا ۽ چڱو پئسو خرچ ڪريو وڃن. ان ڪري هتي هوٽلن ڪان وٺي ريلوي اسٽيشن جي ڪوليءَ جي ڪمائي ٿئي ٿي. بهرحال جيسين اسان جي گهمڻ ڦرڻ، ڪائڻ پيئڻ ۽ رهائش جو مسئلو آهي ان ڪان بيفڪر آهيون ۽ خرچ نه برابر ٿئي ٿو. باقي ٿوري به خريداري ڪئي ته پنهنجو پاڻ وڪڻڻ ٿيو. ساڳئي حالت ٻين يورپي ملڪن جي آهي.

يوگوسلاويا ۾ منهنجو بوٽ ڇڃي پيو. جهاز تي موچي آيل هو. پڇيومانس گهڻو وٺندين...؟ مني آرڊر واري زبان ۾ چيائين: ”فقط پنجاهه دينار“ - يعني اٽڪل ٽيهه روپيا ڪن. مون چپ چاپ آرام سان بوٽ جو هڪ هڪ پادر پير مان لاٿو. هڪ دفعو يوگوسلاويا جي فلڪ بوس عمارتن ڏي ڏسي ٿڌو ساهه کنيو ۽ پوءِ سمنڊ طرف منهن ڪري ٻنهي پادرن کي ڪٽي اڇل ڏني. سڌو وڃي سمنڊ ۾ پيا ۽ ڳپل دير تائين هفتو ڪن اڳ حيدرآباد جي شاهي بازار مان ورتل پنجويهين روپين وارو بوٽ ترندو ڏسندو رهيس. شام جو پنجاهه روپين جو نئون وٺي آيس.

ڪراچي ڪان روم ۽ يوگوسلاويا هوائي جهاز رستي آيو هوس، ان ڪري تمام مختصر سامان کڻيو پيو ۽ اتي خبر به نه هئي ته ڪو اسان کي وچ سياري ۾ روس به وڃڻو آهي. اوور ڪوٽ ۽ ٻيو ڪيترو سامان نه کڻي سگهيس، هاڻ هڪڙو ئي Alternative هو ته روس ڪمبل ويڙهي گهمجي. هتان جي ريڊي ميڊ دڪانن تان اوورڪوٽ وڃي پڇايم ته معمولي ڪوٽ جي قيمت به تمام ڳري ٿي ٻڌايائون. سوچيم شايد درزي سستو سبي ڏئي جيڪڏهن ڪپڙو وٺي ڏيانس. درزيءَ سان ڳالهه ڪيم ته معلوم ٿيو ته آرڊر ڏئي نهرائڻ ته ان ڪان به مهانگو پوندو. خير وٺڻ جو ارادو لاهي ڇڏيم. موٽڻ مهل هڪ گهٽيءَ مان پئي لنگهيس ته هڪ ڪوٽن واري دڪان تي قسمين قسمين ڪوٽ ٻاهر ٽنگيل ڏسي اندر گهڙيس. اندر ڏسان ته ڪوٽن ۽ سئيٽرن جا ڍير لڳا پيا آهن ۽ وڪڻڻ وارو ٻين

دڪاندارن وانگر شوخ ۽ چالاڪ قسم جو نه پر ڳوناٺو ۽ سادو پئي لڳو. هڪ چوڪريءَ ته اتي ئي سئيٽر وني ان مان پشم ۽ ٻيڙا پئي ڪديا ۽ پشم جو ويڙهو پئي ٺاهيائين. يڪدم سمجهي ويس ته هي ڪراچيءَ جي لنڊا بازار وارو قصو آهي جتان اسان جهڙا ڪنگال نيلامي ڪوٽ وني، وڏين وڏين هوٽلن ۽ دعوتن ۾ پائي لئه رکن ٿا. هڪ پير مرد انگريز به پاڻ لاءِ ڪوٽ ڳولهي رهيو هو. ڪيس ته ڏسي ڏاڍو افسوس ٿيو. افسوس ان ڳالهه تان نه ته ڪو هو پير مرد هو پر ان تان ته انگريز قوم جو ٿي ڪري هن حال ۾ هجي جنهن ۾ اسان جهڙا صدين ڪان غلام ماڻهو ٿا سونهون.

مون هڪ عاليشان گرم ڪوٽ ڳوليو، هر لحاظ ڪان نئون هو. اگهه پڇيومانس ته پني تي ٻارهن ليرا لکيائين، يعني اٽڪل ٽيهه روپيا ڪن. (هتي جي سڪي جو نالو ليرا، پياسٽر آهي. سؤ پياسٽر هڪ ليري برابر آهن.) ايترو ننڍو اگهه ٻڌي، ٿورو مٿي تي آءٌ به چڙهيس. سوچيم سودو ڪيو وجي، جو هتي عرب ملڪن ۾ يورپ جي ملڪن وانگر ڪنهن به شيءَ جا مقرر اگهه نه آهن. ويتر ٻاهريون سمجهي دڪاندار اگهه وڌائيندا آهن. ڪيترا دفعا ساڳي جڻ ٽئڪسيءَ وارن به ڪئي هوندي. سو هاڻ ڪٽي جي ڪسر ڏڙي مان ڪڍڻ لاءِ سوچيم ته به ليرا گهٽ ڪرايانس. عربي پاڻ ڪي بلڪل نه اچي. ڏهين جو نوٽ پاسي تي ڪدي ان تان پڙهي ڇيومانس، ”عشر ليرا.“ پهريائين ته نه مڃيائين، پر پوءِ ٻاهر ٿي نڪتس ته رازدارانه انداز ۾ آيل انگريز گراهڪ ڪان لڪي اشارن ۾ سمجهايائين ته هن ڪي وجڻ ڏي ته پوءِ تو لاءِ هڪ ليرو گهٽ ڪندس.

تيسين آءٌ واڻ جي مڙهيل منجيءَ تي بالم ٿي وينس ۽ رُوس جي بندرگاهه اوڊيسا جي گهٽين ۾، خيالن ۾ گهمڻ لڳس. اتي ڪجهه ٻيون ڇوڪريون به سئيٽر وني آيون ۽ گهٽ اگهه ڪرائڻ لاءِ ڪوڪراُٽ ڪري وڙهڻ لڳيون. آخر ڪامياب ٿي ويون ۽ دڪاندار ڪي آڻ مڃٽي پئي. ان بعد انگريز ڪي ڦري دڪان ڪان ٻاهر لاٿائين ته مون ڏهين جو نوٽ ڪڍي ڏيڪاريومانس، جيئن شادين مرادين تي ناچ وقت ڳائڻين ڪي ڏيڪاربو آهي.

”اونهه هون!“ ـ هن منهن ڪي ڪٽي موڙو ڏنو.

آءُ بہ اشارا ڪري ٽڪجي پيو هوس سو سنڌيءَ ۾ چيومانس: ”اونهہ هون تہ ائين سهي! سخت برفباريءَ ۾ اهڙو شوق اوڏيسا گهمڻ جو مون کي بہ ڪونهي.“

سمجهيو ڪجهہ بہ نہ. وري اشارا ڪري عربي ۾ چوڻ لڳو پلا ساڍا ڏهہ ڏي. ”خلاص .خلاص.“ چيومانس تہ جوان مون بہ ضد ڪيو آهي خلاص تہ خلاص. اسلام اعليڪم يا اخي. ائين چئي هيٺ پئي لٿس تہ نوڪر کي چيائين تہ جلدي ٻڌي ڏينس ۽ ڏهن ليرن ۾ اسان کي ڪوٽ ملي ويو. جهاز تي ڪٽي آيس. دوستن پڇيو گهٽي مليو. چيومان تہ ڪراچيءَ ۾ ٺهرايو هوم ساڍي ٽي سؤ ۾. سيني ڏسي چيو، ”واهہ واهہ. واقعي ڪراچيءَ ۾ سستائي آهي. هتي تہ لاهہ پٽيو ڇڏين.“

هتي جي دڪاندارن جي هڪ ڳالهہ ڏاڍي سني آهي جو سامان جو بل چڪتو ڪري پوءِ چانهہ شربت جي صلاح ڪن ٿا. پاڻ وانگر نہ تہ پهرين زبردستي گراهڪ کي چانهہ پياري هن کي شيءَ وٺڻ تي مجبور ڪيو ويندو ۽ پوءِ سندس چانهہ جا ـ ۽ پنهنجيءَ جا پڻ، هن جي بل ۾ هٽي ڇڏبا.

هتي طرابلس ۾ هڪ سئنيما هال آهي، جتي هندستاني فلمون ڏيکاريون وڃن ٿيون. نالو ’راڪسي‘ اٿس. ان ڏينهن راڪسي سئنيما جي جيتوڻيڪ پنيان بيٺو هوس، پر منجهي پيس تہ هيءَ ڪهڙي جڳهہ آهي ۽ صحيح رستو هٿ نہ پئي آيو. سامهون ٽي ٻار ڇهن ستن سالن جا پئي آيا. انهن ۾ هڪ مشڪي رنگ جو ڏسي مون سمجهيو تہ شايد اسان جي پاسي جو هجي يعني: پاڪستاني، هندستاني، سلوني وغيره سو آئون ان کي اردو ۾ مخاطب ٿيس: ”سنين آپ انڊين هين....؟“

جواب نہ ڏنائين. هڪ ٻئي جو منهن ڏسڻ لڳا. وري انگريزي ۾ پڇيومانس. چيائين ”لا“. اتي ٻيا ٻہ عرب ڇوڪرا هڪ ٻئي جو تعارف ڪرائڻ لڳا. هڪٻئي تي تبصرو ڪري کلڻ لڳا. آهستي چيومان: ”مون پڇر ڇڏي، ڪٿي جو بہ هجين. ٻڌاءِ راڪسي ويئر.....؟“ هر هڪ مختلف طرف ٻڌايو. هڪ ٻئي سان ضد پيا ڪن، وڙهن پيا، ڪو چوي هيڏانهن وڃ، ڪو هوڏانهن لاءِ پيو زور ڀري، چيومان، ”ٻيلي معافي ڏيو، توهان سان پڇڻ جي جاءِ ناهي. اجايو لاڙڪاڻي ۽ سکر جي

ماڻهن کي شڪايت آهي ته سندن ٻار ڏنگا آهن.“ اڳتي وڌيس ته وري ڊوڙي آيا ۽ پڇڻ لڳا:

”راڪسي ريسٽورنٽ....؟“

جواب ڏنو مان.”لا.“

”راڪسي پيٽرول ڪالٽيڪس.“

”لا.“

”راڪسي سئينما...؟“

”نعم.“ خوش ٿي جواب ڏنو مان. اشارو ڪيائون ته هيءَ گهٽي ٿي وڃي.

اها خبر هجي ها ته سئنيما کي عربي ۾ سئنيما ئي چون ٿا ته ايتري نوبت نه اچي ها.يوگوسلاويا ۾ خريداريءَ لاءِ وڃڻو هو، جنهن ڪان به پڇون ته ”شاپنگ سينٽر ڪٿي آهي.....؟ مارڪيٽ ڪٿي آهي؟ ڊپارٽمينٽ اسٽور ڪٿي آهي؟“ ته سمجهن ئي نه. آخر هڪ ڪان تنگ ٿي اڙدو ۾ پڇيو، ”توهان جي شهر ۾ ڪا بوري بزار آهي يا نه...؟“، ”اوه بزارا.“ ٽڏو ساهه ڪٽي همراهه سامهون ڏيکاري. پوءِ معلوم ٿيو ته وڏي دڪان کي بازار سڏين.

هتي موٽرون جام آهن ۽ سڀ ڪان وڏيون ۽ اعليٰ درجي جون، ٽئڪسي جي اها سجاڻ آهي ته هر ’مرسڊيز بينز‘ ڪار ٽئڪسي آهي. مرسيڊيز ڪار پاڻ وٽ لک مني لک ۾ لي پر هتي ٽيهه هزار ڪن ۾. اهڙي طرح ٻيون ڪارون به سستيون آهن ـ باقي ٻي هر شيءَ مهانگي ـ چڱو جو جهاز ساڻ آهي نه ته هنن ملڪن ۾ اچڻ يا پنهنجو پاڻ کي ٻبر جي وڻ سان ٻڌي ڇڏڻ ساڳي ڳالهه آهي. ٻنهي صورتن ۾ ٻڪ وڳهي ۽ ٻي گهر مري سگهبو. پنهنجي ملڪ جا ماڻهو جيڪي يورپ مان اچي طرح طرح جون من گهڙت ڳالهيون ٻڌائين ٿا انهن جي حالت هتي اکين سان نظر اچي ٿي. سواءِ ٿورن جي، جيڪي هتي به هزارين روپيا ڪمائين ٿا، ٻيا سڀ پريشان حال رهن ٿا. سادو سودو هڪ ويلو کائيندا ته ٻيو ٽاريندا. هيڏانهن هوڏانهن تڪليفون ڪاٽي، ڏينهن رات محنت مزدوري ڪري پورت ڪندا. ڪي ڪي ته هتي عجيب عجيب ناپسنديده حرڪتون ڪري پنهنجو ۽ پنهنجي ملڪ جو نالو بدنام ڪن ٿا. چوندا وتندا: ”پاڪستان ۾ رکيو ئي ڇا آهي ـ؟“

نيڪ آهي، پاڪستان غريب ملڪ آهي، اجا ترقيءَ جي راهہ تي آهي. آخر ڪنهن ڪي تہ قربانيون ڏيڻيون پونديون. توهان جتي جنم ورتو، جنهن توهان کي پاڙهي انجنيئر يا ڊاڪٽر بڻايو، ان ملڪ جي خدمت ڪرڻ بدران ائين ڇڏي وڃڻ ڪٿي جو انصاف آهي. ڪاش، اسان جا پاڪستاني پائر چيني ماڻهن مان سبق حاصل ڪن، جيڪي هزارين روپين جا پگهار ڇڏي اچي سؤ ڏيڍ سؤ تي ملڪ جي خدمت ڪرڻ لڳا آهن. هيڊروجن بم، ائٽم بم ائين ئي نهندا. ملڪ جي مضبوطي، آسودگي ۽ ترقي ائين تہ ٿيندي. خير ادا اچون ٻين ڳالهين تي. هتي جڳهہ جڳهہ پرائيويٽ بئنڪون آهن، جتان دنيا جو هر سڪو مٽجي ملي ٿو. اسان وٽ بہ اٽلي، مصر ۽ يوگوسلاويا جي ڪافي پرڪٽ بچيل هئي، سو ڪجهہ دوستن گڏجي هڪ بئنڪ تان مٽايا. جن جا هزار روپيا ڪن ٿيا ٿي، پر Calculation مشين جي غلط حساب سبب هزار بدران ڏهہ هزار ڏئي ويو. اسان کي بہ خبر نہ هئي، جو هر ملڪ جي سڪي جو اگهہ ڦرندو رهي ٿو. آءٌ تہ ان وقت ڪونہ هوس، ٻيا دوست مٽائي ڪٽي آيا ۽ ورهاياسين. بلڪ خوش ٿي ورهائي ڪنياسين. ڪجهہ تہ خرچي بہ آيا.

ٻئي ڏينهن آءٌ جهڙو بئنڪ وٽان لنگهيس تہ بئنڪ واري پڇيو: ”پاڪستاني آهين.“ چيومانس: ”ها“. پوءِ سڄو قصو ڪري ٻڌايائين تہ رات مون وٽ ڪجهہ پاڪستاني آيا هئا ۽ مون سان هيءَ ويڌن ٿي آهي ۽ غلطي ۾ گهڻا پئسا ڏيئي وينو آهيان. آٿت ڏئي چيومانس: ”گهٻراءِ نہ. انهن خوش نصيبن ۾ هڪڙو آءٌ بہ آهيان، جنهن سڄي رات خوشيءَ وچان ننڊ نہ ڪئي آهي. هاڻي جلدي ڪر، دهليءَ جا نڳ اسان نہ آهيون، جهاز تي هل تہ هلي هنن ڪان وٺون، بس رڳو دعا ڪر تہ سڀ خرچي نہ وينا هجن.“

جهاز تي آياسين، ظاهر آهي اهڙي خراب خبر ٻڌي سڀ مون تي مڇرجي پيا پر پوءِ وڏيڪ مليل پئسا واپس ڪرڻ لاءِ راضي ٿي ويا. پئسا گڏ ڪري ڪيس ڏيارياسين. شڪريو ڪري چوڻ لڳو: ”توهان ڏاڍا سنا ماڻهو آهيو.“ دل ۾ چيم ياڳن وارو آهين، جو اسان جهڙن معتبرن جي ور چڙهي وئين نہ تہ سر وڃنئي ها.

وڃڻ وقت بئنڪ تي اچڻ لاءِ دعوت ڏنائين تہ اچجو تہ پوءِ جبل جي چوٽين تي پڪنڪ لاءِ هلنداسين، جتي برف پئي وسي ۽ سيدار وڻن جا ٻيلا آهن. پر اسان

نہ وياسين. هن اجايو ٿورو تي لاتو. ٻئي ڏينهن آءٌ شهر ويس پر سندس بئنڪ اڳيان لنگهيس بہ ڪونہ. جيئن ڪو اوڏر نہ ڏيڻ خاطر ان گهٽيءَ مان ئي نہ لنگهندو آهي. پر ڪالهہ اوچتو شهر ۾ ملي ويو ۽ دڪان (بئنڪ) تي گهلي آيو. پنهنجي ٻائرن ۽ پوڙهي پيءُ سان ملايائين. ڪلاڪ ڏيڍ خبرون ڪيونسين. هڪ ٻئي جي ملڪ، رسم، رواج ۽ مذهب بابت. پوءِ موڪلائي نڪتس. وري طرابلس شهر جا رستا ۽ گهٽيون ماهر سروير وانگر ماپڻ لڳس، تہ اوچتو اچي بارش وٺي. (هتي بارش تمام گهٽ پوي ٿي. هتي جا جبل ڪڪرن ڪان بہ اوچا آهن ۽ سمنڊ ڪان اتيل ٻاق ڪي ٻئي پاسي وڃڻ بدران واپس ڪن ٿا ۽ طرابلس مٿان ئي وسڪارو لڳو رهي ٿو.) بارش کان بچڻ خاطر هڪ دڪان جي آڙ ۾ تي بيٺس. اتفاق سان بئنڪ وارو عبدالقادر اتان اچي لنگهيو. سندس گهر ڪو سامهون ئي هو. تنهن جو مون ڪي بارش ۾ پسندو ڏٺو سو گهر هلڻ لاءِ چيائين. سندس گهر چوڏهن ماڙ بلڊنگ جي ستين ماڙ تي آهي. ”اسان هتي جا امير ترين ماڻهو آهيون، پر اسان جي فئملي سدائين سادگي پسند رهي آهي. هيءَ سڄي بلڊنگ اسان جي آهي. اسان چار ڀائر آهيون . بہ وچيان شادي شده آهن. آءٌ وڏو آهيان ۽ ڀاءُ ۽ ڀاڄائيءَ سان ستين منزل تي رهان ٿو ۽ ٻيا ڇهين تي. باقي ماڙيون ۽ هيٺيان دڪان مسواڙ تي آهن. هڪ ٻي ٻاويهہ ماڙ بلڊنگ وچ شهر ۾ نهيل بہ اسان جي آهي. اسان جون پرائيويٽ بئنڪون آمريڪا، فرانس، جرمني ۽ آسٽريليا ۾ بہ آهن. نيويارڪ ۾ ڪيترا واپاري اسان ڪي سڃاڻن ۽ اسان جي ايمانداريءَ جي ساک ڏيندا.“ لفٽ خراب هئي سو ڏاڪا چڙهندا وياسين. هنن جي سڄي فئملي انگريزي، عربي ۽ فرينچ ڳالهائي ٿي، سو اسان انگريزيءَ ۾ گفتگو ڪري رهيا هئاسين. آخر جڏهن ستين ماڙ تي پهتاسين تہ تالو لڳل هو. چيائين تہ ”ڀاڀي ٻارن ڪي اسڪول ڇڏڻ وئي هوندي. اجهو آئي. هل تہ هيٺ انتظار ڪريون.“

پڇيومانس ”لفٽ ڪي ڇا ٿيو آهي؟“

”خراب ٿي پئي آهي.“ لفٽ جو دروازو کولي چيومانس تہ پرواهہ نہ ڪر. آءٌ انجنيئر آهيان. اهي مشينري جون سڀ ڪيڏون ڄاڻان. چڱي طرح ڏٺم تہ Contact جي معمولي غلطي هئي ـــ جنهن ڪري لفٽ اڪثر رنڊجي پوندي آهي.

چيومانس: ”اکيون بند ڪر.“ نيڪ ڪري ٻنڻ کي دٻايم ته ٻي ساعت ۾ پٽ تي هئاسين. ڏاڍو ڪليو ۽ سنو دوست ٿي ويو. ٻاهر نڪتاسين ته سندس ياءُ يايي ۽ ياءُ جي سسُ بيني هئي. تعارف بعد فيصلو ٿيو ته يايي مونا جي ماءُ دمشق (شام) وجي رهي آهي. سو ان کي بس تي چڙهي اچون. بس چرڻ لڳي ته في امان الله چيومانس. سڀ وائڙا ٿي ويا ته عربي ڪٿان سکياسين. پوءِ کين ٻڌايم ته اسان جي ملڪ ۾ مذهب جو تهذيب ۽ زبان تي به ڪافي اثر آهي ۽ ڪيترا عربي لفظ اسان جي ٻوليءَ ۾ عام ٿي چڪا آهن ۽ لکٽي به عربي اسٽائيل آهي. گهر واپس آياسين. گهر جو دروازو ڪليو ته اندر ائين لڳو ڄڻ ڪو شاهي محل هجي، هي گهر مغربي ۽ مشرقي طرز سان سينگاريل هو. هر شيءِ قيمتي ۽ اعلىٰ نظر اچي رهي هئي. ڪمرا تمام وڏا ۽ ڪشادا. قيمتي ايراني غاليچن سان سجايل. ڪلاڪ ڏيڍ جي ڪچهريءَ ۾ ئي ڏاڍو رلي ملي وياسين. ڄڻ پراڻا واقفڪار يا مائٽ هجون. گهر ۾ ڪوبه نوڪر يا نوڪرياڻي نه هئي. هيڏي امير هوندي به مونا خود وئي ۽ چانهه ناهي آئي. رڌ پچاءُ جو سجو ڪم پاڻ ٿي ڪيائين اها ٻي ڳالهه آهي ته ٻين يورپي ملڪن وانگر هتي به Mechanization ڏاڍي اچي وئي آهي. واشنگ مشينون، وئڪيوم ڪلينر ۽ سڄي Cooking Range. پر تنهن هوندي به پنهنجو ڪم پاڻ ڪرڻ قابل ذڪر ڳالهه آهي. پاڻ انگريزي ۽ جرمن زبان ۾ گريجوئيٽ آهي. اسان وٽ ذرا فرق ڏسو، ڪا ڇوڪري به درجا پڙهندي ته پاڻ تي مک ويهڻ به نه پئي ڏيندي. چار چار نوڪرياڻيون هوندي به هر امير گهر ۾ ڪم جي شڪايت ٻڌڻ ۾ اچي ٿي.

چانهه جو دور به هلندو رهيو ۽ ڳالهيون به ڪندا رهياسين. پنهنجي فئمليءَ جا هڪ هڪ ڪري سڀ فوٽا ڏيکاريائون. پاڻ ٻڌايائون ته ٻارن جا نالا جهاد (اسلامي لڙائي) ۽ نجاد (زهر ۾ ٻڏل خنجر) ان ڪري رکيا اٿئون، جو ٻنهي جو هڪٻئي سان واسطو آهي. ڳالهيون ڪندي پڇيائين، ”توهان سڀ پاڪستان ڪلٽا ۽ خوش مزاج ڇو آهيو.....؟“

آغا سليم اسٽائيل ۾ وراڻيومانس: ”اسان پنهنجا سوين سور ۽ درد دل اندر ئي دفن ڪري ٻاهران مسڪراهٽ جو قبو اڏي ڇڏيندا آهيون.“

ادب جو اڃي ذڪر نڪتو. چيومانس: ”مشرق ۽ مغرب جي اديبن ۾ وڏو فرق آهي. مغرب جا اديب ’سائنس ۽ ٽيڪنالاجي‘ جا ڪتاب لکندا آهن ۽ اسان جا اديب فقط ڪوڙا قصا ۽ من گهڙت ڪهاڻيون لکندا آهن. جنتريون ۽ خوابن جا خوبصورت تعبير لکندا آهن. مغرب جي ماڻهن وڃي چنڊ ۽ تارن تي قبضو ڪيو آهي. اسان جا ماڻهو اڃا اڳِڪتين ۾ وقت وڃائيندا رهن ٿا ته فلاڻي تاري جو فلاڻو اثر آهي. ستارو گردش ۾ آهي. اڄ سج گرهڻ ٿيندي، پيٽ سان عورت سڌي ٿي سمهي، نه ته چپ ڪٽيو يا نڪ ڪٽيو ٻار ڄمندس وغيره“

اڄ رات جو پوري ٻارهين وڳي لبنان جي هن خوبصورت بندرگاهه طرابلس (Tripoli) مان لنگر کڻي رهيا آهيون. هڪ نئين ديس ۽ دنيا طرف.

تنهنجو پنهنجو.

# بحر اسود (Black Sea)

## (سال 1968. رئنڪ : جهاز جو ففٿ انجنيئر)

پوئنچ سمنڊ ۽ ڪاري سمنڊ کي هڪ تمام سنهي نار ڳنڍي ٿي جنهن جو پيٽ سنڌو نديءَ کان ٻيڻو ٽيڻو. نار جي پاسي وڏا وڏا جبل آهن جن جو سلسلو ڪناري کان شروع ٿئي ٿو ۽ انهن جبلن تي ٻئي پاسي ترڪيءَ جو وڏو ۽ خوبصورت شهر استنبول ٻڌل آهي.هڪ طرف پراڻو استنبول آهي ۽ ٻئي طرف نئون. هن وقت اسان ان نار جي وچ ۾ بيٺا آهيون. سامهون هن نار تي ٻڌل وڏي پل ـ جيڪا فلم 'ڏئٿ مئن ان استنبول' ۾ ڏيکاري وئي آهي، سا نظر اچي رهي آهي. استنبول اهو شهر آهي جيڪو ٻن کنڊن ۾ اچي ٿو. نار جي هڪ پاسي وارو استنبول ايشيا ۾ ٿيو ته ٻئي پاسي وارو يورپ ۾. هتان ڪناري تي ٺهيل ڊگهن منارن واريون مسجدون صاف نظر اچي رهيون آهن. اسان جي جهاز جو هن وقت رخُ ڪاري سمنڊ ڏي آهي. ڪاري سمنڊ جي ڪناري تي روس، بلغاريا، رومانيا اچي وڃن ٿا. هن سمنڊ کي اسود، ڪارو يا Black ان ڪري سڏين ٿا جو هتي سال جا ٻارهن ئي مهينا ڪوهيڙو ۽ ڌنڌ لڳو رهي ٿو. ڏيک Visibility هميشه گهٽ ۽ ڌنڌلو هوندو آهي ۽ چؤطرف جڻ ڪاراڻ ڇانيل رهي ٿي. ان ڪري هن سمنڊ جو نالو اهو رکيو ويو آهي.

هن سمنڊ ۾ جهاز هلائڻ وقت هميشه گهڻو خيال رکڻو پوي ٿو ۽ ذري ذري ڪوهيڙي جو سگنل ڏيڻو پوندو آهي جيئن سامهون ايندڙ جهاز هڪ ٻئي کان خبردار رهي سگهن. ٻيڙيون ۽ ننڍا جهاز ته هن سمنڊ جي ڪناري ته به هلندي گهٻرائيندا آهن. هيءَ سمنڊ جي پٽي يا نار جيڪا ٻن سمنڊن کي ملائي ٿي سا ترڪيءَ جي ملڪيت ليکي وڃي ٿي، ان ڪري هتان لنگهڻ وقت هر جهاز کي ترڪيءَ جي حڪومت کان موڪل وٺڻي پوي ٿي. هن نار تائين پهچڻ کان اڳ، طرابلس (لبنان) کان ايندي وقت وچ سمنڊ ۾ ڪيترا ننڍا يوناني جابلو ٻيٽ سمنڊ اندر ۽ ٻاهر نظر آيا. اٽڪل ٽي ڪلاڪ ڪن اسان کي جهاز آهستي هلائڻو پيو.

اهي ٻيٺ سنگاپور يا ملايا جي ٻيٽن وانگر آباد نہ آهن، گھڻو ڪري سڀ سنسان ۽ ويران آهن. پرسان لنگھڻ وقت جهاز جي آواز تي، انهن جبلن تي رهندڙ عقابن ۽ ٻين پهاڙي پکين اڏامي آواز ڪيو ٿي. شايد انهن جا ڪي آنا يا ٻچا آهن ۽ حملي جي ڊپ کان دانهون ڪيائون ٿي.

اسان ڪي هن نار ۾ هڪ هفتو ٻيهي انتظار ڪندي ٻہ ڏينهن ٿي ويا آهن. هتان روس جي بندرگاهہ اوڊيسا ـ جيڏانهن اسان کي وڃڻو آهي، تائين فقط هڪ ڏينهن ۽ رات جو پنڌ آهي. هتي اسان ان ڪري ترسي پيا آهيون جو موسميات جي اطلاع موجب ٽن ڏينهن کان بحر اسود ۾ طوفان (Gale) لڳي رهيو آهي. خير طوفان تہ سمنڊ ۾ لڳندا رهن ٿا ـ 'وہ ساگر ڀي ڪيا جس مين طوفان نہ آئي'، ان جي پرواهہ نہ آهي. اسان جي جهاز تي هن وقت ڪوبہ مسافر ناهي ۽ اسان تہ ساموندي لوڏن ۽ طوفانن جا عادي ٿي ويا آهيون. بقول تنوير جي:

"اسان جو ڪم تہ موجن سان لڙڻ آهي
اسان جي ذهن ۾ ساحل ناهي."

سو اسان کي پنهنجو فڪر ناهي، پر سامان جي اون اٿئون. چاڪاڻ جو سامان کي هڪ هفتو کان ٻي هفتو تائين سلامت پهچائڻ اسان جي ڊيوٽي ۾ شامل آهي. اسان طرابلس (لبنان) مان دبئي ۽ دوحا (قطر) ملڪن لاءِ هزارين سيمينٽ جا پائيپ کنيا آهن ۽ جيڪڏهن طوفان سبب جهاز هيٺ مٿي ٿيو يا لوڏا آيس، تہ پائيپ هڪٻئي سان لڳي ڀڄي پوندا.

هن وقت جهاز جي مين انجڻ ۽ هر مشين تيار آهي فقط موسم صاف ٿيڻ جو انتظار آهي. جهاز تي اسان وٽ هر قسم جا اوزار ۽ آلا آهن، جن ذريعي موسم جو حال احوال معلوم ڪري سگهجي ٿو. سو جيئن ئي اسان هلڻ لاءِ موسم بهتر سمجهنداسين تہ لنگر کڻنداسين. جهاز کي جيٽِي سان لڳائي. لهي گھمڻ ڦرڻ هن وقت نقصانڪار ٿيندو، ڇو جو جهاز کي جيٽي (ڏڪي) سان لڳائي بيهارڻ جي روزانا مسواڙ ۽ ٻيا خرچ، هزارين روپين ۾ بندرگاهہ وارن کي ڏيڻا پون ٿا. ان ڪري اسان هتي وچ نار ۾ ئي لنگر ڪيرائي ترسيا پيا آهيون. لنگر ڪيرائڻ سان جهاز ڇُري پري نٿو. هر جهاز کي اڳيان ٻہ لنگر ٿين. لنگر جي تور اٽڪل ٿي ٽن

کن ٿئي. جيترو بہ پاڻي گهرو هوندو آهي اوترو لنگر هيٺ ڇڏيندا آهيون. جيئن لنگر سمنڊ جي تري ۾ وڃي کپي بيهي ۽ جهاز کي هڪ هنڌ جهلي بيهي. جيڪڏهن هوا تکي لڳڻ جا امڪان هوندا آهن تہ اجا بہ وڌيڪ رسو (Chain) ڍري کندا آهيون ۽ جهاز جي چرڻ (Drift) جو خطرو گهٽجي و يندو آهي. ان بابت هڪ مشهور لطيفو پڻ آهي تہ: امتحان ۾ هڪ ڪئڊٽ کان پڇيو ويو تہ سمنڊ تي جي طوفان لڳي تہ ڇا ڪندين؟ جواب صحيح ڏنائين تہ: ”لنگر جي رسي ڍري ڪندس“

”اجا بہ وڌيڪ طوفان لڳي تہ؟“ ممتحن وري پڇيس.

”اجا بہ وڌيڪ رسو ڍرو ڪندس.“

”ان کان بہ وڌيڪ طوفان لڳي تہ؟!“

”ان کان بہ وڌيڪ رسو ڇڏيندس.“

تنهن تي ممتحن پڇيس تہ ايڏو وڏو رسو آڻيندين ڪٿان....؟

”سائين!“ ڪئڊٽ نهہ پهہ جواب ڏنس، ”اتان جتان توهان طوفان آڻيندؤ.“

رسي مان مراد ڪو سوٽلي جو رسو يا وهٽ ٻڌڻ جي نوڙي نہ سمجهڻ کپي. هيءَ سنگهر Chain ايڏي تہ مضبوط ۽ ڳري ٿئي ٿي جو تو مون پارو وڏ ۾ وڏ ان جا بہ ڇلا Shackles ڪٽي سگهي. جهاز جو لنگر جنهن مشين سان ڪيرايو يا ڇڪيو وڃي ٿو ان کي Windlass سڏجي ٿو. ۽ جنهن سان جهاز جا پويان رسا ڇڪبا آهن تنهن کي ڪئپسٽن Capstan سڏبو آهي. جنهن جي شڪل ڪئپسٽن سگريٽ يا پاڪيٽ تي پڻ نهيل آهي.

سمنڊ تي ڪيترن ئي قسمن جا حادثا درپيش اچن ٿا. جهڙوڪ ٻن جهازن جو ٽڪرائجڻ، خشڪيءَ تي جهاز جو چڙهي اچڻ (يعني Aground ٿيڻ)، جهاز تي باهہ لڳڻ، انجڻ جو ڦاٽڻ، خطرناڪ ڪارگو جو ڦاٽڻ وغيره وغيره. انهن کان بچاءَ لاءِ ساڳي وقت ڪيترائي اپاءَ ورتا وڃن ٿا. زماني سان قدم ملائڻ لاءِ ٻين شين سان گڏ جهاز رانيءَ پڻ ترقي ڪئي آهي. اڄ اهي پراڻي قسم جا جهاز نہ رهيا آهن جن تي ڪولمبس، واسڪو ڊيگاما، ڪئپٽن ڪڪ يا سندباد سفر ڪيو ٿي. جيڪي موسم ۽ سمنڊ جي تهہ هيٺ لڪيل آفتن کان بيخبر ٿي هلندا هئا. اڄڪلهہ جي هر جهاز تي ردار Radar آهي. اڪثر سمنڊ ۾ هر وقت بارش ۽ ڪوهيڙي ڪري ڪجهہ

نظر نہ ايندو آهي. تہ آيا سامهون کو ٻيو جهاز پيو اچي يا سمنڊ جي تهہ ۾ ڪجهہ لڪيل آهي. ان معلومات لاءِ بند ڪمري ۾ رکيل ردار ۾ ڏسبو آهي. جنهن جي ٽيليوزن جهڙي پڙدي تي هر شيءِ سامهون صاف نظر اچي ٿي. اسان جي جهاز جي ردار جي رينج چاليهہ ميل ڪن آهي. يعني چاليهہ ميلن تائين جيڪو ڪجهہ بہ سمنڊ جي ٻاهر يا اندر آهي، اهو صاف ان پڙدي تي نظر اچي ٿو ۽ اهو پڻ معلوم ٿيندو آهي تہ آفت ڪيترو پري آهي ۽ ڪهڙي طرف آهي ۽ آيا اها هڪ هنڌ بيٺل آهي يا وڌي رهي آهي. ۽ جي وڌي رهي آهي تہ ڪهڙي طرف ۽ ڪيتري رفتار سان، جيئن ان کان پورو پورو بچاءُ ڪري سگهجي. ان کان علاوه دنيا جي هر سمنڊ جو هر حصو مَيَل ۽ ماپيل آهي. هر جهاز تي، سمنڊ جي چپي چپي جا الڳ الڳ نقشا آهن. جن ۾ سيڪجهہ ڏنل هوندو آهي تہ ڪٿي ۽ ڪيترو سمنڊ اونهو آهي. ان کان علاوه هر جهاز تي هڪ اوزار Instrument 'ايڪو سائونڊر' نالي هوندو آهي جيڪو لڳاتار چقمقي لهرون جهاز تان هيٺ سمنڊ جي تري ۾ اڇليندو آهي ۽ تري سان ٽڪرائڻ بعد انهن جو پڙاڏو جهٽيندو آهي. اهو عمل جيتري وقت ۾ ٿئي ان مان گهرائيءَ جو اندازو لڳائي سگهجي ٿو تہ سمنڊ هيٺ ڪيترو اونهو آهي. پر ان هوندي بہ ڪڏهن ڪڏهن حضرت انسان اهڙيون غلطيون ڪري ويهندو آهي جو حادثي جي منهن ۾ اچي ويندو آهي. ڪيڏا وڏا وڏا جهاز، اونها سمنڊ، خير سان اڪري، ڪناري تي منزل وٽ اچي پنهنجو انت آڻيندا آهن. بقول شاعر:

”نہ خوش ہو بھنور سے سفینہ بچاکر
یے ٹکراکر ساحل سے بھی ٹوٹتے ہیں“

ڪڏهن ڪڏهن تہ اهڙا طوفان اچيو وڃن جو انسان بيوس ٿيو وڃي ۽ جهاز جو ٽڪر ٿيو وڃي. ان جي بچاءَ خاطر ۽ جهاز جي بچائڻ لاءِ اڄڪلهہ هر جهاز کي هڪ بدران بہ لوهي ترا آهن. جيئن هڪ جي پڇي پوڻ ڪري ٻيو بچاءُ جو ڪم ڏئي. انهن ٻنهي ترن جي وچ ۾ جيڪا جڳهہ ٿئي ٿي ان کي مختلف حصن ۾ ورهايو وڃي ٿو ۽ هر هڪ حصو ڊبل باٽم ٽئنڪ Double Bottom Tank سڏبو آهي، جنهن ۾ ضرورت جي حالت ۾ مٺو پاڻي يا وڏيڪ تيل رکيو وڃي ٿو يا ڪڏهن

مال نہ هئڻ ڪري جهاز ڪي هلڪي هئڻ کان بچائڻ خاطر انهن خالي ٽئنڪن ۾ سمنڊ جو کارو پاڻي پريو وڃي ٿو. اڳئين زماني ۾ جهاز کي وزني ڪرڻ لاءِ مٽي يا پٿرن جون ڳوٿيون رکيون وينديون هيون، اهو ڪم وقت وٺندڙ، ڏکيو ۽ مهانگو ثابت ٿيندو هو. پر اڄڪلهه فقط Ballast Pump جو بٽڻ دٻايو تہ ڪلاڪ اندر سمنڊ جو پاڻي ٽنئڪن اندر يا ٽئنڪن جو پاڻي ٻاهر سمنڊ ۾ وزن مطابق هليو وڃي. نہ جهاز کي بيهارڻو پوي نہ ڇا. ان کان علاوه هر جهاز پنجن ڇهن (پئسينجر جهاز تہ ستن اٺن) حصن ۾ واٽر ٽائيٽ Water Tight لوهي پٽين ذريعي الڳ الڳ ڪيل هوندو آهي جن کي Bulk-Head سڏجي ٿو. انهن پٽين جو حادثي وقت اهو فائدو رهي ٿو تہ جيڪڏهن جهاز جي هڪ حصي کي نقصان رسي ۽ پاڻي جهاز جون لوهي پليٽون چيري اندر ڏوڪي پوي، تہ اهو پاڻي فقط ان حصي کي ڀري سگهي ۽ وڌيڪ پٽيون لتاڙي ٻين حصن کي نہ ٻوڙي. ان کان سواءِ اڄڪلهہ جا جهاز اهڙي نموني سان ناهيا ويا آهن، جو حادثي بعد تباهہ ٿيل صورت ۾ بہ يڪدم ٻڏيو نہ ٿا سگهن. گهٽ ۾ گهٽ ڏينهن اڌ تہ لڳايو ڇڏين. ڪي ڪي جهاز تہ هفتا بہ لڳايو ڇڏين. تيسين بچاءَ لاءِ ٻيا جهاز پهچيو وڃن يا جهاز تي رکيل ٻيڙين Life-Boats ۾ چڙهي بچاءُ ڪري سگهجي ٿو. هر جهاز تي، جهاز تي رهندڙ ماڻهن لاءِ مقرر ٻيڙيون آهن. انهن ٻيڙين ۾ هڪ قسم جون Buoyancy-Tanks آهن جن جي اها خاصيت آهي تہ جيڪڏهن سڄي ٻيڙي پاڻي سان ڀرجي تہ بہ ٻڏي نہ سگهي. ان قسم جي هر ٻيڙيءَ تي اٽڪل ويهن ڏينهن کن جو هر مسافر لاءِ کاڌو (بسڪٽن، چاڪليٽن ۽ پاڻيءَ جي صورت ۾) رکيل ٿئي ٿو. جنهن کي تازو رکڻ لاءِ اهو هر ٽئي مهيني بدلايو وڃي ٿو.

هر ماڻهوءَ لاءِ ’لائف جيڪٽ‘ ۽ ’لائف بئاءِ‘ بہ هوندو آهي. جو طوفان جي وقت ٻڏي پوءِ ٻيڙين ۾ چڙهبو آهي. ان جي اها خاصيت آهي تہ خدانخواستہ جي ٻيڙي بہ تباهہ ٿي وڃي، تہ هي ماڻهوءَ کي چوويهن ڪلاڪن تائين مٿي ڇڪي رکي ٿو ۽ ٻڏڻ کان بچائي ٿو. لائيف بئاءِ گول ڪارڪ جو هلڪو نهيل هوندو آهي، جنهن جي شڪل لائف بئاءِ صابڻ تي پڻ ڏنل آهي جو ٻڏندڙ کي اڪثر اڇلي ڏبو آهي تہ بچاءُ ڪري. (باءِ دي وي مون کي لائيف بئاءِ صابڻ ۽ ڪئپسٽن سگريٽ

جو ايجنٽ يا شيئر هولڊر نہ سمجهجانءِ. مون تہ ائين ئي توکي سمجهائڻ خاطر مثال ڏنا آهن.)

مٿي لکيو اٿم تہ جهاز ٻڏڻ وقت ٻيا جهاز بچائڻ لاءِ پڻ ايندا آهن، انهن کي خبر هن ريت پوندي آهي. هر جهاز تي وائرليس سيٽ، ريڊيو ۽ آواز جهپڻ جا اوزار آهن جن لاءِ ريڊيو آفيسر مقرر ٿيل آهي. هو ڏينهن جي چوويهن ڪلاڪن مان مقرر اٺ يا ٻارهن ڪلاڪ ڊيوٽي ڏئي ۽ هر قسم جا سگنل ۽ نياپا وٺي ۽ جواب ڏئي. اهي نياپا آواز، تصويري ليکن ۽ روشني ذريعي اچي سگهن ٿا. تون جي چاهين تہ وچ سمنڊ ۾ مون کي تار موڪلي سگهين ٿو. جا آءٌ هتي ريڊيو ذريعي ٻڌي سگهان ٿو بشرطيڪ توکي اسان جي جهاز جي ريڊيو جي Frequency جو علم هجي. پر هڪ نياپو اهڙو آهي جو موڪلڻ سان هر جهاز تي پهچي ٿو. چاهي فريڪنسي جو علم هجي يا نہ. اهو مختصر نياپو آهي 'ايس. او. ايس'. S.O.S معنيٰ اسان جي جان بچايو Save Our Souls ۽ جنهن وقت جهاز ٻڏندو آهي تہ اهڙو سسٽم رکيو ويو آهي جو اهو سگنل (نياپو) خودبخود لڳاتار ٽرانسمٽ ٿيندو رهي، جيسين جهاز سمنڊ جي اونهي تهن ۾ وڃي ڇڪنا چور ٿي وڃي. ساڳي وقت اهو سگنل جنهن جهاز تي پهچندو تہ ان جو خودبخود هارن وڃي ويندو ۽ ڳاڙهي بتي ٻري ويندي ۽ هر هڪ کي معلوم ٿي ويندو تہ سمنڊ جي ڪهڙي حصي ۾ مصيبت زده جهاز آهي. بين الاقوامي قاعدن مطابق هر ويجهي جهاز کي بچاءَ لاءِ ضروري ڪم ڇڏي ٻہ وڃڻو پوندو آهي. ٽي چار سال اڳ جڏهن يونان جو مسافر جهاز 'لکونيا' ٻڏي رهيو هو تہ ٻين جهازن سان گڏ پاڪستاني جهاز 'المهدي' بہ ٻارهن ڪن مسافر بچايا هئا. بهرحال جيڪڏهن حياتي آهي تہ ٻڏندڙ بہ بچيو وڃن. باقي اهو چوڻ غلط آهي تہ فقط تارو بچي سگهن ٿا. ترڻ جو تہ ههڙي اٿاهہ سمنڊ ۾ سوال ئي پيدا نہ ٿو ٿئي. ڪير ڪيترو ههڙي ڪاري پاڻيءَ ۾ تري سگهندو، جنهن ۾ ڇپي ڇپي تي خطرناڪ ڪن ۽ ڪائونٽر ڪرنٽ آهن. ان کان علاوه ساموئڊي جانورن جو خوف. ڪجهہ عرصو اڳ ايراني نار ۾ 'دارا' جهاز جي باهہ واري حادثي ۾ جن مسافرن هراس ۽ خوف ۾ پاڻ کي پاڻيءَ ۾ ڇڏيو، انهن جو تمام گهڻو حصو باهہ بدران شارڪ مڇين جي نذر ٿي ويو. هونءَ اهڙي

قسم جا حادثا تمام ٿورا ۽ ورلي ٿين ٿا، نه ته اڪثر هرقسم جي بچاءَ جو بندوبست آهي. پر ان هوندي به ڪنهن ڪي جي ترڻ اچي ٿو ته اها سني ڳالهه آهي. پر ان قسم جو ڪو قاعدو يا قانون ناهي ته ڪنهن به قسم جي نيوي ۾ وڃڻ لاءِ ترڻ اچڻ لازمي آهي. لکڻ جو مقصد فقط اهو ۽ انهن لاءِ آهي جي اهو سوچي نيوي ۾ نٿا اچن جو ڪين ترڻ نٿو اچي. ترڻ ۾ ڇا آهي. ترڻ ته ماڻهو هفتي اندر سکي سگهي ٿو.

سمنڊ تي اڪثر باهه جا حادثا عام ٿين ٿا. باهه ڪيترن ئي نمونن جي لڳي سگهي ٿي. تيل جي باهه، ڪاٺ يا سامان ڪي باهه، اليڪٽرڪسٽي جي باهه وغيره. هر قسم جي باهه تي قبضو ڪرڻ لاءِ مختلف طريقا آهن. پر هر طبقي ۾ ساڳيو اصول آهي ـ آڪسيجن جنهن جي موجودگي ۾ باهه قائم رهي ٿي ۽ وڌي ٿي، اها ڪڍي ان جي جاءِ تي ڪاربن ڊاءِآڪسائيڊ جهڙي گئس پري ڇڏجي جا ڪافي ڳري آهي ۽ بلاڪيٽ وانگر باهه مٿان ڇانئجيو وڃي ۽ باهه هن گئس جي موجودگيءَ ۾ ختم ٿيو وڃي. يا ان جڳهه کي پاڻي يا ڪنهن ٻئي نموني مان ايترو ته ٿڌو ڪجي جو Combustion ئي نه ٿئي. اليڪٽرڪ سٽِي جي باهه لاءِ اڪثر ڪاربن ٽيٽرا ڪلورائڊ گئس استعمال ڪبي آهي جا هڪ زهريلي گئس آهي ۽ ٻي جنگ عظيم ۾ استعمال ڪئي وئي.

هر ڇنڇر ڏينهن هر جهاز تي بوٽ ڊرل ۽ فائر فائيٽنگ پرئڪٽس ٿيندي آهي. جنهن ۾ ٻيڙيون لاهي انهن ۾ جلدي چڙهڻ جي مشق ڪبي آهي، جيئن حادثي وقت، دقت پيش نه اچي ۽ هر ڪم ڦڙتائيءَ سان ٿي سگهي ۽ ساڳي وقت باهه سان مقابلو ڪرڻ جي پڻ مشق ڪئي ويندي آهي.

اڄڪلهه هر جهاز تي هڪ اوزار آهي جنهن کي 'دونهون ڳوليندڙ' ( Smoke Detector) سڏجي ٿو. هن ذريعي باهه لڳڻ ڪان اڳ معلوم ٿيو وڃي ٿو ته جهاز جي ڪهڙي حصي ۾ باهه لڳڻ واري آهي يا لڳي چڪي آهي. ۽ پري ڪان ئي ان تي ڪنٽرول ڪري سگهجي ٿو. هن اوزار ۾ شيشي جا ٽيهه کن ٽيوب ٿين ۽ اوترن ئي حصن ۾ جهاز کي ورهايو ويندو آهي. هر حصي ۾ لڳندڙ قدرتي هوا جو نمونو ننڍڙي پکي ۽ ڏگهي ٽيوب جي ذريعي اتان ڇڪي هن شيشي جي ٽيوب

مان گذاريو وڃي ٿو. اهڙي نموني جهاز جي سيني حصن جي هوا جو نمونو مقرر ٽيوبن مان گذرندو رهي ٿو. باهه لڳڻ کان اڳ هميشه دونهون دکندو آهي ۽ اهو جيئن ئي هن ٽيوب مان گذري ٿو ته اليڪٽرانڪ ذريعي ان ئي وقت زور سان هارن وڄي ٿو ۽ ڳاڙهي بتي ٻري ٿي ۽ يڪدم ٽيوبن کي ڏسي معلوم ڪري سگهجي ٿو ته ڪهڙي هنڌ باهه لڳڻ واري آهي.

هر هڪ ٽيوب ساڳي وقت ڪاربن گئس جي وڏن سلينڊرن سان ڳنڍيل هوندو آهي. جيڪڏهن باهه زور وٺي چڪي آهي ۽ هٿرادو طرح ختم ڪرڻ ناممڪن آهي ته پوءِ هڪ بٽڻ دٻائڻ سان ان حصي جي هوا ٽيوب مان گذارڻ بدران، سلينڊر جي ڪاربان گئس ان حصي ۾ ويندي آهي ۽ آڪسيجن گئس کي تڙي سڄي ڪمري يا حصي کي پري ڇڏيندي آهي. ۽ هڪ دفعو ڪاربان گئس اچي وئي ته ڪيتري خطرناڪ ۽ خوفناڪ باهه به ختم ٿيو وڃي. ان جو مثال ان ريت آهي جيئن ڪنهن موم بتيءَ کي گلاس سان ڍڪجي. جيسين گلاس اندر آڪسيجن موجود هوندي انهن ساعتن لاءِ موم بتي ٻرندي رهندي ان بعد اجهامي ويندي.

اهڙي طرح ٻيا به ڪيترائي حادثا سمنڊ تي درپيش ايندا رهن ٿا، جن جي بچاءَ جا پڻ ڪيترائي ممڪن طريقا آهن. حضرت انسان باهه، پاڻيءَ، هوا ۽ هر شيءِ عقل جي زور تي پنهنجي قبضي ۾ ڪري فتحيابي حاصل ڪئي آهي. منهنجا مولا انسان واقعي عظيم آهي.

چڱو هاڻ، الله توآهر.

# اوڊيسا.روس

هتي روس ۾ پهتي اسان کي چوٿون ڏينهن ٿي چڪو آهي. هن مهل روسي وقت مطابق رات جا نوَ وڄي رهيا آهن. آءُ پنهنجي ڪمري جا دَر دريون بند ڪري، هيٽر کولي، توکي خط لکي رهيو آهيان. ٻاهر تيز هوا جا سوساٽ ٻڌڻ ۾ اچي رهيا آهن. هينئر هينئر ٻاهران گهمي واپس آيو آهيان. گرم ڪوٽ، جئڪٽ، ٻه سئيٽر، چمڙي جا جوراب ۽ روسي ٽوپي لاهي سامهون ڪليءَ ۾ ٽنگي اٿم. لانگ بوٽ ۽ ٽوپيءَ تي جا برف ڄمي وئي هئي، سا ڇريءَ سان ڪرڙي لاٿي اٿم. اکين ۽ ڀنبٽين ۽ ڪنڌ تي ڄمي ويل برف ٽوال سان اگهي اٿم. ٻاهر روز وانگر اڄ ٻه سخت برفباري ٿي رهي آهي ۽ ٽيمپريچر زيرو ڪان ٻه گهٽو هيٺ آهي. ٻاهر ڪٿي ٻه پاڻي نظر نٿو اچي. سڀ ڄمي برف ٿي ويو آهي. جهاز تي اسان گرم پاڻي استعمال ڪري رهيا آهيون. ٿڌي پاڻيءَ جو سسٽم Drain ڪري ڇڏيو اٿئون. رهيل پاڻيءَ، ڄمڻ سبب ڪافي پائيپ ڦاڙي ڇڏيا آهن. اهو ان ڪري جو پاڻي ڄمڻ تي Expand ٿئي ٿو.

ٿڌ جو اندازو ان مان لڳائي سگهجي ٿو ته جيڪڏهن ڪنهن ٿانوَ ۾ گرم پاڻي وجهي ٻاهر اڱڻ تي رکجي ته يڪدم برف ٿيو وڃي. سوال اهو ٿو پيدا ٿئي ته پوءِ سمنڊ جو پاڻي برف ڇونه ٿو ٿئي؟ اهو ان ڪري جو سمنڊ جو پاڻي عام پاڻيءَ وانگر ناهي. ان ۾ اهڙا ڌاتو، خاص ڪري لوڻيات مليل آهن جنکي ڄمڻ لاءِ عام پاڻيءَ کان وڌيڪ ٿڌ کپي. پر اڄ ته صبح کان ايتري ٿڌي هوا پئي لڳي جو ٽيمپريچر ڪاٿو پنج سينٽي گريڊ کان ٻه هيٺ ڪري پيو آهي ۽ سمنڊ جو مٿيون تهه ـ اٽڪل ٻه انچ ڪن، برف ٿي ويو آهي. جڏهن ڪا وڏي ٻيڙي يا جهاز لنگهي ٿو ته برف جي تهه کي چيري لنگهي ٿو.

اوڊيسا ڏکڻ روس جو وڏو بندرگاهه ۽ شهر آهي جيڪو بحر اسود جي ڪناري تي آهي. ڪراچيءَ کان چڱو وڏو بندرگاهه آهي. هن وقت ڪيترائي سفيد رنگ جا روسي جهاز ، جن جي چمنيءَ تي روس جو نشان ڏاٽو ۽ هٿوڙو نهيل آهي، بيٺا آهن. ان کان علاوه هنگري، پولينڊ ، بلغاريا ۽ ٻين ملڪن جا جهاز ٻه ۽

هڪ هندستاني جهاز اسان جي بلڪل پَر ۾ بيٺو آهي جيڪو بمبئيءَ کان آندل سٽي لاهي رهيو آهي. اسان پاڪستان لاءِ مشِينريءَ جو سامان ڪٽڻ آيا آهيون. سامان چاڙهائڻ ۽ لهرائڻ يا ان جي نگهباني ڊيڪ آفيسرن جي حوالي آهي. جنهن ۾ جهاز جو ڪئپٽن، چيف آفيسر کان ڪئڊٽ تائين اچي وڃن ٿا. ان ڪري اسان انجنيئر ان کان بلڪل غير واقف هوندا آهيون، ته جهاز تان ڪهڙو سامان پيو لهي يا ڪهڙو پيو چڙهي. ڪڏهن ڪڏهن ڳالهيون ڪندي معلوم ٿي ويندو آهي ته واهه نه ته ڊيڪ آفيسر ڄاڻن سندن ڪم ڄاڻي. ڳري مشينري يا موٽر لاريون گهٽو ڪري اندر Hatches بدران ڊيڪ تي رکي، چڱي طرح ٻڌي ڇڏبيون آهن، جيئن جهاز جي لڏڻ ڪري سامان کي نقصان نه رسي. سو هن وقت دريءَ مان 'ڊيڪ ڪارگو' صاف نظر اچي پيو.

ٿوري دير اڳ جڏهن زمان ۽ آءٌ شهر گهمي واپس پئي آياسين ته رستي تي برف باريءَ ڪري اسان ٻنهي جي عينڪن تي برف چڙهي وئي. سو صاف ڪرڻ لاءِ بندرگاهه ۾ رکيل مشينريءَ سان پريل آفت جيڏن ڪاٺ جي ڪوڪن جي اوٽ ۾ بيهر صاف ڪرڻ لڳاسين. منهنجي سامهون هڪ وڏي ڪوڪي ۾ ٽرئڪٽر نما مشينري بند هئي ۽ اهو ڪوڪو هندستان وڃڻو هو سو ٻاهران 'ڪلڪتو - هندستان' لکيل هو. زمان کي چيم ته پنيان ڏس پرائي ملڪ جي سامان اڳيان اچي بيٺا آهيون. جواب ڏيڻ لڳو، "پر پر واري ڪوڪي تي ڏس ڇا لکيو پيو آهي.....؟"

مڙي ڏٺم ته، "ائگريڪلچرل ڪاليج ٽنڊوڄام، سدرن زون پاڪستان" لکيل هو. سو ان مان سمجهان ٿو ته هي سڀ مشينري جيڪا اسان جي جهاز تي رکي رهيا آهن، ٽنڊوڄام لاءِ آهي. اسان ان جي بدلي روس کي پئسا نه پر سوٽي ڪپڙو، لوڻ، چمڙو ۽ چانور ڏيون ٿا.

روس جيئن ته اتر ۾ آهي، ان ڪري هتي اسان کان وڌيڪ سردي ٿئي. هونءَ اهو عام آهي ته سنڌ ۾ سردي وڌندي آهي ته ماڻهو چوندا آهن ته ڪوئيٽا ۾ برف جي لهر آئي آهي ۽ ڪوئيٽا جا ماڻهو روس جي نالي چوندا آهن. روس جا سائبيريا نالي ۽ سائبيريا ۾ رهندڙ ماڻهو ۽ قيدي اتر قطب کي قصوروار نهرائيندا آهن. بهرحال اتر روس کان هتي اوڊيسا ۾ سردي گهٽ آهي. اتر طرف

وارا بندرگاهہ ـ جيڪي بالٽڪ سمنڊ ۾ آهن سي تہ سياري جا ڇهہ مهينا بلڪل بند رهن. اتي ايتري تہ سردي آهي جو سڄو بالٽڪ سمنڊ برف ٿيل هوندو آهي ۽ ڪوبہ جهاز هن موسم ۾ اوڏانهن وڃي نٿو سگهي. هونءَ هيتري سردي هوندي بہ هتي جي روزمره جي زندگيءَ ۾ ڪنهن بہ قسم جو فرق ڏسڻ ۾ نٿو اچي، جو هتي جا ماڻهو ان سرديءَ جا عادي ٿي چڪا آهن. اها ئي ساڳي رونق، هلچل ۽ شهر ۾ گپا گيهہ ۽ گهما گهمي. هر جڳهہ اها زندگي نظر ايندي جا اسان وٽ سٺي موسم ۾ هوندي آهي. بس فقط هر هڪ گرم ڪپڙن ۾ ويڙهيل نظر اچي ٿو. فقط اکيون ۽ نڪ صاف ظاهر هوندا. نڪ ۽ ٽماٽي جي رنگ ۾ ڪوبہ فرق نہ هوندو آهي. ننڍڙا ٻار سڄو ڏينهن لوهي ڦيٿن وارا بوٽ Skates پائي، رستن تي ڄميل برف تي اسڪيٽنگ پيا ڪندا آهن. ننڍڙا جيت ۽ پاٽيءَ جا پسون سرديءَ کان بچڻ خاطر برف هيٺ لڪيو وينا آهن، ڇو جو ٻاهر هوا برف کان تمام گهٽي ٿڌي رهي ٿي (برف جي ٿڌ فقط زيرو تائين ٿي رهي ان کان وڌيڪ، عام دٻاءَ هيٺ ٿڌي ٿي نہ سگهندي پر هوا تہ تمام گهٽي ٿڌي ٿي وڃي ٿي.)

جهاز تي آيل ٻاهرين ملڪن جي ماڻهن جي وندر لاءِ هتي بہ چين وانگر هڪ وڏو ڪلب آهي جنهن ۾ سئنيما، لائبريري، راندين لاءِ مختلف ڪمرا ۽ سامان، ڊانسنگ روم، ڪئنٽين ۽ ڊيوٽي فري دڪان آهي. پهرين ڏينهن اسان جهاز جا ڪجهہ انجنيئر ڪلب تائين پهچندي ئي ڪلفي ٿي ويا هئاسين. اندر ڪلب ۾ قدم رکيوسين تہ دروازي وٽ هڪ عورت دستور موجب اوورڪوٽ ڪليءَ ۾ ٽنگڻ لاءِ گهرڻ لڳي. جيتوڻيڪ اندر سڄو ڪلب Centrally Heated هو، پر جيئن تہ اسان ٻاهران آيا هئاسين سو اجا سرديءَ جو اثر هو ۽ ڪوٽ لاهڻ تي دل نٿي چاهيو. آخر ٻئي دفعي چوڻ تي ٻين تہ لاٿو پر آءٌ ائين ئي ٻينو هوس. ائين لڳي رهيو هجي جڻ ساهہ بہ ڄمي برف ٿيڻ تي هجي. سنڌ جي ڪوري جهڙين گرمين ۾ وڏو ٿيل ههڙي حال اڳيان هٿيار ڦٽا ڪري ٻيهي رهيس. سڄو جسم ڪيرو ٿي پيو هو (Anesthesia ڏيڻ بدران آپريشن ممڪن هئي ان وقت.) آخر هن خود منهنجي ڪوٽ کي ڇڪي مون کان الڳ ڪيو جيئن ڪاسائي ڪنيل ٻڪري جي جسم تان کل جو آخري حصو لاهيندو آهي. منهنجي بارش ۽ برف ۾ پُسيل ڪانگ جهڙي

حالت ڏسي، مرڪي چوڻ لڳي: ”ڪمال آهي اجا ته اسان وٽ سانوڻي هاڻ ختم ٿي آهي ۽ سيارو شروع به نه ٿيو آهي.“

مٿي آسمان ڏي ـ آسمان ته ڏسڻ ۾ ڪونه پئي آيو، پر هن ڪلب جي گلڪاريءَ جي ڪم سان جهنجهيل ڇت ڏي نهار ڪري چيم: ”اي ڀڳوان! ڪٿي اچي نڪتا آهيون. هي روس آهي يا ريفريجريٽرـ!؟“ اتي مٿان ساٿين سڏ ڪيو ته اچ ته ٽيبل ٽينس ڪيڏي گرم ٿيون.

هتي جي ماڻهن جي زبان روسي آهي جا ٿوري ٿوري پشتو سان ملي ٿي. جهاز جو چيف انجنيئر پناڻ آهي. روسين جا ڪجهه ڪجهه الفاظ هو سمجهيو وڃي. هتي انگريزي ورلي ڪنهنکي اچي ٿي پر ڪلب ۾ جيڪي ملازم آهن، اهي انگريزي، جرمن، فرينچ، عربي، پارسي ڳالهائي سگهن. هتي يورپ ملڪ جا باشندا هندستان، نهرو ۽ گانڌيءَ ڪان چڱي ريت واقف آهن. ڪجهه به ڪٽي هجي، پر اسان جو ملڪ دنيا ۾ هاڻ مڙيئي ڪجهه مشهور ٿيو آهي. لبنان مان جيڪي اخبارون نڪرنديون هيون، انهن ۾ روزانو پاڪستان جون به خبرون هونديون هيون. استنبول (ترڪي) ريڊيو تان به پاڪستان جون خبرون ايندڀون هيون. سيپٽمبر واري جنگ، مارشل لا، وڏنڊڙ واپار، آر.سي.ڊي، بهترين فارين پاليسيءَ ۽ بين نيگيٽو پازيٽو ڳالهين ڪري دنيا کي خبر پئي آهي ته پاڪستان نالي به ڪو ملڪ آهي. چين ۽ياسين ته اتي به ننڍو وڏو پاڪستان ۽ ايوب خان جو پيو پڇي. ۽ ’پاڇستان ـ چين دوستي‘ جا نعرا ٿي هنيائون. (چيني پاڪستان کي پاڇستان اچارين) خير چين جي ته ڳالهه ئي الڳ آهي. ان جي پڪي دوستي ۽ خلوص دليءَ ۾ ڪوبه شڪ ناهي، ۽ چين به اسان کي سڄي ايشيا کنڊ ۾ وفادار ۽ پڪو دوست سمجهي ٿو پر روس ۾ پڻ پهرين ڏينهن بندرگاهه مان نڪتاسين ته سيني ماڻهن جڏهن اسان کي اجنبي سمجهي سوالي نگاهن سان ڏٺو ٿي، ته ڪين پاڻ ڏي اشارو ڪري اسان کي ٻڌائڻو پيو ته ، ’پاڪستان، پاڪستان‘ يعني اسين پاڪستاني آهيون ۽ هنن به جواب ۾ مسڪرايو ٿي. وڌيڪ نه هنن اسان جي زبان سمجهي ٿي ۽ نه اسان هنن جي، جڻ دٻي ۾ نڪريون. اسان چاهيو ٿي ته ڪو انگريزي ڄاڻندڙ هجي ته ان ڪان ڪلب جو پڇون ۽ پئسا مٽائي روس جو سڪو ـ

روبل، ڪبوت ونڻ جو ڏس پتو پڇون. آخر اڳتي وڏياسين تہ هڪ بلڊنگ جي ٻاهران ننڍڙو بورڊ نظر آيو جتي شام جو انگريزي ڪلاس تي ٿيا. اندر گهڙي وياسين تہ ٽي ڪن ڇوڪريون بينچ تي ويٺيون هيون، جن کي چاليھ سالن جو استاد پاڙهي رهيو هو. مون کي استاد جو نالو وسري ويو آهي پر سندس ڳالهائڻ جو نمونو ۽ ڳالهائڻ وقت Expressions ڪڏهن بہ وساري نہ سگهندس. اسان اڳتي وڌي پهريون سوال ڪيو جو سڀ کان ڪندا آهيون. 'نوز انگلش.' (انگريزي اچيوَ ٿي؟)

يڪدم پنهنجي ڳالهائڻ جي انداز ۾ ڏاڍي صاف ۽ صحيح انگريزيءَ ۾ جواب ڏنائين:

"ڇو؟ ڇا ڪپي توهان کي ـ؟"

پر ۾ بينل اعجاز کي ڇيم تہ يار هي تہ ماڳهين وڙهي ٿو. ڪانئس پڇيوسين تہ پاڪستان مان ٻيو بہ ڪو جهاز آيو آهي ڇا؟

(ياد رهي تہ اسان کان اڳ هندستاني جهاز هتي آيل آهي، سو ماڻهو ڏاڍو پلبا آهن تہ اسان ۾ يا هنن ۾ پاڪستاني ڪير آهن ۽ هندستاني ڪير. ڇو تہ اسان جا ملڪ الڳ الڳ هئڻ جي باوجود بہ ننڍي کنڊ جي ماڻهن جو رنگ ۽ قدوقامت تہ ساڳي آهي.) پڇڻ لڳو:

"ڇو اوهان کي خبر نہ آهي ڇا؟"

ٻڌايوسين تہ اسان اڄ آيا آهيون ۽ پاڪستاني آهيون.

"اوهہ! توهان پاڪستاني آهيو؟ اهو نئون جهاز توهان جو آهي، جنهن جي چمني Funnel تي بلو رنگ ۾ N.S.C جو مونوگرام آهي. اڄ مون صبح ان جهاز کي ايندو ڏٺو."

سندس آواز ۽ پروفيسر سيد غلام مصطفیٰ شاهہ جي آواز ۾ شايد ئي ڪوفرق هجي. نہ تہ ساڳيو ڪڙو، صاف ۽ رعبدار ڳالهائڻ هو. شاهہ صاحب منهنجي والد جو ڪلاس ميٽ ۽ دوست آهي. جهاز تي اچڻ کان اڳ 1965ع ۾ منهنجو سندس گهر ڪجهہ ڏينهن لاءِ رهڻ ٿيو هو جتي آئون ۽ سندس پائٽيو هدايت الله

شاهہ سجو ڏينهن نصيحتن ۾ دڙڪن جي منهن ۾ هوندا هئاسين. نہ چمپل پائڻ جي اجازت هوندي هئي نہ رات جو گهمڻ ڦرڻ جي.

”جي ها. اهي اسان ئي آهيون جن جو جهاز تو ڏٺو.“ اسان هن روسي استاد کي ٻڌايو.

ڪجهہ سوچي چوڻ لڳو، ”پر ڳالهہ تہ ٻڌو، توهان جي زبان عربي وانگر لکي وڃي ٿي، پوءِ توهان جي جهاز جو نالو هنديءَ ۾ ڇو لکيل آهي.“

”اها هندي نہ پر بنگالي آهي، جا پڻ اسان جي قومي زبان آهي.“

”اوهہ! اها ڳالهہ آهي.“ هن هر جملي جي اڳيان زور سان ’اوهہ‘ ضرور چيو ٿي. ”يلا سڀ پاڪستاني خوش آهن.“ هن پڇيو.

”سڀ خوش آهن، سڀ مزي ۾ آهن.“

”اوهہ! جيڪر توهان سڀ مزي ۾ آهيو تہ اسان بہ ٺيڪ آهيون. اڇو اڇو. ويهو. يلا ڪجهہ پيئنداؤ. پر هلو تہ ڪلب ۾ هلون.“

هلڻ وارا هئاسين تہ سندس شاگردياڻين مان هڪ پڇيو تہ اسان مان ڪنهن کي فارسي ايندي آهي.

ٻڌايوسين تہ اسان جي دوست سعيد کي ايندي آهي پر خريداري جي حد تائين. يعني فقط شين جا اگهہ فارسي ۾ پڇي ڄاڻي جو ايران جي بندرگاهہ ۾ پنج سال ڌڪا کاڌا اٿس.

ان بعد هن ٺيڪ استاد، خبر ناهي ڪهڙي ڪنڌي هيٺ اسان کي ڪافي ڪجهہ گهمايو ۽ ڏيکاريو. بہ ٽي راتيون لڳاتار جهاز تائين بس وٺي آيو. پهرين رات اوپيرا هائوس وٺي هليو. ٻي رات فلم تي ۽ ٽي رات روسي سرڪس هلي ڏيکاريائين. آخري رات جيتوڻيڪ هائوس فل هو، پر ان هوندي بہ بندوبست ڪري اسان کي جڳهہ وٺي ڏنائين.

هتي روس ۾ چمڙي جون شيون ۽ ڪپڙو ڏاڍو مهانگو آهي. ان ڪان علاوه ٻي ڪا خاص شيءِ  خريد ڪرڻ جهڙي ناهي. هتي فقط اهي شيون عام ملن جن جي روزمره جي زندگي ۾ سخت ضرورت آهي، نہ تہ ٻي ڪنهن شيءِ تي اجايو خرچ نٿو ڪيو وڃي. ڊيوٽي فري شاپ (جنهن دڪان تي اسان ٻاهر جي ماڻهن لاءِ

بنا ٺئڪس جي، ڪارخاني جي اڳهه تي سامان ملي ٿو) ان ۾ فقط ريڊيا، واچون، ڪئميرائون، مووي ڪئميرائون، ٽيليوزنون ۽ ان قسم جون روسي شيون جام ۽ سستيون ملن ٿيون. اسان ڪجهه دوستن ساڳي قسم جو ٽرانسسٽر ورتو، جنهن کي جملي ست بئندون آهن ۽ ايترو طاقتور ۽ مضبوط آهي جو هتان به دهلي، ڍاڪا ۽ ريڊيو سلون چٽو جهڪي ٿو، جنهن لاءِ اسان کي فقط ٽيهه ڊالر ڏيڻا پيا. انهن ريڊيو ٽرانسسٽرن جي ڪيٽ پرسان بوٽن جو ڪيٽ هو ۽ معمولي ڪان معمولي بوٽ جي قيمت به ريڊيو ڪان گهٽي هئي - ڇو جو هتي چمڙو مهانگو آهي. اڄ ڪلهه مون کي جيڪا تڪليف درپيش اچي رهي آهي، سا سوٽي ڪپڙن جي آهي. هن جهاز تي اچڻ لاءِ ڪراچي کان هوائي جهاز رستي آياسين ۽ اسان سيئي تمام ٿورو سامان کڻي آياسين. مون اهو سوچي فقط ٽي ڪن قميصون آنديون جو پڪ هيم ته جهاز انگلنڊ يا جرمني ڏي ويندو جتي قميصون سستيون ملن ٿيون. پر اتفاق سان اسان جو پروگرام تبديل ٿي ويو. هنن يورپي ملڪن ۾ سوٽي ڪپڙو تمام مهانگو ملي ٿو. يوگوسلاويا ۽ روس به ٻين ملڪن وانگر سوٽي ڪپڙو پاڪستان مان گهرائي ٿو.

اڄڪلهه پاڪستان جي سوٽي ۽ اوني ڪپڙي يورپ جي مارڪيٽ کي مات ڪري ڇڏيو آهي. ويتر جو Synthesis پروسز هنن يورپ وارن جو ناڪام ويو آهي، ته ان ڪان پوءِ ته هيڪاري پاڪستاني ڪپڙي جو قدر وڌي ويو آهي. هڪ مثال ياد ٿو اچي. آءٌ ڪراچي هوس هڪ دوست ٻاهران اچي رهيو هو. لکيومانس ته منهنجي لاءِ سوٽ جو ڪپڙو وٺي اچجانءِ. هو دبئيءَ مان بهترين ڪپڙو چونڊي وٺي آيو. هتي پهچڻ بعد معلوم ٿيو ته پاڪستاني ڪپڙو آهي جو هتي ان ڪان به سستو پيو ملي. مٿي Synthesis-Process جو ذڪر ڪيو اٿم. هن طريقي موجب ڪپڙو ڪپهه جي ڌاڳن مان نه، پر سنئون سڌو ڪپڙي جا اصلي جزا ملائي ٺاهڻ کي Synthesis طريقو سڏجي ٿو. مثال طور: ڪنڊ، ڪمند جي رس مان ٺاهڻ بدران ڪاربن، هئڊروجن ۽ آڪسيجن کي ملائي پڻ ٺاهي سگهجي ٿي. بهرحال ڳالهه جو مقصد هي آهي ته اسان کي فخر ڪرڻ گهرجي ته اسان جو ملڪ پڻ ترقيءَ جي

راهه تي گامزن آهي ۽ اسان اوچو ڳات ڪري ٻين سان پنهنجي ملڪ جي مصنوعات جو ذڪر ڪري سگهون ٿا.

اسان وٽ اهو فئشن بنجي چڪو آهي ته جو گهر کان رُسي ٿو، سو وتي پنهنجي ملڪ مان خاميون ۽ وڏون ڳوليندو ۽ ناراض ٿيندو. جڻ سندس هي وطن ناهي پر ڪٿان اتر قطب يا ڏکڻ قطب مان هتي ڊپوٽيشن تي آيو آهي ۽ اچي ڦاٿو هجي.

پر ادا گهر کان ٻاهر نڪري ٻين ملڪن جو جائزو به ته وني ڏسو ته اسان ڪيترن کان سکي ۽ بهتر آهيون. اجا تائين اسان وٽ هڪ ٻئي لاءِ پيار محبت، همدرديConsideration ۽ لطيف جذبا موجود آهن. هڪٻئي ۾ خاميون ڳولڻ ۽ هڪٻئي تي ڏوهه ٿاڦڻ بدران جيڪڏهن اسان مان هر هڪ پاڻ کي Individually اجا به وڌيڪ سڌاري ۽ خوبيون پيدا ڪري ته اجا به وڌيڪ سکي، خوشحال ۽ پنهنجيءَ وارا ٿي سگهون ٿا. مرچن ۽ ڳاڙهين سرُن جو ٻورو ملائڻ، گيهه ۾ موبل آئل ۽ گريز ملائڻ، تور ۾ کوٽ وغيره ـ هر شيءِ اسان جا ليڊر ۽ اڳواڻ هڪ هڪ دڪان تي چڙهي ڪونه ٿا اچيو ڪن. چوريون ۽ ڌاڙا آمريڪا کان اتي جا يهودي اسان وٽ اچي ڪونه ٿا هڻن، جو هر ڳالهه ۾ اسان ٻين تي ڏوهه ٿاڦيون ٿا. اسان جو ملڪ ڪو هڪ يا ٻن جي نجي ملڪيت يا ورثو ناهي. اسان جو ملڪ اسان سڀني جو آهي، اسان جي ملڪ جي عزت اسان جي عزت آهي. اسان جي ملڪ جي هر خراب يا سٺي ڳالهه لاءِ اسان مان هر فرد ذميوار آهي.

چڱو ادا، اجا هتي روس ۾ ڪجهه ڏهاڙا آهيون، ان بعد رومانيا جي بندرگاهه ڪانسٽنزا هليا ويندا سين. ٻيو خط اتان لکندوسانءِ.

گهڻي چاهه مان

تنهنجو.........

# ڪانسٽنزا (رومانيا)

روس ۽ رومانيا ٻئي هڪ ٻئي جي پرسان آهن. روس جو بندرگاهه اوڊيسا ۽ رومانيا ٻئي ڪاري سمنڊ ۾ آهن. اوڊيسا کان رومانيا جي بندرگاهه ڪانسٽنزا تائين فقط تيرهن ڪلاڪن جو ساموندي سفر آهي. اسان جي جهاز اوڊيسا (روس) مان ٻارهين وڳي لنگر کنيو ۽ رات جو ٻارهين وڳي سامهون الهندي طرف افق ۾ سوجهرو نظر آيو، جو آهستي آهستي تکي روشنيءَ ۾ وڌندو ويو.ٻارهين وڳي ڪانسٽنزا شهر جون جهرمر ڪندڙ بتيون نظر آيون. پوري هڪ لڳي اسان بندرگاهه کان ٽي ميل ڪن اورڀ اچي لنگر ڪيرايو. عيد ۾ باقي ٽي ڏينهن هئا ۽ اسان پورا ڇهه ڏينهن اتي بيٺا رهياسين - ان انتظار ۾ ته ڪڏهن ٽي بندرگاهه ۾ جڳهه خالي ٿئي، جو اسان کي گهرائين. اڄڪلهه بريءَ سان گڏ بحري ۽ هوائي آمدرفت به ايتري وڌي وئي آهي، جو ڪيترو وقت انتظار ڪرڻو ٿو پوي. لنڊن، نيويارڪ ۽ ٻين دنيا جي وڏن هوائي اڏن تي ڪڏهن ڪڏهن هوائي جهاز کي هوائي اڏي مٿان پهچڻ بعد ڪيتري دير جاءِ Parking جي انتظار ۾ يا موسم جي بهتر ٿيڻ لاءِ هوائي اڏي مٿان چڪر هڻڻ ۾ لڳيو وڃي. ساڳيءَ طرح بندرگاهه به اڪثر پريل رهن ٿا. ڪو ڪو بندرگاهه آهي، جتي پهچڻ سان اندر جيٽي خالي ملي ٿي ۽ يڪدم اندر وڃڻو پوي ٿو، نه ته ڏينهن به ته گهٽ ۾ گهٽ انتظار ڪرڻو پوي ٿو ۽ اهو انتظار خاص ڪري ڪراچيءَ ۾ ڪراچيءَ وارن لاءِ عذاب ثابت ٿيندو آهي. ذرا سوچيو، ڪيترن مهينن بعد هزارين ميل لتاڙي پنهنجي شهر تائين پهچي فقط ٻه ميل ڪن اورتي جهاز روڪي ڇڏجي. سامهون شهر جون عمارتون ۽ رستا صاف نظر پيا اچن پر اڳتي اچڻ جي اجازت نه ملي ته ڇا حالت ٿيندي هوندي. رات جي وقت شهر جون بتيون چمڪنديون ڏسي، ائين لڳندو آهي ڄڻ اسان جي حال تي کلي رهيون هجن. هڪ دفعي ڏاڍو مزو ٿيو. ٽن ڏينهن ۾ آئون هڪ ٻئي جهاز ’اباسين‘ تي هوس. اسان چين کان سڌو ڪراچي آيا هئاسين. رستي تي سنگاپور، ملايا، سلون جي بلڪل پرسان لنگهي وياسين، پر اتي هڪ منٽ به نه ترسياسين. آخر تيرهن ڏينهن جي لڳاتار سفر بعد، شام جو ڪراچيءَ

جون بتيون نظر آيون ۽ اسان منهوڙي کان ٿورو پري پهچي لنگر ڪيرايو. تن ڏينهن ۾ ڪراچي بندرگاهه تي ڏاڍي رش هجي، روز شهر ڏي نگاهون هيون ته ڪيڏي مهل ٿو اسان کي اچڻ لاءِ سگنل ملي. ڪا لانچ سامهون نظر ايندي هئي ته دل خوش ٿيندي هئي ته ضرور پائلٽ پيو اچي، جو جهاز کي وٺي اندر هلندو. آخر ٽن ڏينهن جي وڏيڪ انتظار بعد رات جو ڏهين لڳي پائلٽ آيو. جلدي جلدي اسان هلڻ لاءِ انجڻ تيار ڪئي. هر هڪ پنهنجي مقرر ڊيوٽي اسٽيشن تي ويو ۽ جهاز هلڻ لڳو. هر ملڪ ۾ بندرگاهه ۾ داخل ٿيڻ جو رستو اٽانگو هوندو آهي سو اسان کي به ان ٽڪر پنڌ لاءِ ادائي ڪلاڪ لڳا. تيسين اسان ڪراچي وارن کي چڙي ڏنو ته پلي گهر وڃڻ لاءِ تيار ٿي وڃن. جو هنن اڳهين چيو هو ته چاهي جهاز رات جو ٻي بجي پهچي ته به اسان ان وقت ئي گهر ويندا سين. سائين انهن کي ڏسو ته شيو پيا ڪن، نوان نوان ڪپڙا پيا پائين ۽ جهاز جي جيٽيءَ سان لڳڻ کان اڳ ٻئگون هٿ ۾ ڪٽي بيهي رهيا ته جيئن ئي جهاز جيٽيءَ سان لڳندو ته هليا ويندا سين. آخر جهاز اچي ڏڪي Jetty سان به لڳو. جلدي جلدي ڏاڪڻ لاهي هيٺ لهڻ وارا هئا ته معلوم ٿيو ته پائلٽ غلط جهاز کي اندر وٺي آيو آهي. اسان جي جهاز کي نه پر هڪ جپاني جهاز کي اندر اڇٽو هو. اسان کي ان ئي وقت واپس وڃڻ لاءِ چيو ويو ته يڪدم ٻاهر هليا وڃون. وري سائين ساڳيا پير. ان وقت اسان جي ڪراچيءَ وارن دوستن جي حالت ڏسڻ وٽان هئي، جيڪي گهر وڃڻ لاءِ تيار هئا پر ڏاڪڻ به پوري لهي زمين تي پير رکي نه سگهيا ۽ وري وڏيڪ ٽي ڏينهن ٻاهر انتظار ڪرڻو پيو.

رومانيا جي هن بندرگاهه ڪانسٽنزا Constanza ۾ ڪم تمام سست ٿو هلي. اسان کان مهينو به اڳ اسان جي ڪمپنيءَ جو هڪ ٻيو جهاز 'موهن جو دڙو' پڻ مشينري کڻن آيو هو. معمولي سامان لاءِ هفتو کن ٻاهر ترسيو هو ۽ ڏهه ڏينهن بندرگاهه ۾. ان حساب سان اسان جي ڪراچي جي بندرگاهه جو دنيا جي وڏن بندرگاهن ۾ شمار ٿئي ٿو ۽ ڪم جي ڦڙتيءَ ۾ گهٽن کان اڳ آهي. ڪراچيءَ ۾ ڪم چوويهه ئي ڪلاڪ هلي ۽ تمام جلدي جلدي. اسان هتي عيد به ٻاهر سمنڊ تي ملهائي ۽ عيد جو چنڊ وڏو مسئلو ٿي پيو هو. هتي جي موسميات موجب هتي

پاڪستان کان هڪ ڏينهن اڳ چنڊ نظر اچڻ کپندو هو، پر ڪراچي ريڊيو تان خبرن مان معلوم ٿيو ته پاڪستان ۾ چنڊ ڪٿي به نه ڏٺو ويو آهي. اسان منجهي پياسين ته شايد هتي به چنڊ نظر نه آيو هجي. هتي اڪين سان چنڊ کي ڏسڻ جو ته سوال ئي پيدا نه ٿو ٿئي، جو هر وقت گهاٽو جهڙ ڇانيل رهي ٿو. پهرينءَ جو چنڊ ته پري جي ڳالهه ٿي، منجهند جي وقت سج يا سندس موجودگيءَ جو به علم نه هوندو آهي ته ڪٿي آهي جو ڪٿي طرف سجاڳجي. ان کان علاوه پهرينءَ جي چنڊ جي نظر اچڻ جو وقفو جيترو قطبن ڏي وڃبو اوترو گهٽبو ويندو. مثال طور خط استوا تي انن منٽن لاءِ ظاهر هوندو، ان بعد غروب ٿي ويندو. پر ٿورو مٿي پاڪستان ايران تائين اچبو ته اهو وقفو ڇهن منٽن تائين ٿي ويندو. ۽ جتي اسان آهيون اتي ٻن منٽن لاءِ آهي. تان جو اتر قطب طرف وڌندي هڪ اهڙي به حد ايندي، جو بلڪل نظر نه ايندو، جتي ڇهن مهينن جو ڏينهن، ڇهن مهينن جي رات ٿئي.

اسان ٿورو شڪجي پياسين ته شايد اسان جي موسميات جي رپورٽ غلط هجي ۽ غلط حساب ٿي ويو هجي. هتي رومانيا ۾ به مسلمان آهن. اسان بندرگاهه وارن کان گهڻو ئي وائرليس ذريعي پڇڻ جي ڪوشش ڪئي پر هو انگريزي سمجهي نه پئي سگهيا. ٻن ڏينهن کان سگنل ڪري ٿڪجي پيا هئاسين ته اسان کي ڪڏهن اندر گهرائيندؤ. ته ان جو ئي جواب نه پئي ڏنائون. ريڊيو تي جيڪي اسٽيشنون ڪوليون ته جرمن، فرينچ ۽ روسي زبانن ۾ خبرون پئي هليون. آخر ريڊيو عراق تان ڌهين لڳي اتي جي شيخ جي تقرير جو انگريزي ترجمو نشر ٿيو، جيڪا هو عيدالفطر جي موقعي لاءِ ڪري رهيو هيو ته، 'سڀاڻي عيد آهي. خوشي ملهائڻ جو ڏينهن. پر اسان جي ڪيترن عرب ڀائرن جي گهرن ۾ غم جو ماتم آهي. اسان لاءِ سچي عيد تڏهن ٿيندي، جڏهن حق جي سوڀ ٿيندي ۽ اسان اسرائيل مٿان فتح حاصل ڪنداسين.'

بس پوءِ ته اسان ان تقرير کي اڌ ۾ ڇڏي جهاز تي به عيد جو اعلان ڪيو. ظاهر آهي ته جڏهن عراق ۾ چنڊ ڏٺو ته ڪو امڪان نه ٿو پيدا ٿئي جو هتي نظر نه اچي. ڇاڪاڻ ته اسان عراق جي اولهه ۾ آهيون ۽ اسان تائين چنڊ ۽ سج پهچندي

عمر ۾ وڏيو وڃي. پاڪستان، هندستان، برما، جپان ۾ چند ئي ڏنو ويو هوندو، جو اهي ملڪ اوير ۾ آهن ۽ هتي رمضان به هڪ ڏينهن اڳ شروع ٿيو هو. ٻئي ڏينهن عجيب اتفاق ٿيو. صبح جو اٺ سان اسان کي عجيب تبديلي نظر آئي. پوءِ محسوس ڪيوسين ته سج جي روشنيءَ جي ڪري جهاز روشن ٿي ويو آهي. ٻاهر آيس ته ٻيا به ڪيترائي جهاز جا آفيسر سج جي روشني ۾ بيٺا هئا. هتي سج جو نظر اچڻ خاص ڳالهه آهي. خبر ناهي ڪيترن ڏينهن ڪان پوءِ اسان به ڏٺو هو - ۽ اهو به عيد جهڙي سني ڏينهن تي. نه ته جيئن ئي ڪراچي ڇڏي روم آياسين، ته ان بعد سج نه يوگوسلاويا ۾ ڏٺوسين نه روس ۾. جڻ اهو پاڪستان ڇڏي آياسين. جهاز تي عيد نماز پڙهڻ بعد سڄو ڏينهن هڪ ٻئي کي ڪاٺ پيئڻ جون دعوتون ڏيندا رهياسين. جهاز کي ڪنوار وانگر سينگاريو هئوسين. ان ڏينهن ڏاڍو ڇهڇٽو رهيو. بعد ۾ جڏهن بندرگاهه ۾ آياسين ته معلوم ٿيو ته هتي جي مسلمانن به ان ئي ڏينهن عيد ملهائي هئي.

هتي بندرگاهه ۾ آئي اڄ چوٿون ڏينهن آهي ۽ اجا به ٽي چار ڏينهن ٻيا به هونداسين. هتي پهچڻ سان تنهنجو ۽ ٻيبن دوستن جا خط مليا، جي توهان ڪراچي ائڊريس تي لکيا آهن ۽ ڪراچي آفيس وارن هتي تڏهن ئي موڪلي ڇڏيا هئا ۽ اسان جي جهاز اچڻ جو انتظار ڪري رهيا هئا. هر ملڪ ۾ اچڻ سان پهرين اسين خطن جي پڇا ڪندا آهيون ته آيا ڪراچي آفيس وارن خط موڪلي ڏنا يا نه. ڪراچي ڇڏڻ بعد يوگوسلايا، لبنان، روس ڪٿي به خط نه مليو هو ۽ مهيني بعد هتي رومانيا ۾ سڀ خط گڏ تي مليا. ڳوٺ ۽ ملڪ جون خبرون پڙهي ڏاڍي خوشي ٿي. دل چاهيو ته آءٌ به احمد حسين مخدوم وانگر ڪروماسٽ (Crow-Mast) تي چڙهي ان خوشيءَ ۾ وڃي سُر راڳو ڳايان. (ڪرو - ماسٽ هر جهاز جي اڳياڙيءَ ۾ هڪ ٽاور جيان ڊگهو ماسٽ هوندو آهي. پراڻي زماني ۾ ان جي چوٽيءَ تي چڙهي دوربين ذريعي ڏسبو هو ، ته ڪنارو ويجهو آهي يا پري. اڄڪلهه ته هڪ هنڌ کان ٻئي هنڌ پهچڻ لاءِ نقشا آهن، رادار آهي، وائرليس آهي ۽ ٻيون شيون. پر ان هوندي به روايت طور اجا تائين هر جهاز تي ڪروماسٽ ضرور هوندو آهي.) هڪ هڪ خط جا ڪيترائي دور ڪيم ۽ سگريٽ ريڊ اينڊ وائٽ جي

اشتهار وانگر وري، وري ۽ وري پڙهيم. ڇا ڪجي پنهنجي ديس جي ڏوري فقط هي خط ئي دور ڪن ٿا.سچ آهي ته خط اڌ ملاقات آهي. پنهنجي ته سڄي زندگي تو جهڙن مخلص دوستن جي خطن تي ٿي گذري. خط پڙهڻ ۽ توهان ڏي لکڻ مون لاءِ وڏي دلچسپي آهي.

هن ملڪ جون خبرون جام آهن. سڀ ڪاغذ تي ته لکي نٿيون سگهجن. ٿوريون ئي سهي. پنهنجي خداداد صلاحيت کي استعمال ڪري ڪٽي مان خرار جو اندازو لڳائجانءِ ڪانستنزا شهر رومانيا جو وڏي ۾ وڏو ۽ پراڻو شهر آهي. جو چوٿين صدي ۾ ڪانسٽنٽ اعظم جي نالي بڌايو ويو هو. رومانيا کي هي هڪڙو ئي بندرگاهه آهي ۽ سامونڊي طرح هتي اچڻ جو هي ئي هڪڙو دروازو آهي، جو بحر اسود جي ڪناري تي آهي. هتي به سردي جام آهي. (پر روس کان گهٽ) ٻارهوئي سرديءَ جي ڪري پوک ايتري ڪانه ٿئي. باقي زمين دوز ذخيرن ۾ مالا مال آهي. هتي ڏاتو جام ملڻ ڪري رومانيا به پولنڊ، يوگوسلاويا ۽ روس وانگر مشينري جي ڪارخانن کان مشهور آهي. اسان جهڙن ملڪن کي مشينري ڏئي واپسيءَ ۾ اناج، لوڻ ۽ چمڙو خريد ڪري ٿو. سوشلسٽ ملڪ آهي پر هتي ماڻهو ڪميونزم مان خوش نه آهن. ملڪ جي حالت تمام خراب آهي. غربت حد درجي جي آهي. هر شيءِ، دڪان، هوٽلون ڪارخانا گهڻي ڀاڱي حڪومت جا آهن. ڪوبه پئسو جمع ڪري امير نٿو بڻجي سگهي. هر هڪ کي ايترو پورو پنو سندس مزوريءَ جو عيوضو ملي ٿو، جنهن مان ڇڪي تاڻي هن جو کاڌو ۽ ڪپڙو لٽو ٿئي ٿو. چين جي ڪميونزم ۽ هنن ملڪن جي ڪميونزم ۾ زمين آسمان جو فرق آهي. چين جا ماڻهو اخلاقي طرح دنيا جي اعلىٰ ماڻهن مان چئي سگهجن ٿا. ڪڏهن ڪا شيءِ گهرندا نه. ڪو فقير نظر نه ايندو، پاڻ هو ٻاهرين کي ۽ آيل سياحن کي تحفي طور ڏيندا، چوري بليڪ مارڪيٽنگ ۽ بيون بڇڙايون ۽ عادتون يا علتون چين ۾ هرگز نه آهن، پر هتي جي ٻي ڳالهه آهي. مون ٻڌو هو ته هنن سوشلسٽ ملڪن ۾ هر انسان برابر آهي، پر مون کي هتي ته امير پيا نظر اچن ته غريب کان غريب به، جن جي بدن تي پورو لٽو به ناهي. سڪي جي اها حالت آهي جو سرڪاري طرح ڊالر ارڙهن ليو مقرر ٿيل آهن، پر ڳس پنڌ تي

توهان کي انيڪ ماڻهو ڪلئي عام ڊالر ۽ پائونڊ خريد ڪرڻ لاءِ منٿون ڪندا ۽ ڊالر جا ٽيھہ ڪان چاليھہ ليو بہ ڏيندا. معمولي سگريٽ جي پاڪيٽ جا ڏھہ پندرهن ليو تائين ڏيندا. ٻيا تہ نھيو پر پوليس ـ جا بليڪ مارڪيٽنگ روڪڻ لاءِ آهي، سا بليڪ مارڪيٽنگ ڪندي نظر ايندي. هي حالتون ڏسي مون کي پنھنجي ملڪ لاءِ وڌيڪ پيار ۽ عزت ٿئي ٿي. سچ پڇين تہ اسان گھڻن کان بھتر آهيون. چڱائي خرابي هر جڳھہ ۽ هر دؤر ۾ رهي آهي، پر تڏهن بہ اسان وٽ اهڙيون حالتون اجا نہ آهن جو دل شڪستو ٿجي. اسان وٽ ايتري مهانگائي نہ آهي ۽ گھڻن ڳالهين ۾ بھتر آهيون. هر شيءَ ملي سگھي ٿي. اسان جي ملڪ جي ناڻي جي ساک ۽ قدر آهي. سرڪاري طرح ڊالر چئين روپئي کن آهي تہ اوپن مارڪيٽ ۾ بہ ان جي لڳ ڀڳ آهي. ماڻهن کي هر قسم جي آزادي آهي. هتي هر هوٽل وارو، دوڪاندار سرڪاري جو ملازم آهي. دڪان کي فائدو رسي يا نقصان، ان سان سندس ڪو سروڪار ناهي ۽ اهي ئي ڳالهيون آهن جو هتي مقابلو Competition ڪونهي. مقابلو ناهي تہ چاھہ ۽ شوق ناهي ۽ جڏهن پورهيت مان چاھہ ۽ شوق نڪري وڃي تہ پوءِ شيءِ جي Quality نٿي سڌري. سڄي شهر ۾ فقط ٻن ٽن قسمن جا ڏندڻ ۽ ٽٿ پيسٽ نظر آيا، سي بہ سادي قسم جا. ٻاهرين ملڪن جون شيون ناپيد يا حد درجي جون مهانگيون آهن. مثال طور سيون او ڪلاڪ بليڊن جو پئڪٽ اسان وٽ سوا ٻي روپيا يعني اڌ ڊالر ۾ ملندو، پر هتي ٻن ڊالرن ۾. اخبار جي دڪان تي رش ڏسي معلوم ٿيو تہ هن سڄي ايراضيءَ ۾ فقط اهو هڪ دڪان آهي. اهڙي طرح ٻين شين جو بہ هڪ هڪ دڪان آهي. ان ڪري هر وقت هر دڪان اڳيان ماڻهن جي قطار رهي ٿي. هتي هلڪا ڪم، جهڙوڪ، حجامت جو، هوٽل جو، دڪان ۽ آفيسن وغيره جو عورتون ڪن. مرد ڪي ورلي نظر اچن. مرد ڪارخانن ۾ ڳرا ڪم ڪن. هتي فقير بہ ڪافي آهن. گرگلين جهڙيون فقيرياڻيون، جن جا وار، ڪپڙا مٽيءَ ۾ ميرا، سنگھہ پئي وهندي، هڪ هٿ ۾ مانيءَ جي ڳوٿري، ٻئي هٿ ۾ اگھاڙو ٻار چاتيءَ سان جڙُ وانگر چهٽيل، اهڙيون فقيرياڻيون هتي بہ جام آهن. ڪي فقيرياڻيون ڪدڙن جيان لڏو ناهي هڪ هڪ دوڪان تان ڳائيندي پنندي نظر اينديون.

مذهب جي لحاظ کان هتي عيسائي ۽ ترڪ مسلمان آهن. ترڪ سلطنت واري زماني جون اجا تائين خوبصورت مسجدون موجود آهن. ڪنهن زماني ۾ رومانيا، بلغاريا، البانيا وغيره تي ترڪن جي حڪومت هئي. پوءِ زوال آيو. مدد لاءِ نندي ڪنڌ جا مسلمان به ويا، جنهنڪي خلافت سڏجي ٿو. پر افسوس جو غداريءَ سبب اسان جا مسلمان شهيد ٿي ويا. تفصيل سان هتي ذڪر نه ٿو لکي سگهان، جو خط وڏو ٿي ويندو. ان ڪان پنهنجا ماڻهو چڱيءَ طرح واقف آهن. تازو علي محمد راشدي صاحب پڻ ان خلافت جو ذڪر مختصر طور پنهنجي ڪتاب ”اهي ڏينهن اهي شينهن“ ۾ ڪيو آهي. بهرحال هينئر مسلمانن جو هتي اهو چاهه ۽ جلوو نه رهيو آهي، تڏهن به مسلمان ۽ عيسائي هتي پائرن وانگر رهن ٿا. بندرگاهه جي پرواريون مسجدون بند ڏسي ڏاڍو تعجب لڳو. پوءِ معلوم ٿيو ته اهي ڪڏهن ڪڏهن کلن ٿيون. وڏيڪ پڇي نه سگهيو آهيان، جو هتي شايد ئي ڪو انگريزي سمجهندو هجي. سڀ رومانين زبان ڳالهائين ٿا ۽ ڪو ڪو جرمن يا فرينچ سمجهي ٿو. حيدرآباد جي لطيف آباد ۽ هيرآباد وانگر هتي به شهر جو هڪ حصو اهڙو آهي، جنهن ۾ فقط ترڪ مسلمان رهن ٿا. جمعي ڏينهن اسان جمعي نماز لاءِ وياسين، پر نماز ختم ٿي چڪي هئي. امام جو گهر مسجد جي پرسان هو. ان جي نندي ڌيءَ مسجد کولي ڏيکاري. سندس نالو نوران هو، جيڪا ڏهن ٻارهن سالن جي ٿيندي. ڪنهن زماني ۾ مسلمانن جي حڪومت هجڻ ڪري ڪيترن ڪرسچنن جا نالا اجا مسلمانن وارا آهن. مثلاً خديجا، زليخا، رابعا وغيره. رومانين زبان جا ڪي ڪي لفظ پڻ ترڪي ۽ عربي جا آهن. مثلاً مهمان ڪي مسافر چون، مسجد ڪي جامعة وغيره. باقي سندن زبان ڏاڍي ڏکي آهي.

هتي جون عورتون ٻين آسپاس وارن ملڪن ڪان بلڪل نراليون آهن. سڀ ڪان اول جيڪا ڌاريون ماڻهو نئين ڳالهه محسوس ڪري ٿو، سا هتي جي عورتن جي جسماني بناوت آهي. هتي جون عورتون روس، يوگوسلاويا، اٽلي يا يورپ جي ٻين ملڪن وانگر تندرست ۽ ٿلهيون نه آهن. تمام سنهڙيون ۽ هلڪيون ڦلڪيون آهن. هلڻ ۽ ڳالهائڻ ٻولهائڻ جون چست ۽ سمارٽ ۽ سندن حرڪات و سڪنات ۾ خاص قسم جو ناز، ادا ۽ شرميلو پن ڏسي مون ڪي پنهنجي ملڪ

جون ٻليون ياد ٿيون اچن. هتي ڪيترن ئي عورتن جا ڏڳها وار ۽ ٻه چوٿيون پڻ نظر آيون، جن کي هتي سونهن جي نشاني سمجهيو وڃي ٿو.

پهرين ڏينهن ڪانسٽنزا مان ڪيترو ئي سنهو سنهو سامان خريد ڪيم. مثال طور نئين سال جي ڊائري، نوٽبڪ، لفافا، فوٽو ڪارڊ وغيره. مس جي سخت ضرورت هئي. سڄي جهاز تي مسُ Ink فقط اليڪٽريڪل انجنيئر وٽ هئي ۽ هر هر ان کان وٺڻي تي پئي. گهمي ڦري واپس پئي آيس ته مس جي يادگيري آئي. ڪتابن واري دڪان تي چڙهي ويس. اندپين ڏي اشارو ڪري دڪاندار عورت کي چيم ته هن ۾ پرڻ جي شيءِ ڏي. هُن کي ڳالهه سمجهه ۾ نه آئي سا نه آئي. آخر پرواري دڪان تان ٻين ٻن ڄڻين کي چڪي آئي، جن پاڻ کي عقل ۾ اڪابر سمجهيو ٿي. کين به اشارا ڪري سمجهايم، پر ڪڏهن پينسل پيون ڏين ته ڪڏهن نوٽبڪ ۽ ڪڏهن نبي. آخر هڪ کي ڳالهه سمجهه ۾ آئي. تنهن ڏکهو ساهه کڻي اشارو ڪيو ته اسان وٽ ڪانهي ۽ دڪان جي چائنٽ وٽ ٻيهي ٻئي هنڌ جو ڏس ڏيڻ لڳي ته هتان سڌوسڌو وڃ، پوءِ ڪاٻي پاسي مڙجانءِ. پوءِ اڳتي هلي ٻه رستا ڦٽندا (شايد حاتم طائي يا گل بڪاوليءَ وارا ـ هڪ اهنجو ٻيو سهنجو). انهن مان ڪاٻو ونجانءِ پوءِ هڪ دڪان ايندو............

دل ۾ چيم سردي ۽ بارش ۾ مون پرديسيءَ کي ڪيڏانهن ٿيون موڪليو. اسٽيشنريءَ جو دڪان هي ۽ مس لاءِ مس جي ڪارخاني ۾ ٿيون موڪليو ڇا؟ دڪان تان لٿس ٿي ته هڪ ڳالهه سمجهه ۾ اچي وئي، پني تي مس ڪيڙي ناهي اشارو ڪري چيومانءِ ته اها ڪپي. ڏاڍيون ڪليون ۽ ڪبٽ کولي مس ڪڍي ڏنائون. تنهن جي معنىٰ هنن مون کي الائي ڪيڏانهن ٿي موڪليو. چڱو جو نه ويس. هاڻي آئون به قصي کي سمجهي ويو آهيان، بحث ڪرڻ ۽ مٿو ڪپائڻ اجايو آهي، ڪجهه به پڇڻ لاءِ ڊرائنگ ڪان ڪم ونجي. مختلف بندرگاهن ۾، جيڪي اتي جي ورڪشاپ جا مڪاني ماڻهو جهاز جي مشينري جي Repair ڪرڻ اچن ٿا، انهن کي به اسين مشينن جي ڊرائنگ ناهي ڳالهه سمجهايون. شايد اهو ئي سبب آهي جو اسان مئرين انجنيئرن (جهاز هلائڻ وارن انجنيئرن) کي ٻين انجنيئرن جي مقابلي

۾ تمام گهٽي ٽيڪنيڪل ڊرائنگ سکڻي پوي ٿي ۽ ان سبجيڪٽ ۾ 90 سيڪڙو مارڪون ضروري آهن.

هنن ملڪن ۾ رستا ياد ڪرڻ تمام سولا آهن. شهر ۾ جتي ڪٿي وڏا مجسما Statue جام نهيل آهن. جن کي نشاني خاطر ياد ڪرڻ کپي. مثال طور: هتان بندرگاهه کان 'پاپولر سئنيما' تائين وڃڻ لاءِ پهريون سڌو وڃبو، اڳتي هڪ اگهاڙي ماڻهوءَ جو پٿر جو بت اگهاڙي گهوڙي تي نظر ايندو (گهوڙا ته ٺيندا ئي اگهاڙا آهن، پر سوار به اگهاڙو آهي.) ان بت کان ساڄي مڙبو ته هڪ ٻيو عمدو اوچي ڏاتوءَ جو هڪ شاعر جو بت نظر ايندو (جو شاعر پڪ اسان جي ملڪ جي شاعرن وانگر ڪسمپرسي جي عالم ۾ مئو هوندو، پر مرڻ کان پوءِ هتي جي سرڪار قدر سڃاڻي لکين روپيا خرچي اهو قيمتي بت نهرايو هوندو.) ان بت جي پنئين گهٽيءَ ۾ سئنيما آهي.

هڪ ڏينهن شهر مان واپسيءَ تي رستو ڀلجي وياسين. هڪ واٽهڙوءَ کي ترسائي پني تي جهاز ۽ سمنڊ ناهي پڇيوسينس ته هي ڪٿي آهي ته جهٽ اشارو ڪري رستو ٻڌايائين. ٽيو ڏينهن شهر جي ٻاهر پسگردائيءَ ۾ پئي چڪر هنياسين ته ٻڪري جو آواز ٻڌي سپ ٻڪري کي ڏسڻ لڳا. دوستن چيو: "بس ادا، لئه سڄي ٻڪرن جي آهي، نه کين ڊڪشنريون کڻيون پون نه گائيڊ بڪ. پاڪستان جي ٻڪري جي به ساڳي زبان گهوگهو ته رومانيا ۽ روس جي ٻڪري جي به ساڳي زبان گهوگهو."

ڪالهه هڪ هوٽل ۾ وياسين. بئري جڏهن ڳالهه نه سمجهي ته دوست کي چيم ته ڪائونٽر تي سمجهائي اچ ته اسان کي ٻڪريءَ جو گوشت کپي. گوشت ۽ ڊبل روٽي آئي پر سواد ۾ تمام گهڻو فرق هو. ٻاڪرو گوشت ڪونه ٿي لڳو. پوءِ جهاز تي اچي دوست راز فاش ڪيو ته ڪائنس ٻڪريءَ جي شڪل ڪجهه وڏي نهي وئي هئي ۽ ٻڪري گهٽ، ڏڳي وڌيڪ پئي لڳي. ڪيس سمجهايوسين ته آئنده خيال رکي پوري پني شڪل ناهيندو ڪري. هينئر چڱو جو وڏي نهي، جيڪر ننڍي ناهين ها ته پڪ سوئر جو گوشت Pork کائڻو پوي ها.

اڄڪلهه هتي ڪانستنزا جي بندرگاهه ۾ ڪيترائي جهاز بيٺا آهن. اسان جي جهاز جي هڪ پاسي اسرائيلي جهاز بيٺو آهي ته ٻئي پاسي لبناني جهاز، ٽيو ڏينهن اسرائيل وارن لبنان جي بيروت هوائي اڏي تي هوائي جهاز تباهه ڪيا آهن، سو اڄڪلهه هر وقت ان تي بحث هلندو آهي. شهر ۾ هڪ ڏينهن اسان مڪراني ڏٺا، پر پوءِ خبر پئي ته اهي گهندبي وارن وارا پورچوگال جا ماڻهو آهن.

ڪراچي صدر جي ايلفيءَ وانگر هتي به هڪ علائقو آهي، جتي شام جي وقت ڪافي رونق ۽ ڇهڇٽو لڳل رهي ٿو. خاص ڪري مختلف ملڪن ڪان آيل جهازن جا ماڻهو - چيني، جپاني، يوناني، ترڪ، روسي ۽ آفريڪي نظر ايندا. هر هڪ جي پنهنجي زبان ۽ پنهنجو قد بت. ڪالهه سنگاپور ڪان جهاز آيو آهي. اهي انگريزي ڳالهائين ٿا. سو انهن سان اسان خبرون چارون ڪيون. سيني جهازن ۾ وڏو، سهڻو ۽ تکو جهاز اسان جو آهي، سو سيني جي نگاهن جو مرڪز آهي. روز ڪيترائي ڏسڻ لاءِ ايندا آهن. سمنڊ ۾ به هلندو آهي ته سيني جهازن کي پٺيان ڇڏيندو ويندو آهي.

خط ڪافي ڏکهو ٿي چڪو آهي. اسان بلغاريا تار ڪري ڇڏي آهي ته اسان جو جهاز اچي رهيو آهي. ڏينهن ٻن بعد رومانيا کي خيرباد چئي بلغاريا جي بندرگاهه ورنا هليا وينداسين. ٻيو خط ورنا (بلغاريا) مان ئي لکندوسانءِ، تيستائين خطا حافظ.

نيڪ تمنائن سان

ـــ تنهنجو

# ورنا ـ بلغاريا

رومانيا جي هڪ طرف روس آهي ۽ ٻئي طرف يوگوسلاويا، ڏکڻ طرف بلغاريا آهي. بلغاريا جا ٻه مکيه بندرگاهه آهن: هڪ ’برگلس‘ جيڪو ننڍو آهي ۽ ٻيو ’ورنا‘ جيڪو بلغاريا جو ٽيو نمبر وڏو شهر ۽ وڏي ۾ وڏو بندرگاهه آهي.

اسان کي چوٿين تاريخ صبح جو لنگر کٽيو هو پر Black Sea ۾ ان وقت سخت طوفان لڳي رهيو هو، ان ڪري شام جو انين لڳي ڪانسٽنزا مان لنگر کنيوسين ۽ ورنا جي بندرگاهه ۾ پورن پنجن ڪلاڪن بعد پهتاسين. هي خط ورنا (بلغاريا) مان لکي رهيو آهيان. بلغاريا به رومانيا وانگر سوشلسٽ ملڪ آهي. رومانيا ۾هن کان ڪجهه وڌيڪ آزادي هئي. اتي ڪي ڪي گهر يا دڪان ماڻهن جا ذاتي به هئا پر هتي گهڻي ڀاڱي هر شيءِ گورنمينٽ جي آهي.

ٽيڪنيڪل ترقي جي لحاظ کان بلغاريا وڌيڪ ترقي يافته ۽ امير ملڪ لڳي ٿو ۽ ڪيترن ئي ملڪن سان واپار هليس ٿو. رومانيا کان هتي وڌيڪ مسلمان ۽ مسجدون آهن. تحريڪ خلافت کان اڳ، هنن ملڪن تي ترڪن جي حڪومت هئي، جنهن کي سلطنت عثمانيه Ottman Empire سڏجي ٿو. وڌيڪ هتي جي تاريخ کان واقف نه آهيان. پهرين معلوم هجي ها ته اسان هنن ملڪن ڏي اچي رهيا آهيون ته واٽ تان روم يا قاهري مان تاريخي ڪتاب وٺي پڙهان ها پر هتي سڀ ڪتاب فرينچ، رومانين يا جرمن زبانن ۾ ملن ٿا. چگُو جو هڪ ڊڪشنري روماني ـ انگلش ملي وئي آهي، سا ڏاڍو ڪم اچي ٿي. جيتوڻيڪ ان ۾ سڀ لفظ ته نه آهن پر تڏهن به فائديمند رهي آهي. ڪانسٽنزا (رومانيا) ۾ منهنجو ڏاڍو سٺو وقت گذريو. ڪيترائي دوست ۽ فئمليون واقف ٿي ويون. بلغاريا کان رومانيا جا ماڻهو وڌيڪ ملنسار لڳا ٿي. خاص ڪري رومانيا جون عورتون ڏاڍيون ساديون ۽ نهٺيون نظر آيون ٿي. باقي مرد خود غرض ۽ لالچي لڳا ٿي. هر هڪ مرد کي فقط اها تات ته واپار ڪريو يعني سگريٽ، چاڪليٽ يا ڊالر پائونڊ هجن ته بليڪ تي وڪڻو. ٻيو نه ته جوراب يا پراڻا ڪوٽ وڪڻو. (انهن شين جي هتي ڏاڍي ضرورت آهي.) ترڪ مسلمان به مليا. اسان وڏي حُب ۽ اکير سان ملون ۽ هتي جي خبرچار

ونڻ جي ڪوشش ڪريون ته هي به ڦريو گهريو ساڳي ڳالهه تي اچن ته ڊالر ۽ پائونڊ بليڪ تي وڪڻي رومانيا جا پئسا وٺو. مگر ڪنهن هڪ عورت به اهڙي قسم جي ڳالهه نه ٿي ڪئي. عورتون وري روم (اٽلي) جون.

روم جي ايئرپورٽ ۽ شهر ۾ خريداري لاءِ اٽڪل ويهن ڪن دڪانن تي چڙهياسين. جن تي اڪثر عورتون هيون. هڪ به سنئون سڌو نه ڳالهايو. ڪنهن شيءِ لاءِ پڇيوسين ٿي ته: ”اٽانوَ“، ”نه ڪانهي“ ـ نپِ اهڙو اڇل مان جواب مليو ٿي جو ماٺ ٿي وياسين ٿي. ٿي سگهي ٿو هنن کي خبر پئجي وئي هجي ته اسان جهڙا ڪنگلا ڇا خريداري ڪندا ۽ هنن سان ڳالهائڻ وقت جو زيان آهي. منهنجو دوست ففٽ انجنيئر زمان ته صبح شام جنهن وقت به روم اٽلي جي ڳالهه نڪرندي آهي ته اتي جي عورتن کي گاريون ڏيندو آهي. بلڪ جڏهن به گاريون ڏيڻ جي موڊ ٿيندي اٿس ته روم اٽلي جي عورتن جي ڳالهه ڪيندو آهي ته: ”انهن به دڪان هلايا.“ باقي روم جي مردن لاءِ چوندو آهي ته اهي باوقار، فضيلت وارا شاهي قسم جا ۽ Well-Behaved آهن، هڪ هڪ کي ڏسي سيزر، مسوليني، مائڪل اينجلو، مڪياولي ياد ٿو اچي. ٿي سگهي ٿو ته عجيب اتفاق هجي جو رومانيا ۽ اٽلي ۾ اسان اهڙي قسم جي مردن ۽ عورتن سان ملياسين.

ڪانسٽنزا ۾ منهنجي پهرين ڏينهن واقفيت انيسه نالي هڪ ڪرسچن ڇوڪريءَ سان ٿي، جا بخارسٽ يونيورسٽيءَ جي گريجوئيٽ آهي. هوءَ حڪومت طرفان اسپتال نما دوائن جو دڪان هلائي ٿي. مون کي ڏاڙ ۾ سور هو سندس دڪان تي چڙهي ويس. ڏندن ڏي اشارو ڪري چيومانس ته انهن لاءِ ڪا دوا ڏي. ويهڻ لاءِ اشارو ڪري چيائين ته: ٻه منٽ ترس. پاڻ ٻين کي دوائون ڏيڻ ۾ مشغول ٿي وئي، ٻن منٽن جو اڌ ڪلاڪ ٿي ويو. ساڻ آيل دوست کي چيم ته تون پلي شهر گهمڻ هليو وڃُ، خبر ناهي ڪيترو وقت لڳي. هو هليو ويو. ڪلاڪ بعد اشارو ڪيائين ته: هتي مون وٽ ڪانهي هل ٻئي هنڌ. ٿي ٿيا هئا، سندس دڪان بند ڪرڻ جو وقت هو، دڪان بند ڪري مون کي بازار وٺي اچي ٽن برش ۽ پيسٽن جي دڪان تي چاڙهيائين ته هي آهن. ڏاڍو بور ٿيس ته وقت به ضايع ٿيو، دوا به نه ملي، دوست به اڪيلو هليو ويو. کيس انگريزيءَ ۾ سمجهايومانس ته ٽٽ

پيسٽ نہ، دوا ڪپيم سور اٿم. اشارن سان سمجھايائين تہ هاڻ سپاٽي اچڻ ۽ ڊينٽسٽ وٽ وڃي هلنديساڻ ۽. وڏيڪ ڪجھ ڪانہ. پوءِ اهو هتي جي ماڻهن جو حسن ڪردار آهي يا منهنجا ڏڙڪا نہ سمجھيائين ۽ هن هندستانيءَ وانگر، جنهن جو لبنان ۾ هڪ عرب ٽئڪسي ڊرائيور سان جهڳڙو ٿي پيو. هندستانيءَ هن کي گاريون ڏنيون تہ عرب ان ڪان بہ ٻيٽيون ٽيٽيون گاريون موٽ ۾ ڏنس. هندستانيءَ واپس پنهنجي وطن دوستن کي اچي ٻڌايو:

”يار عربن جي ڇا تعريف ڪجي، بيروت ۾ هڪ ٽئڪسي ڊرائيور سان جهڳڙو ٿيو، آءٌ ڪيس گاريون پيو ڏيان، پر هي خدا جو بندو مجال آهي جو ڪجھ چوي، بس آيتون پڙهندو رهيو.“

سو هن بہ پنهنجي ساهيڙين کي اسان پاڪستانين بابت الائي ڇا ٻڌايو هجي. ٻئي ڏينهن نہ ويس، جهاز جي ڊاڪٽر ٻڌايو تہ هتي ڊينٽسٽ سٺا نہ آهن. استنبول (ترڪي) يا ٻئي هنڌ ڏيکاريندس. ٽئين ڏينهن شهر مان موٽندي ڪيس ٻڌايم تہ ڊينٽسٽ جي ضرورت ناهي.

ان ڏينهن هڪ ٻي دڪان تي بہ ٿي ڪاليج جون ڇوڪريون اسان جون دوست ٿي ويون. اهڙو سهڻو تہ نہ آهيان جو لکان تہ مون تي عاشق ٿي پيون. جيستائين منهنجو اندازو آهي تہ هنن واقفيت اهو سوچي ڪئي، تہ ٻيلي هي جانور تہ واهہ جا آهن. اشارن سان گڏ ڪجھ ڳالهائي بہ سگهن ٿا. ڪلي بہ سگهن ٿا. مون کي انهن ان ئي ڏينهن ڪانسٽنزا جو عجائب گهر ڏيکاريو. وڏيڪ گهمائڻ جو ٻئي ڏينهن واعدو ڪيائون تہ بس ۾ شهر جو ٻاهريون علائقو بہ گهمنداسين، چيومان، ڳالهہ اٿوَ سنئين سڌي اسان وٽ توهان جي ملڪ رومانيا جا ايترا پئسا نہ آهن، ٻتون ڪولي ڏيکاريومان تہ اسان وٽ ڪجھ ڊالر، پائونڊ، فرئنڪ ۽ لبناني پئسا آهن. چئو تہ سپاٽي پهرين بئنڪ تي هلي مٽايون. نہ تہ ’رلي ڪلهي تي ماني راڄن تي‘. ڪجھ ڪجھ سمجھيائون، ڇو جو ان ڪان پوِ ڏند ڪڍيائون يعني خوش ٿيون. ٻئي ڏينهن زمان ۽ آءٌ مفت ۾ خوب گهمياسين. مانيون، فلم ۽ بسن جو ٽڪيٽون سڀ سندن ٻلي. وڏي ڳالهہ تہ اسان کي کهڙي خبر تہ کهڙي شيءَ ڏسڻ وٽان آهي ۽ ڪٿي وڃجي، ڪيئن ڳالهائجي. سو هي فائديمند رهيون ۽ گائيڊ

(رهنما) جو ڪم ڏنائون. جنهن لاءِ اسان شڪرگذار آهيون. شهر جا ڪيترا اسڪول، مسجدون ۽ پراڻيون عمارتون ڏيکاريائون. هڪ ڪاليج ۾ ٻن مسلمان ڇوڪرين سان پڻ ملياسين ڪين عربي تہ صفا نتي آئي پر ٻڌايائون تہ هو نماز پڙهنديون آهن. باقي هتي جي مسجد ۾ جمعي نماز جنهن امام پڙهائي هئي اهو تہ صاف عربي پڙهائي رهيو هو. مون چاهيو ٿي تہ هتي جي ماڻهن جا گهر ڏسجن تہ سندن رهڻي ڪهڻي ڪيئن آهي ۽ ڪهڙي قسم جا گهر اٿن. سو آخري ڏينهن ۾ انيسہ سان موڪلائڻ وقت ڊڪشنريءَ ذريعي پڇيومانس تہ، ”اڄ آءُ بہ توسان تنهنجي گهر هلندس“، سوچي چيائين، ”نہ.“پڇيومانس ”ڇو ڪو اعتراض ڪندو؟“، چيائين، ”نہ اڄ نہ سڀاڻي گهر هلجانءِ.“

سمجهي ويس تہ هوءَ گهر کي نيڪ رکي پوءِ سڏائڻ چاهي ٿي پر مون اوچتو هلڻ چاهيو ٿي جنهن لاءِ هن نيٺ هائوڪار ڪئي ۽ اسان بس ذريعي هلڻ لاءِ تيار ٿياسين. هتي ٽئڪسيون نہ آهن، فقط گورنمينٽ جون بسون هلن، جي بس اسٽاپ تان ماڻهو کڻن ۽ بس اسٽاپ تي ماڻهو لاهين. هتي پاڻ جهڙا ڊرائيور، ڪنڊڪٽر ماڻهو ناهن، جي ٻار کي ريجهائڻ لاءِ بسون بيهاريندا وتن. ياد رهي هڪ لطيفو تہ:

”رستي تي هڪ عورت ڪڇ ۾ ڪنيل رونئدڙ ٻار سان بس کي ڏسي بس روڪڻ جي ڪوشش ڪئي. ڊرائيور بس ڪانہ روڪي، جو بس اڳيئي مسافرن سا ٽٻ هئي. ڪنڊڪٽر کي مائيءَ سان همدردي ٿي پئي سو ڊرائيور کي گاريون ڏئي چيائين، موڙ بس کي پٺيان ۽ مائيءَ کي چاڙهہ. بس کي پٺيان آڻي، مائيءَ کي چيائين جلدي ڪر بس ۾ چڙهہ. مائي ٻار کي چڙٻون ڏيندي ڊرائيور کي چيو، بس مون پاڻ لاءِ نہ پر ٻچي لاءِ ٿي روڪرائي. ذرا هارن جي پون پون ڪر تہ ٻچڙو ماٺ ڪري.“

بهرحال اسان ٻئي سرد هوا ۾ سنبا بس اسٽاپ تائين آياسين. هتي مون ڏٺو آهي تہ عورت بہ مرد جيترو ڪم ڪري ٿي. هتي دڪانن، آفيسن ۽ هوٽلن ۾ گهڻو ڪري سڀ ڪم عورتون ڪن. دڪان ۽ آفيسون پوري ستين وڳي صبح جو کلن ۽ ٺين لڳي شام جو بند ٿين. مجال آهي جو ڪو دير سان آفيس ۾ اچي يا وقت

ڪان اڳ ۾ هليو وڃي. ذرا سوچيو، صبح جو ستين لڳي آفيس اچڻ معنيٰ ساڍي پنجين لڳي ئي بستر ڇڏي. ويھ منٽ ڪن بس اسٽاپ تائين پهچڻ لاءِ. يعني ڇهين لڳي ماڻهو گهران نڪري، تڏهن وقت اندر پهچي سگهي. ۽ هنن ملڪن ۾ صبح جا ڇھ ست وڳا تہ ڇا منجهند جو ٻارهين هڪ لڳي بہ اونڌھ انڌوڪار ۽ غضب جي سردي رهي ٿي. سج نظر اچڻ جو تہ سوال ئي پيدا نٿو ٿئي. پاڻ وٽ گهاٽي جُهڙ ۾ بہ محسوس ڪري سگهبو آهي تہ سج ڪهڙي هنڌ بيٺل آهي، پر هتي ڪڪرن جا ايڏا تہ گهاٽا ۽ اونها تھ آهن جو بلڪل محسوس نہ ٿئي ٿو تہ ڪيڏيءَ مهل سج ايري ۽ ڪهڙو رستو اختيار ڪري لهي ويو.

هتي جي ماڻهن لاءِ سج عيد جي چنڊ مثل آهي. مدت بعد ڪڏهن جهلڪ ڏيکاريندو سو بہ ڪن ساعت لاءِ . ڪن خوشنصيبن ڏنو. نہ تہ نہ ڏسڻ جهڙو. خوش ٿي ڳالھ ڪندا آهن تہ ”اونهاري جي جون، جولاءِ ۽ آگسٽ مهيني ۾ ڪڏهن ڪڏهن سج سڄو سڄو ڏينهن بہ نظر ايندو آهي.“ باقي اڄڪلھ تہ ڏينهن رات ٻجليون ٻرنديون نظر اچن ٿيون. مون ڏٺو آهي، جتي قدرت نامهربان آهي، جيئڻ سخت ڪيو اٿس. اتي جا ماڻهو محنتي آهن ۽ سخت ڪان سخت ڪم ڪي منهن ڏيڻ جا عادي آهن. پر اسان جهڙن ملڪن ۾ جتي قدرت تمام گهٽي مهربان آهي. زندگيءَ جي ضروريات جي هر شيءِ آسانيءَ سان ۽ ٿوري تڪليف سان مهيا ٿي سگهي ٿي، اتي جا ماڻهو ٻين جي مقابلي ۾ آرام پسند، ٿوتي، سست ثابت ٿيا آهن. اسان وٽ زمين ڪيڙي اناج پيدا ڪرڻ ڪيترو نہ آسان آهي. هنن ماڻهن کي جيڪر اسان جهڙي زمين، موسم ۽ سهوليتون هجن تہ ههڙِي محنت سان زمين مان سون پيدا ڪن. هتي جي ماڻهن جي حالت پاڻ سان ٿي پيٽجي تہ ائين ٿو لڳي تہ اسان جهڙا سست ۽ آرام پسند ڪير بہ نہ هوندا. آفيس جا ست اٺ ڪلاڪ بہ ڪنجهندا رهنداسين. ڪرڪندا رهنداسين. ڪوشش اها ڪنداسين تہ اهي چند ڪلاڪ بہ آرام ۽ گسائڻ ۾ گذري وڃن تہ سٺو. ڪيترن کي مون اهو فخر سان چوندي ٻڌو آهي تہ، ”يار اڳئين آفيس ۾ سڄو وقت ڪم ڪرڻو پوندو هو، ان ڪري اها ڇڏي هن ۾ آيو آهيان. بس آرام لڳو پيو آهي. بہ ٽي فائيل روز ڏٺا، ٽي چار دفعا چانھ

پيتي، تو جهڙو ڪو دوست اچي ويو ته ان سان ڪچهري ڪندي وقت گُذري وڃي.“

منهنجي خيال ۾ هڪ مرد ڪي پورهئي ۽ محنت کان ائين پجڻ نه جڳائي. اهو مرد جو شان نه آهي. محنت ۽ مزوري مرد جا زيور سمجهيا وڃن ٿا، پر اسان وٽ ٿورو ئي وڏو آفيسر ٿيو ته پنهنجي گلن مٿ ۾ تورڻ جهڙي هلڪي بئگ به پاڻ کڻندي بيعزتي محسوس ڪندو ۽ نوڪر کان کڻائيندو. پر هتي يورپ جي ترقي پسند ملڪن جي مختلف حالت آهي، هتي پنهنجي هٿ سان پاڻ ڪم ڪرڻ ۾ فخر محسوس ڪيو وڃي ٿو. هن ڇوڪري انيسه جو مثال وٺو. گريجوئيٽ آهي. صبح جو سويل مقرر ٽائيم تي دڪان کولي ٿي. خود ٻهاري ڏيندي، ان بعد دڪان جي سيني ڪبٽن ۽ اسٽور روم کي ڇنڊي، ڪاٺ جي رکيل وڏن بنڊن جا خود ئي ٽوڙا ڪري سگري نما چلهه ٻاريندي، مريضن ۽ گراهڪن کي سڄو وقت تقريباً بيٺي پير دوائون ڏيندي. وچ ۾ چانهه جي وقت خود ئي ٺاهي پيئندي ۽ پوري ٿين لڳي تائين ايمانداريءَ سان ڊيوٽي سرانجام ڏيندي ۽ اها فقط هڪ ڇوڪريءَ سان حالت ناهي پر هتي هر هڪ جي اها زندگي آهي. سندن مهيني جو پگهار ٻارهن سؤ لي (پنهنجا به سؤ روپيا ڪن) آهي، ان کان علاوه هتي کاڌي پيتي، پهرڻ ۽ ٻين شين جي مهانگائي آهي. ڇڪي ٽاٽي کاڌو پيتو، گندي ڪپڙو ان پگهار مان مس ٿئي. (رومانيا، بلغاريا، يوگوسلاويا ۽ ٻيا ڪيترا يورپي ملڪ مشينري تيار ڪن ٿا جيڪا وڪڻي آسٽريليا ۽ ڏکڻ ايشيا جي ملڪن مان اناج، ڪپڙو ۽ ڪچيون شيون وٺن ٿا. هتي کاڌي پيتي جي شين جي ڏاڍي کوٽ آهي.) جيتوڻيڪ هيءَ اجا سڪئي گهر جي آهي ته به هيترن ڏينهن ۾ مون ڪيس ٻه وڳا پهريندي ڏٺا. هڪ سادي قسم جو هر روز پائيندي آهي ۽ ٻيو ڪجهه سنو ۽ نئون جيڪو صرف ڪرسمس ڊي ۽ نيوييئر ڊي تي پائي وري ڇنڊي ڦوڪي پاڪ سوڪڙيءَ وانگر سوگهو ڪري رکيائين. مون کي سندس هڪ ڳالهه وڻي. پڇيومانس ته توهان کي پگهار ته تمام گهٽ ٿو ملي ان مان پورت ڪيئن ٿي ٿئيوَ؟

تعجب مان چوڻ لڳي، ”ڇو..؟ پورت ته تمام سولائيءَ سان ٿيو وڃي. اجاين خرچن جي ڪهڙي ضرورت آهي. بس اسان جي ملڪ ۾ ڪپڙو يا اهڙي شيءِ نه ٿي ٿئي ته اسان ڇو خوامخواهه ڌارين ملڪن جون شيون خريد ڪريون. اسان کي ته اها ئي خوشي آهي ته اسان جي ٿوري سادگي جي بدلي اسان جو ملڪ ترقي ڪري رهيو آهي. اجايو اسان جي ملڪ جو سون ضايع نه ٿي رهيو آهي.“ (دراصل اسان ٻاهرين سان خريد و فروخت ڪرڻ وقت هڪٻئي کي پئسن جي صورت ۾ سون ڏيون ٿا ۽ ملڪ جي ترقي، ان جي سون جي ذخيري مان لڳائبي آهي. سڪي جي قيمت به سون جي ذخيري مطابق وڌي ۽ گهٽي ٿي.) ذرا سوچيواسان جي ملڪ جو ڪيترو پئسو فقط سينگار جي سامان Cosmetics پنيان ضايع ٿئي ٿو ۽ پوءِ اسان هڪ ٻئي سان ڪلهو هڻڻ جي ڪوشش ۾ ڪيترن نه ناجائز طريقن سان پئسو ميڙيون ٿا. اسان وٽ ڪيتري نه اجائي ريس، حرص ۽ سڌ وڌي رهي آهي. هڪ پاڙي جي امير عورت اوچو ڪپڙو اوڍيندي ته ٻيون به ان کي حاصل ڪرڻ جي ڪوشش ڪنديون ۽ هر ممڪن ۽ ناممڪن ڪوشش ڪنديون ته ڪين به اهو ئي ملي ۽ اهو نه سوچينديون ته سادي ڪپڙي ۾ به ساڳي سونهن برقرار رهي ٿي. ان ۾ ساڳي زندگي بسر ٿي سگهي ٿي يا ان کي حاصل ڪرڻ جي ڪين وسعت ناهي يا سندن لاءِ ان کان وڌيڪ ٻيون اهم ضرورتون، مثال طور: ٻارن جي پڙهائي، اڳهائي سگهائي لاءِ دوائون وغيره وڌيڪ ضروري آهن.

آمريڪا جهڙن بيحد امير ملڪن جي ڳالهه ٻي آهي، پر مون ڏٺو آهي ته اهي ملڪ (چين، يوگوسلاويا جهڙا) جيڪي ترقي جي راهه تي آهن ۽ ترقيءَ جون منزلون طي ڪري رهيا آهن، انهن ملڪن ۾ جيڪڏهن ڪو ائين اجايو فئشن ڪري ٿو ته ٻيا حرص جي نگاهن سان نه پر نفرت جي نگاهه سان ڏسن ٿا ۽ اهو شخص ملڪ جي بهبودي ۽ ترقيءَ جي راهه ۾ رڪاوٽ سمجهيو وڃي ٿو.

خير سائين، اچون پنهنجي قصي تي. هتي جي بسن ۾ عورتن ۽ مردن لاءِ الڳ سيٽون نه ٿين. ان کان علاوه هڪ ٻئي لاءِ Consideration به گهٽ اٿن. عورت ۽ مرد هر لحاظ کان برابر ليکيو وڃي ٿو. عورت بس ۾ بيٺي هوندي ته پلي بيٺي هجي، ڪو مرد اٿي جڳهه نه آچيندس، پوءِ اها عورت پلي پيرسن هجي، ڏکي

رهي هجي، پيٺ سان هجي، سامان ساڻ هجيس. هتي جون بسون سڀ سينٽرلي هيٽيڊ آهن، باقي بس مان لهه ته قلفي ٿيو وججي. شهر کان ٻاهر ته هوا ايڏي تيز لڳي ٿي جو منهن سڙندو آهي، ساهه ئي نه کنيو ٿيندو آهي. خير اسان بس ذريعي گهر آياسين. بس اسٽاپ کان گهر فرلانگ پري هو. پاڻ ٻڌايائين ته سندس ٻن پٽرن ۽ ٽن ڌيئرن جي شادي ٿي چڪي آهي، سي الڳ رهن ٿيون ۽ باقي ٻه ڌيئرون ماءُ ۽ پاڻ گهر ۾ رهن. سندس پيءُ کنهن ٻئي شهر ۾ نوڪري ڪري ٿو يا ڪم سانگي ويل آهي. سندس وڏي ڌيءُ جا ٻار اڄڪلهه گهر آيل آهن. هتي گهر سڀ ڪنڊائٽين ڇتين وارا ٿين جيئن برف هيٺ ترڪي وڃي. ڇتيون سنڌ جي ڳوٺاڻن گهرن وانگر ڍلهيون ٿين، جي ايئرڪنڊيشن جو ڪم ڏين ۽ اونهاري ۾ گهر کي سرد ۽ سياري ۾ گرم رکن. جنهن وقت سندس گهر پهتاسين اهو شام جو وقت هو، پر سنڌ جي اونهاري جي ٽاڪ منجهند وارو سمو، جتي سخت گرميءَ ڪري ۽ هتي سخت سرديءَ ڪري هو. پڪي پڪڻ ٻه ٻاهر نظر ڪونه ٿي آيو، ڇڻ ته ڪو راڪاس گهمي ويو هجي. رکي رکي سرد هوا جا سوساٽ ٻڌڻ ۾ آيا ٿي. ورلي سامهون ڪو ماڻهو هڪ گهٽيءَ مان نڪري ٻيءَ گهٽيءَ ۾ هليو ٿي ويو يا گهر مان نڪري بس اسٽاپ طرف تکو تکو وڌندو نظر آيو ٿي. دراصل ان ڏينهن هيڪاندي سردي هئي. سياري ۾، ڪراچيءَ ۾ ڪڏهن ڪڏهن سکر جو اڪبر منگي ۽ آءٌ ٽيڙيءَ ۾ اڇي صرف قميص ۽ سئيٽر ۾ اسڪوٽر هلائيندا هئاسين ته به ايترو سيءُ نه پوندو هو، جيترو هتي ان ڏينهن ٻن سئيٽرن، هڪ گرم ڪوٽ، گرم گنجي ۽ قميص ۾ محسوس ٿي رهيو هو. مون ته فقط اهو پئي سوچيو ته هتي جا ماڻهوهھڙي سرديءَ ۾ ڪيئن ٿا رهن. خاص ڪري عورتون گهر کان ايترو پري ڊيوٽيءَ لاءِ ڪيئن ٿيون اچن وڃن. هتي جو پوليس وارو اٺ اٺ ڪلاڪ هھڙي ولهه ۾ بيهي ڪيئن ٿو ڊيوٽي ڏئي. هتي جو مزور سڄي سڄي رات هھڙي ٿڌ ۾ ڪيئن بندرگاهه ۾ ڪم ٿو ڪري. پر زندگي دراصل ان کان به سخت شيءِ جو نالو آهي. هنن ملڪن جي مقابلي ۾ پنهنجي ملڪ جي ويڪرائي ڦاڪ وارن ملڪن ۾ نه ايتري سردي آهي ۽ نه ايتري گرمي. گرمي جي خبر خط استوا جي

ملڪن جي باشندن کان لهڻ ڪپي. خط استوا جي ملڪن جي اونهاري ۾ ڇا حالت آهي ان بابت ممباسا آفريڪا پهچي اتان تفصيلي خط لکندوسانءِ.

هتي جا گهر ڪي خاص وڏا نه آهن. صدر ڪراچيءَ ۾ رهندڙ ڪرسچنن جي گهرن وانگر هڪ ننڍو ڊرائنگ روم عاليشان نموني سان سجايل آهي. سڄو ڪمرو قيمتي غاليچن ۽ رانديڪن سان ڳتيل نظر ايندو (جو سامان پشت به پشت هلندو اچي.) پوءِ پٺيان ٻيا ڪمرا مسافرخانه لڳا پيا هجن. گهر ويجهو آيو ته آءٌ سندس پٺيان پٺيان اچڻ لڳس. در وٽ پهچي جيتوڻيڪ پاڻ ته وڏي آڏرياءُ سان چيائين اندر هليو اچ. پر آءٌ اهو سوچي ترسي پيس ته هيءَ آهي ڪجهه ڪجهه بيوقوف. حامي ڀري منهنجي چوڻ تي مون کي ڇڪي ته آئي آهي، مائٽ الائي ڇا سمجهن. ڪيس ته دڙڪا ملندا پر مون کي به نه مار ڪيرائي. پاڻ اندر هلي وئي پر آءٌ در تي ترسي پيس. ٿوري دير بعد سندس ننڍي ڀيڻ جا پندرهن سورهن سالن جي ٽيندي سا نڪري آئي ۽ سڏ ڪري اندر گهرايائين.

انيسه گهر اڳيئي ڳالهه ڪري ڇڏي هئي ته هڪ جانور شهر ۾ ڦرندي مون سان مليو. تمام دلچسپ آهي. چوي ٿو ته پاڪستاني آهيان، انجنيئر آهيان، ست سمنڊ دنيا جا پار ڪري هتي پهتو آهيان، سو مائٽ به ڏسڻ لاءِ بيچين ۽ تجسس ۾ هئا. سندس پروارو گهر هڪ ننڍي دريءَ ذريعي مليل هيو، جنهن ۾ سندس ماسي ۽ ان جون به ڏيئر رهيون ٿي، اهي به سڀ مون کي ڏسڻ لاءِ ڊوڙنديون آئيون. سندس ڀيڻ جا ٻار ۽ پوءِ ته آهستي آهستي پاڙي جا به ڪيترا ملڻ آيا. دراصل هتي ٻاهرين ملڪن جا (خاص ڪري ايشيا ۽ آفريڪا جا) تمام گهٽ بلڪ نه برابر سياح اچن ٿا. سو آءٌ هنن لاءِ اجنبي هوس.

مٿي ذڪر ڪري آيو آهيان ته هتي جون عورتون صاف دل ۽ ساديون لڳن ٿيون. سادگيءَ ۾ سنڌ جي ڳوٺاڻين عورتن سان ملن ٿيون. انيسه جي ماءُ ڪي ڇيم ته توهان جو گهر ڏاڍو سنو آهي. منهنجو رسميءَ طرح چوڻ ۽ هيءَ انهيءَ وقت اتي وجي ڏکهو ٻهارو ڪڍي آئي. ڇت تي هڪ ڪنڊ ۾ ڄارو لڳل هو سو لاهڻ لڳي. تنهن تي سڀ کلڻ لڳا. مانيءَ لاءِ زور ڪرڻ لڳا ته ڪاڻ ۽ مون لاءِ ماني رکيائون ۽ پاڻ چوگرد ڦري ڏسڻ لڳا. يورپي قسم جو چڪن براٿ سوپ (Chicken Broth Soap)

هو جنهن ۾ سڀ ڪجهہ مليل هو. ڪڪڙ جي ننڍن سنهن ٽڪرن بدران پوري تنگ هئي ۽ ڊبل روٽي الڳ هئي.

يارهين لڳي آءٌ موڪلائڻ لڳس. سڀ چڙهڻ لاءِ ٻاهر نڪتا. ٻاهر ڏسون تہ سخت بارش پئجي رهي هئي، آمدرفت بند ٿي وئي هئي. آخر فيصلو ٿيو تہ رات رهي صبح جو وڃان. ٻئي ڏينهن موڪل هئي سو آءٌ ترسي پيس.

ٻئي ڏينهن صبح جو انيسہ، ان جي ماسات بيانيڪا ۽ سندس ياءُ ۽ پاڻيجو هوٽل ۾ منهنجي دعوت ڪائڻ لاءِ گهران نڪتاسين. هوٽل اڌ ميل کن پري هئي، پنڌ ئي پنڌ اسان پنج ئي جڻا سيءَ ۾ سٽبا وياسين. راتوڪي پيل برف ۽ بارش وٽن تي جمي ڳنڍيا ٿي وئي هئي ۽ هوا لڳڻ ڪري اهي ڳنڍيا هيٺ پئي ڪريا، سو انهن کان ۽ هوا کان بچندا سڄي منهن کي مفلر سان ڍڪي، صرف اکيون کڏي، هوٽل طرف وڏندا رهياسين. برف مٿان عام بوٽ ۾ هلڻ ڪري منهنجا تہ پير ڪيرا ٿي ويا هئا. ذري گهٽ همت جواب ڏيڻ واري هئي تہ ههڙي سرديءَ ۾ اگر بيمار ٿي پيس تہ هتي پرديس ۾ اڪيلو اسپتال ۾ رهڻو پوندو ۽ هوڏانهن جهاز تي دوستن کي ڊبل ڊيوٽي ڏيڻي پوندي، پر هنن کي تڪو تڪو هلندي ڏسي آءٌ بہ هلندو رهيس. آخر اچي هوٽل پيڙا ٿياسين. اکين مان پاڻي، نڪ مان پاڻي، پندرهن منٽن لاءِ تہ هوش ئي نہ رهيو. بيانيڪا مانيءَ لاءِ آرڊر ڏنو.

هتي جي هوٽلن ۾ اڪثر ڪري پئسا پهريائين ڏجن ٿا ۽ ٽپ جو دستور ناهي. مانيءَ جو بل سؤ لي (پنهنجا اٽڪل پنجويهہ روپيا) کن ڏنائين. اڌ ڪلاڪ بعد ماني آئي. ماني ڇا هئي؟ ڊبل روٽي، تريل ڇڪن ۽ بصرن جو آچار! بصر بہ اهڙا جو سرڪي ڪري يا زياده سنڌجڻ جي ڪري ڪارا ٿيل هئا. ڪانئن پڇيم تہ ڇا هي آهي هتي جو خاص کاڌو؟ جنهن لاءِ هيڏو پنڌ ڪرايو اٿوَ. توهان تي تہ ڪا جيسز ڪرائس (حضرت عيسىٰ عليہ السلام) جي مارَ پوي، ڪجهہ تہ خيال ڪريو ها، اهڙي خبر هجي ها تہ گهران ئي نہ نڪرون ها. سو اهي آهن رومانيا جون خبرون. يوگوسلاويا ۾ بہ ڏٺم تہ اتي جي ماڻهن بصر جو آچار وڏي شوق سان کاڌو ٿي. مٿئين گهر مان هتي جي ٻين گهرن جو بہ اندازو لڳائي سگهجي ٿو.

هتي يورپ جي ملڪن ۾ ڏنو اٿم ته هر هڪ کي ايتري ته حد درجي جي سماجي مسئلن ۾ آزادي مليل آهي جو ماءُ پيءُ به اولاد جي ڪنهن ڳالهه ۾ دخل انداز نٿو ٿئي. هر هڪ جي مرضيءَ تي ڇڏيل آهي ته وڃيس ته پنهنجي زندگي کي سڌاري يا ڪاري. ڳالهيون ڪندي بيانيڪا جي ماءُ کان پڇيم ته هوءَ شادي ڪڏهن ٿي ڪري؟ چوڻ لڳي ته ڪيس ڪهڙي خبر، بيانيڪا خود بالغ آهي سندس مرضي. پاڻيهي پنهنجي پسند جو ڇوڪرو ڳولهي وجي شادي ڪري. مغربي ملڪن ۾ اڪثر اڪيلائي ۽ تن تنهائي ۾ نوجوان ڇوڪرن ۽ ڇوڪرين جو ملاقاتون ٿينديون رهن ٿيون. ڇوڪري ۽ ڇوڪريءَ جي اهڙي ملاقات کي ڊيٽ Date سڏجي ٿو. اهڙين ملاقاتن ذريعي هڪ ٻئي کي زندگيءَ جو ساٿي منتخب ڪيو وڃي ٿو ۽ ڪيترن سان ٿي ملڻ جو موقعو ٿيندو آهي. انهيءَ Process ۾ گهٽو ڪري هر ڇوڪري سڀ ڪجهه لٽائي ويهندي آهي. هنن مغربي ملڪن ۾ شايد ئي ڪا ڇوڪري هجي جا شادي وقت ورجن هجي، اگر هوندي تڏهن به ههڙي ماحول ۾ ڪير يقين ڪندو. ۽ اهڙي ڪنهن باعصمت ڇوڪريءَ کي داد ڏيڻ بدران ان لاءِ اهو ئي سمجهيو وڃي ٿو ته Virginity is lack of opportunity. اهو ئي سبب آهي جو هتي جي عورت آزادي ته حاصل ڪري چڪي آهي، پر پنهنجو قدر وڃائي ويٺي آهي. هوءَ مرد جي نظر ۾ ڪري چڪي آهي. هتي جي عورت ۽ رانديڪي ۾ ڪو فرق نه رهيو آهي، جنهن کي ٻار جيستائين نئون آهي ته چاهه سان ڪيڏي ٿو پر جنهن وقت پراڻو ٿيو يا ڪيس ان کان بهتر مليو ته پراڻي کي اڇلي ڇڏي ٿو. ساڳئي وقت مرد به اعتبار وڃائي چڪو آهي. سڀ کان وڌيڪ مصيبت ۾ پوڙها مائٽ آهن. اسان وٽ جيئن پوڙها مائٽ ٿين تيئن پنهنجا پراوا وڌيڪ عزت ڪن، پر هتي پوڙهي پيءُ ماءُ کان سندن ئي اولاد بيزار. ماءُ پيءُ گهر ۾ بيمار پيو هجي ته پيوي هجي، پر اولاد کي گهمڻ ڦرڻ ۽ پنهنجن پروگرامن کان فرصت ناهي جو هنن جو خيال رکن يا خير عافيت پڇي. هرهڪ کي پنهنجي لڳي پئي آهي ڪو لطيف جذبو نه رهيو آهي. يقين ڪر مون ڪيترا اهڙا مثال اکين سان ڏٺا جو ماءُ يا پيءُ موت جي ڪنڌيءَ تي آهي ۽ اولاد کي معلوم هوندي به بيفڪر رنگ رليون ملهائي رهيو آهي. هيءَ ڪهڙي آزادي آهي، منهنجا پاءُ؟ هن آزاديءَ ڪهڙو

هتي جي ماڻهن کي سُک ۽ دلي سڪون بخشيو آهي؟ ڪجهه سمجهه ۾ نہ ٿو اچي! ڇا هيءَ آهي مغربي آزادي، جنهن لاءِ اسان جا ڪي مشرقي ڀائر ڀينرون، گهر ويٺي بنان ڏٺي پرکي سڏون ڪري رهيا آهن. ڪاش منهنجي وس ۾ هجي تہ انهن مشرقي مردن کي هتي جو هڪ هڪ گهر ڏيکاريان. ڪين هتي جي ماڻهن جي ذهني تصادم، بيچيني، فڪرات ۽ دلي پريشانين کان روشناس ڪرايان ۽ هتي جي عورت جي حالت کان واقف ڪرايان ۽ مشرقي عورت کي هتي جي حالت اکين سان ڏيکاريان تہ ڪيس معلوم ٿئي تہ ڪير وڌيڪ خوش آهي. ڪنهنکي ذهني سڪون، عزت ۽ روحاني راحت نصيب ٿيل آهي. جيڪر پنهنجي ملڪ جي عورت هتي جي عورتن جو گهرائيءَ سان جائزو وٺي تہ جيڪر ڪيس احساس ٿي وڃي تہ هوءَ ڪيترو خوش، سکي ۽ باعزت آهي. هتي جي عورت کي ٻاهرين ناٿ پاٿ جي پنيان ڪيترون جوابداريون ۽ مصيبتون آهن. جن هٽي مغربي عورتن کي مشين وانگر گسائي ڇڏيو آهي. چهري تان اها نسواني رونق ۽ سونهن ئي متائي ڇڏي آهي. منهنجا ڀاءُ ڪاش ڪو انڌي تقليد ڪرڻ بدران حالتن جو چڱيءَ طرح جائزو وٺي پوءِ ان جي نقالي ڪري تہ بهتر رهندو. خط تمام ڊگهو ٿي ويو ۽ بلغاريا ڇڏڻ کان پهرين هڪ ٻيو بہ خط لکندس، جنهن ۾ بلغاريا ۽ هن شهر ورنا بابت لکندس.

گهڻي قرب منجهان
ـ تنهنجو

# ورنا. بلغاريا

هن کان اڳ ۾ هڪ خط هتان ورنا مان لکي چڪو آهيان. هتي آئي ۾ اڄ اسان کي اٽڪل ۾ هفتا کن ٿيا آهن. هتي پهچڻ بعد هڪ ڏينهن رکي ٻي ڏينهن کان برفباري شروع ٿي هئي ۽ لڳاتار ٽي ڏينهن هلندي رهي. برفباري ۾ ڏسڻ وٽان آهي، جنهن جو نقشو آءٌ ڪاغذ تي لفظن جي روپ ۾ چڱيءَ طرح چٽي نه ٿو سگهان پر توهان پنهنجي خداداد تخيل کي استعمال ڪري برفباريءَ جي نظاري جو لطف حاصل ڪري سگهو ٿا. برفباري ڏسڻ کان اڳ جڏهن سرد ملڪن مان دوست مون کي برفباري بابت لکندا هئا ته آءٌ ايترو ڌيان نه ڏيندو هوس، پر هتي ڏسڻ سان معلوم ٿيو ته جو ڪجهه مون برفباري جي خوبصورتيءَ بابت ٻڌو يا پڙهيو هو، سو سڀ صحيح آهي.

ڪي ڪي اهڙيون ۾ شيون هونديون آهن جن جي اصليت جي خبر تصويرن يا ٻڌڻ سان معلوم ٿي نه سگهندي آهي. تاج محل ڏسڻ کان اڳ، تاج محل جا فوٽا ۽ ننڍا سنگ مرمر جا ماڊل ڏسي تعجب لڳندو هو ته اهو ايترو ته سهڻو ناهي، جو ماڻهو تعريفون ڪن ٿا. پر ڏسڻ سان معلوم ٿيو ته هن کي واقعي دنيا جي عظيم عجائبن ۾ شمار ڪري سگهجي ٿو. ساڳيءَ طرح برفباري جو نظارو ۾ ڏسڻ سان تعلق رکي ٿو. پنهنجي ملڪ ۾ ڪڏهن ڪڏهن بارش سان گڏ ڳڙا پوندا آهن اها برف باري ناهي. هتي برف ڳڙن جي صورت ۾ نه وسندي آهي. برف جي تمام سنهي ڪاتر، پائوڊر جهڙي نرم ۽ هلڪي، هوا جي لهرن تي آهستي آهستي لڳاتار مٿان ترندي هيٺ ڪرندي آهي ۽ جتي ۾ ڪرندي آهي اتي گڏ ٿيندي رهي ٿي. زمين تي، وڻن مٿان، گهرن مٿان، موٽر لارين مٿان، هر شيءِ تي تهه ان پائوڊر جا چڙهندا ويندا آهن. ان مٿان پير رکڻ سان جڻ ڪپهه تي پير پيو. رستن ۽ فوٽ پاٿن تي ان برف Snow مٿان هلڻ ڪري اها دٻجي سخت ٿيندي وڃي ٿي. (جيئن برف جا ڳنڍا وڪڻ وارو برف جي سنهي ڪاتر ڪري ڪاٺ جي تيلين جي چوگرد زور سان پڪوڙيندو آهي ته ڪانيءَ کي چهٽي ويندي آهي. هيءَ ڪاتر ته ان کان ۾ تمام سنهي ٿئي ٿي.) ۽ سيمنٽ وانگر رستن تي چهٽي وڃي ٿي ۽

سخت برف Ice جا اسان وٺ تيار ڪري وڪي ويندي آهي، جهڙي شڪل اختيار ڪري ويندي آهي ۽ پوءِ بلڪل شفاف نظر ايندي آهي. (ڪاتر Snow جو رنگ اڇو کير جهڙو ٿيندو آهي ۽ ڪابه هينيان پيل شيءِ نظر نه ايندي آهي.) پر اها ڪاتر Snow هڪ دفعو ڄمي برف Ice ٿي وئي ته پوءِ ان جي هينيان هر شيءِ نظر ايندي. ايتري قدر جو اهو به نظر ايندو ته ان برف جي هينان رستو ڪچو آهي يا پڪو يا سرُن جو. توهان شايد اهو سوچيو ته اها برف ڳري ڇو نه ٿيءِ جيئن ئي آسمان تان ڪرندي وڃي ته ڳري پاڻيءَ جي صورت اختيار ڇو نه ٿي ڪري؟ اهو ان ڪري جو هوا ڪاٽو 4 Degree C کان به گهٽي ٿڌي آهي. ايتري قدر جو دستانن مان هٿ ڪڍڻ سان برف کان وڌيڪ ٿڌا لڳن ٿا. بلڪ برف هٿ ۾ کڻڻ سان هوا جي مقابلي ۾ گرم لڳندي، ڇو جو برف ڪاٽو چار کان وڌيڪ ٿڌي ٿي نه ٿي سگهي. پر هوا ته ڪاٽو ويهه ڊگرين تائين به ٿڌي ٿي سگهي ٿي. اهو ئي سبب آهي جو ڪيترائي جيت، ڇچيون، سانڊا، نوريئڙا وغيره سرد هوا کان بچڻ لاءِ برف هينان لڪي ويهندا. ڇو جو ٻاهر جي سرد هوا کان پوءِ به برف جي سردي گهٽ آهي. اتر ۽ ڏکڻ قطبن ۾ جتي سال جا ڇهه مهينا رات ۽ سخت سردي ٿئي، اتي ته گهرن جي چوڌاري برف جون پٽيون ڏئي ڇڏيندا آهن، جيئن گهر ٻاهر جي تيز ٿڌ کان محفوظ رهي.

شام جي وقت چوڌاري ڏسبو ته ٻار برف سان راند ڪيڏندا رهندا. برف جي ٻوري کي هٿ سان دٻائي ان مان مختلف قسمن جا بت (Snow Man) ناهيندا. هر شيءِ مٿان برف ڪرڻ ڪري اها اڇي کير جهڙي نظر اچي ٿي. هتي وڻ ته گهڻا ئي آهن پر سخت سيءَ ڪري منجهن هڪ پن به نظر نٿو اچي. ٺلهيون ٽاريون ئي ٽاريون. انهن مٿان به برف وسڻ ڪري مٿيون اڌ اڇو نظر ايندو.

برفباري ٽي ڏينهن هلي ان بعد بند ٿي وئي ۽ موسم صاف ٿيڻ لڳي. جيڪا برف ڪري هئي ان تي هلچل ڪري اها ڄمي، سنهي ٻوري مان ڦري سخت پٿر جهڙي ٿي وئي. چوڌاري رستن تي ڄڻ شيشا وڇائجي ويا. برف جي جڏهن اها حالت ٿيندي آهي ته پوءِ تڪليف ده ثابت ٿيندي آهي. هلڻ مشڪل ٿي پوندو آهي. جتي ڪٿي ترڪڻ لڳي ويندي آهي. جيسين موسم بلڪل صاف ٿئي ۽ سج جي

تپش ۾ برف آهستي آهستي سپ ڳري پاڻي ٿي وهي وجي. پاڻ وٽ ته بارش ڪري ڪٿي ڪٿي گپ ۽ چڪڻ ٿيندي آهي ته ماڻهو ان ڪان پاسو ڪري سُڪيءَ تان لنگهي ويندو آهي پر هتي ڪيڏانهن وجي. جتي ڪٿي برف ئي برف. ڪي ڪي دڪانن ۽ گهرن وارا ڪوڏرن ۽ ٽيڪمن سان اڳيان برف جا چاپوڙا ڪوٽي صفائي ڪري ڇڏيندا آهن. جن ڪي ينگي ٽرڪن ۾ ڊوئي شهر ڪان ٻاهر وجي ڇڏيندا آهن. پر ڪوڏر سان ڪيتري صفائي ٿي سگهندي ۽ ڪيترا ڏينهن ماڻهو ڪري سگهندا. هڪ ڏينهن صفائي ڪر ته وري ٻئي ڏينهن ٻي برف گڏ ٿيو وجي. اسان وٽ ته بارش پوي ٿي ته ڪلاڪ ٻن بعد سپ پاڻي وهيو وجي. (ڪراچيءَ جي ميڪلوروڊ، حيدرآباد جي گاڏي ڪاتي ۽ هالا جي شاهي بازار جي ٻي ڳالهه آهي.)

هن شهر ورنا جي وچ ۾ هڪ وڏي بلڊنگ جا بنياد ڪوٽجي رهيا آهن. روز صبح جو مزور پهرين ڪلاڪ ٻه ته انهن بنيادن مان راتوڪي وسيل برف ڪوٽي ڪڍندا آهن ۽ پوءِ وڏيڪ ڪوٽائي شروع ڪندا آهن. هڪ همراهه ڪافي ڏينهن بعد گهر ڪوليو ته اڱڻ تي برف جي ٻوري جا ڇيلهه تائين دڙا لڳي ويا هئا ۽ اڱڻ ۾ رکيل هر شيءِ ان هيٺ ڊڪجي وئي هئي ۽ ڳولٽو ٿي پيو. ذرا سوچيو ساڳي برف ڪيتري نه تڪليف ده ثابت ٿئي ٿي. جيڪا وسڻ مهل خوبصورت نظارو پيش ڪري ٿي. برفباري جيئن ئي بند ٿي ۽ وسيل برف ڄمي سخت ٿي ته شهر ۾ ترڪڻ شروع ٿي وئي. وڪ وڪ سنيالي ڪٽٽي پئي ٿي. هتي جا ته ننڍا وڏا ان ترڪڻ مٿان هلڻ جا هوشيار آهن. خبر ناهي ته ڪيئن پير ڳپائي، ٿورو اڳيان جهُڪي، تڪو تڪو هلن ٿا. اسان مان ته ڪو شايد بچيل هجي جنهن وچ شهر ۾ روز ٽي چار ڊِڪا نه ڪاڌا هجن.

پهرين ڏينهن جڏهن ڪان ترڪڻ شروع ٿي اتفاق سان بچي ويس، پر ان ڪان پوءِ منهنجو اسڪور سيني ڪان مٿي رهيو. خاص ڪري شهر جي چاڙهيءَ وارو ڌڪو ڪڏهن ٻه وساري نه سگهندس. هلندي هلندي ٻئي پير هوا اڳيان مٿي هليا ويا ۽ سڄو پنيءَ پر وجي ڦهڪو ڪيو هوم. منهنجا ته هوش حواس خطا ٿي ويا. چاڙهي تان ڪري هيٺ رفتار سان ترڪندو ويس. پيرن جون ڪڙيون بريڪ هڻڻ لاءِ رستي تي هنيم پر برف اهڙي ته سخت ٿي چڪي هئي جو اندر ڪپن ئي نه. ههڙي

ڏنڊ ۾ اڪيون بند هونديون ته تارا نظر اچي ويا. فلمن ۾ ڏسبو آهي ته هڪ گهڙيءَ ۾ ائڪسيڊنٽ ٿيندو آهي ته ٻي گهڙي ۾ جڏهن همراهه کي هوش ايندو آهي ته اسپتال ۾ هوندو آهي سو مون کي به اکيون کوليندي دير پئي ٿيو ته ڪٿي L.M.C جي آرٿوپيڊڪ وارڊ ۾ ته نه پهچي ويو آهيان. (جنهن وارڊ کي اسان جي جهاز جو ڊاڪٽر 'واڊي جي دڪان جي شاخ' سڏيندو هو.) آخر محسوس ڪيم ته ڪو ٻنهي هٿن سان مون کي چڪي رهيو آهي. اکيون کولي پڪ ڪرڻ لڳس ته سرجن انصاري ته نه آهي يا شاهنواز شاهه، اسلم گهلو، شريف اڊيجو جهڙا پهلوان آرٿوپيڊڪ وارڊ جا هائوس جاب ڪندڙ ته نه بيٺا آهن، پر ڪير به نه هو ـ بلغاريا جي ورنا شهر جي چمڪندڙ گهٽي ۾ بلغاري ماڻهو ئي هئا. اٿارڻ واري ڪلي چيو، "دوبري سوونيئر دِي بلغاريا" (اها بلغاريا جي بهترين سوکڙي رهندي.)

اڄ ان کي ڏهه ڏينهن ڪن اچي ٿيا آهن، پر اڃا اٿندي ويهندي جڏهن ساڄي ٽنگ جي گوڏي ۾، پنيءَ جي ڪنڊي ۾ ۽ ساڄي پاسيرين ۾ سور محسوس ڪريان ٿو ته لڳيم ٿو ته گهٽ ۾ گهٽ اڃا به مهينو ڪن ته بلغاريا جي اها ياد وساري نه سگهندس ـ اڃا ته شڪر آهي جو ڏکي ڪاٽڻ وقت گرم ڪپڙن جا ٿهه چڙهيل هئا نه ته اهڙو ڏکو فقط قميص پتلون ۾ اچي ها ته اسپتال جي بستري تي ته هجان ها، پر ٻئي ٽنگون ٻانهون ڪٺ پتلين جي ٽنگن ٻانهن وانگر مٿي رسين ذريعي ٻڌل هجان ها۔ پر مٿئين کي شايد مون کي رسين بغير هلائڻ منظور هو. هاڻ ته سائين ڪمري ۾ غاليچي مٿان هلندي به ڊپ ٿو ٿئي ته ڪٿي پير نه ترڪي وڃي. سو اهي اٿئي تازيون خبرون.

هتي جي زبان ڏاڍي ڏکي آهي. پاڻ کي ته صفا سمجهه ۾ نٿي اچي. نکي ياڻءِ ٿي پوي ۽ نه وري ياد ٿي ٿئي. بلغاري زبان ۾ 'د'،'گ'، 'غ' ۽ 'ب' جهڙن غير رومانٽڪ ۽ کهرن اکرن جو استعمال ڏاڍو آهي. بلغاري زبان کان علاوه ڏارين زبانن ۾ فرينچ ۽ جرمن ٿوري ٿوري ڳالهائي وڃي ٿي. رومانيا ۽ ٻين ملڪن ۾ ته اشارن سان به ڪم هليو ٿي ۽ ماڻهو سمجهي ويا ٿي، پر هتي جي ماڻهن کي بقول اسان جي دوست جي عقل به ٿورو ٿورو گهٽ آهي جو اشارا به نٿا سمجهن. خط ۽ لفافو ڏيکاري پيا پڇون ته پوسٽ آفيس ڪٿي آهي ته به وائڙن

وانگر الائجي چا جو چا پيا چون. سنئون سڌو اشاري جو جواب اشاري ۾ نٿا ڏين ته هي رستو يا هو رستو پوسٽ آفيس لاءِ وڃو. آخر مس مس هڪ همراهه مليو جنهن کي ٿوري ٿوري انگريزي آئي ٿي. تنهن هڪ ڏکيو لفظ ٻڌايو ته پوسٽ آفيس کي بلغاري زبان ۾ ان لفظ سان سڏين ٿا ۽ اڳتي وڃي ٻي موڙ تان پڇائجو. دوست کي چيم، لفظ ته تمام وڏو آهي. هينئن ڪر جو Post لفظ جي معنيٰ تون ياد ڪر ۽ Office جي آءٌ ٿو ڪريان. اڳتي وڃي ٻي رستي جي موڙ وٽ پهتاسين ۽ پڇڻ وارا ٿياسين ته دوست چيو ته مونکان ته 'پوسٽ' لفظ جي معنيٰ وسري وئي. صرف 'آفيس' لفظ مان ڪنهن کي ڪهڙي خبر ته ڪهڙي آفيس جو ٿا پڇايون. ٻن ٽن کان پڇيوسين ته اشارا ڪرڻ لڳا ته ڪهڙي آفيس....؟ (نور احمد نظاماڻيءَ يا حاجي منور علي عباسي جي زمينن جو ڪمدار ڪڙو نه گڏيوسين ته آڦيس پڇڻ تي سڌو تپيدار جي آفيس اڳيان اچي بيهاري ها.)

ورنا (بلغاريا) جو شپ يارڊ تمام مشهور آهي، جنهن ۾ ڪيترن ئي قسمن جا جهاز ٺهن ٿا. ان کان علاوه هتي ڪيترائي ٽيڪنيڪل ڪاليج آهن ۽ مشينري جا ڪارخانا آهن. روس وانگر هتي جو به بئلي ڊانس مشهور آهي. هتي بلغاريا جي ماڻهن جي هڪ عادت تمام عجيب آهي. اسان وٽ 'هائوڪار' ڪندي ڪنڌ کي هيٺ مٿي ڌوڻيو ويندو آهي ۽ گهڻي ڀاڱي هر ملڪ ۾ اهو عالمي اشارو آهي، پر هتي 'هائوڪار' ڪندي وقت ڪنڌ کي ساڄي کاٻي ڌوڻين ٿا، جيڪو اشارو اسان وٽ انڪار ڪرڻ وقت استعمال ڪيو وڃي ٿو. پهرين ڏينهن باربار پڪ ڪرڻ وقت پڇڻو ٿي پيو ته 'ها' يا 'نه'. چو ته وات سان ته 'ها' پيا چون پر ڪنڌ جي اشآري سان 'نه' پيا ڪن.

ٽيو ڏينهن هتي جي حڪومت طرفان 'سي مين ڪلب' ۾ هڪ خاص ثقافتي ۽ مليل جليل پروگرام منعقد ڪيو ويو. جنهن ۾ فقط دنيا جي Sailors کي مدعو ڪيو ويو. اسان به وياسين. سڀ الگ الگ ملڪن جا ميڙ ٺاهي وينا رهياسين. رات جو يارهين لڳي تائين مختلف قسمن جا ناچ Floor-Dances ٿيندا رهيا. ان بعد مختلف رانديون هليون. ڪلب ۾ اچڻ وقت، جنهن ڪليءَ ۾ مون ڪوٽ ٽي ٽنگيو ان جي پرسان روسي جهاز جا سيلر وينا هئا. مون کي پرسان

ويھڻ لاءِ چيائون. پڇيومان، ”يوناني آهيو؟“ (جو ڪين يونانين جھڙيون ڏاڙهيون ۽ لباس هو.) ڪلي وراڻيائون ته، ”رسڪي“ Russians آهيون ۽ مون کان پڇيائون ته آيا آءٌ گهانا جو آهيان. ٻڌايومانِ ته پاڪستاني آهيان. پاڪستان جو نالو ٻڌي ٻين ٻه ڪن ڪڙا ڪيا ۽ مون کان روسي زبان ۾ ڪجھ پڇڻ لڳا. چيومان ته انگريزي ئي هلي سگهندي. تنهن تي هڪ ويو ۽ انگريزي ڄاڻندڙ روسيءَ کي وٺي آيو، جنهن جيڪي مون ڳالهايو ٿي سو ڪين روسي زبان ۾ ترجمو ڪري ٻڌايو ٿي. ڪيترو وقت ڳالهيون ڪندا رهياسين. اهي عام ڳالهيون جي هڪ جهاز وارا ٻئي جهاز وارن کي ملندا آهن ته ڪندا آهن: جهاز ڪڏهن هتي آيو، ڪيترن ڏينهن لاءِ هتي آهيو، ڇا رفتار اٿس، ڪهڙي انجڻ اٿس، ڪهڙن ملڪن مان پيا اچو وغيره. ها، اندو پاڪ جي سيپٽمبر واري جنگ بابت پڇيائون ته تاشقند معاهدي بعد وري جنگ ته نه ٿي آهي. وغيره وغيره. اسان ڳالهين ۾ايترو ته محو ٿي وياسين جو اسان جي ميڙ مان هڪ ٻه ڊانس يا راندين ۾ حصو وٺڻ لاءِ نه اٿيو.

اسان هر نئين ملڪ ۾ اچڻ لاءِ ٻه تڪڙا هوندا آهيون ته وڃڻ لاءِ پڻ. ڪو هفتو مس گذرندو آهي ته هر هڪ تڪجي پوندو آهي ۽ اهو ملڪ ڇڏي ٻئي ملڪ پهچڻ لاءِ واجهائيندو آهي ته ان ڏي جلدي هلجي. ڪالهه جڏهن ڪنهن ٻئي گهمڻ لاءِ ساٿ نه ڏنو ته اڪيلو نڪري پيس ۽ اهو ارادو ڪيم ته هتي جي ڇپائي ۽ ڪتابن جي سلسلي ۾ لئبريري يا دڪان گهمي ڏسجن. پنهنجي ملڪ ۾ ڪن ڪن ادارن ۾ اشاعت گهرن اڄڪلھ ڪتابن جي ٻاهرين سونهن ڏي ٻه چڱو ڌيان ڏنو آهي. ڪتاب جو ٻاهريون ڏيک، عمدو ڪاغذ، سهڻي ۽ صاف ڇپائي ڪتاب جو شان وڌائي ٿي.

اڄڪلھ دنيا جي ڪيترن ملڪن ۾ ٿيندڙ ادبي نمائشن ۾ اسان جي ملڪ جا ڪتاب پڻ رکيا وڃن ٿا. هتي جي هڪ وڏي دڪان تي چڙهي پيس. چوڌاري فقط بلغاري زبان ۾ لکيل ڪتاب رکيا هئا، جن ڏي اشارو ڪري سيلز گرل ٻڌايو ته فقط هي آهن. آءٌ ڪتاب ڏسي رهيو هوس ۽ ٻيا آيل گراهڪ ۽ دڪاندار مون کي ڏسي سُسُ پُسُ ڪري رهيا هئا. سمجهي ويس ته هي معلوم ڪرڻ چاهين ٿا ته آءٌ ڪهڙي ملڪ سان تعلق رکان ٿو، پر آءٌ ڄاڻي ٻُجهي، نڪ جو پڪو ٿي ماٺ ۾

ڪتاب ڏسڻ لڳس. انگريزي ڪتابن جي پرسان هڪ ڪتاب رکيو هو جنهنجو انگريزي لکت ۾ نالو نظام حڪمت (Nizam-Hikmat) لکيل هو. ڪتاب جو نالو وٺي دڪاندار کي ڏيکارڻ لاءِ چيم. نالو ٻڌي سپ وائڙا ٿي ويا ته ترڪي ڪتاب سان منهنجو ڪهڙو واسطو. دڪاندار ڪتاب ڏئي چيو: ”انگريزي نه پر ترڪي آهي.“ (اڄڪلهه ترڪي رسم الخط عربي انداز مان ڦيرائي انگريزي ۾ ڪئي اٿن. سو اهو ڪتاب ترڪي زبان جو هو پر لکت رومن هئي.) هڪ همراهه پنهنجي عمر جو ڏنم ته ڳالهائڻ لاءِ بيچين هو، تنهن آخر مون کان پڇيو ته آءٌ استنبول (ترڪي) کان ته نه آيو آهيان. پاڻ ٽٽل ڦٽل بلغاري ۽ انگريزي زبان ۾ ٻڌايائين: ”مسلمان آهيان. نالو عبدالقادر سليمان اٿم.“ پاڻ جيڪي ڪتاب خريد ڪيا هئائين انهن جي نالن جا ڪجهه لفظ ’طب‘، ’حڪمت‘، ’ابوسينا‘ پڙهي اندازو لڳايم ته پڪ ميڊيڪل اسٽوڊنٽ آهي، پر پوءِ معلوم ٿيو ته ڊاڪٽر ٿي چڪو آهي ۽ ورنا ميڊيڪل ڪاليج جو گريجوئيٽ آهي. خوشي ته مون کي به ساڻس ملي ٿي، پر ڪيس هيڪاندي ٿي. مونکي اصل نه ڇڏي. زبردستي هوٽل تي وٺي هلي ڪافي پياريائين. هڪ ٻئي کان ائڊريسون ورتيونسين ته خط لکنداسين. زور ڪيائين ته سندس گهر، پر واري ڳوٺ ۾ هلان. آخر سمجهايومانس ته اسان جو جهاز سياڻي استنبول (ترڪي) لاءِ لنگر ڪٽي رهيو آهي. دير ٿي ويندي. آخر وعدو ڪيومانس ته ٻئي دفعي جڏهن به بلغاريا آيس ته تو وٽ ضرور مهمان ٿي اچي رهندس.

سندس هر ادا ۾ اها ئي سادگي ۽ نئڙت هئي جا اسان جي ڳوناٺن ۾ هوندي آهي. ڪيس ٻن ٽن گهرن ۾ مريض ڏسڻا هئا، مون کي ساڻ وٺي هليو. آخري گهر جي سامهون سئنيما هئي جنهن ۾ انگريزي فلم ’ڪلوپيٽرا‘ هئي پر بلغاري زبان ۾ ڊب ٿيل هئي. چيائين ته هل ته فلم ڏسون. چيومانس ته اها فلم ڪيترائي دفعا ڏٺل آهي، اجايو بور ٿينداسين. هتي ڪا ويجهي مسجد هجي ته اها ڏيکار. دراصل مون هتي جي مسجدن جي Architect (عمارت سازيءَ جو ڪم) ڏسڻ چاهيو ٿي ۽ ان سان گڏو گڏ هتي جي ماڻهن جو مذهب ڏي لاڙو پڻ. منهنجي دوست پهريائين ته ٿورو ٽٽايو ۽ اندازو لڳايم ته ڪن سببن ڪري مون کي نٿو ڏيکارڻ چاهي. آخر

فرلانگ اڌ پنڌ هلي ٻڌايائين ته، هي علائقو مسلمانن جو آهي، پر هتي ڪا اهڙي ڏسڻ جهڙي مسجد ناهي. پر منهنجي ضد ڪي قائم ڏسي اڳتي هلڻ لڳو.

”بلغاريا ۾ ترڪن جي ڪافي عرصو حڪومت رهي آهي ۽ مسلمانن جو اڄ ۽ دٻدٻو ڏسڻ وٽان هو، پر هاڻي اهو اڄ ۽ دٻدٻو ختم ٿي چڪو آهي. مسلمان ته اڃا به اسان سڏايون ٿي.“ پاڻ ٻڌائڻ لڳو، ”پر اڄ اهو مسلمانيءَ وارو جذبو نه رهيو آهي. هر هڪ ماديت ڏانهن ڇڪبو وڃي، روحانيت ختم ٿيندي وڃي. اسان مذهب کان ڪناره ڪشي اختيار ڪري پنهنجي دل جو سڪون وڃائي ويٺا آهيون. اڪيلا ۽ ويڳاڻا ٿي چڪا آهيون. سمجهه ۾ نه ٿو اچي ته ڇا ڪري رهيا آهيون، ڪيڏانهن وڃي رهيا آهيون. هر هڪ جون راهون جدا جدا ٿي چڪيون آهن............“

آءٌ چپ چاپ ٻڌندو ساڻس قدم ملائي رهيو هوس. موسم جي اوچتو تبديليءَ جي ڪري برف ڪجهه حد تائين ڳري رهي هئي ۽ بلغاريا شهر جي گهٽين جي پڪين سرن جو فرش صاف نظر اچي رهيو هو. سامهون مسجد جو ڊگهو منارو ڏسي سمجهي ويس ته پڪ اها مسجد آهي. سمهڻي نماز جو وقت هو. مسجد مان جهيڻي روشني اچي رهي هئي. در بند هو. ڪڙڪايوسين ته هڪ عورت ٻار سان گڏ در کوليو، مون جتي لاٿي ٿي ته مون کي لاهڻ کان منع ڪيائين. ڊاڪٽر ٻڌايو ته هن مسجد ۾ نماز ڪانه ٿئي ۽ هي ماڻهو گهر ٺاهي ويٺا آهن. مون کي اعتبار ئي نٿي آيو. ٿورو اڳتي وڌي ڏٺو ته مسجد جي اڱڻ ۾ ڪپڙا سڪي رهيا هئا. رڌ پچاءَ جو سامان بي ترتيبي سان پکڙيو پيو هو. اهو ڏسي حيرت ۽ افسوس ٿيو. عبدالقادر ڪجهه چئي رهيو هو پر منهنجي سمجهه ۾ ڪجهه نه پئي آيو. سامهون ڪاٺ جي فريم ۾ وڏي آرسي ٽنگيل هئي جا ٻن هنڌن تان ڀڳل هئي ۽ انهن جڳهين جي بي ڊولائي لڪائڻ لاءِ به ڪارڊ لڳل هئا. هڪ تي ڪنهن ٻار جي تصوير هئي ۽ ٻئي تي قرآن مجيد جي آيت پنيان ترڪن جي حڪومت جو سن ۽ ڇپائڻ واري جي عربي يا فارسي ۾ هن ريت ائڊريس : ’دين اسلام مدافعلري جميعتي نشرياتندن ـ 3 صوفيه بلغارستان‘ لکيل هئي.

”اهو به ڪو زمانو هوندو هو“ عبدالقادر وري آهستي آهستي ٻڌائڻ لڳو، ”جڏهن مسلمان ههڙي اعلىٰ ۽ مضبوط مسجد بنائي. هن جي ڪشادي اگڻ ۾ صفون ناهي نمازون ادا ڪيون هونديون. پر اڄُ هتي جون حالتون غير ٻڌجي چڪيون آهن. اها ترڪبازي ختم ٿي چڪي آهي. اڄ اسان ڪجهه به نه رهيا آهيون. مسلمانن جي دلين مان اهو عالمگيري ايمان ۽ شان حجازي نڪري چڪو آهي.“

مون الائي چا ڪجهه چوڻ چاهيو ٿي، پر زبان مسئلو ٻڌجي پئي. عورت ڪي انگريزيءَ ۾ ٻڌايم ته هيءَ قرآن مجيد جي آيت آهي ۽ ان جي ائين بيحرمتي ٿي رهي آهي. پر هوءَ ڪجهه به سمجهي نه سگهي. هن اهو ڪارڊ ڪڍي مون ڪي ڏنو. ڊاڪٽر مون ڪي ڪافي دير خاموش ڏسي چوڻ لڳو: ”مون ته توڪي پهرين ٻڌايو ته اڄڪلهه هي حال اسان جو ٿي چڪو آهي. اسان جي نندي ٿهي ته شايد اهو به نه ٻڌائي سگهي ته هو مسلمانن جو اولاد آهن.“

خبر ناهي ڪيئن ڏيڍ ميل جو رستو ختم ٿي ويو ۽ بندرگاهه جي پرسان اچي نڪتاسين. بندرگاهه وٽ جا مسجد آهي ان ۾ هلڻ لاءِ ڊاڪٽر ۽ رستي تي مليل سندس دوست مصطفىٰ زور ڪيو ته ان ۾ نماز ٿيندي آهي. اندر آياسين مسجد سهڻي ۽ صاف ستري ڏسي دل خوش ٿي وئي. مسجد جي امام جو نالو به مصطفىٰ هو، تنهن ٻڌايو ته جمعي نماز پوري ٻارهين وڳي ٿيندي آهي.

اڄ جمعو آهي ٿوري ئي دير اڳ جهاز جا ڪيترائي ماڻهو جمعي نماز ان مسجد ۾ پڙهي آيا آهيون. هن شهر ورنا جا به ڪافي مسلمان هئا، پر گهڻو ڪري سڀُ پوڙها هئا. جوان ڪو ورلي هو. هڪٻئي سان ملي ڏاڍي خوشي ٿي. اسان اڄ ٿوري دير بعد استنبول (ترڪي) ڏي وڃي رهيا آهيون، جتان پوءِ اڊارڪٽڪ سمنڊ لتاڙي وري يوگوسلاويا وينداسين.

والسلام

# ادارڪٽڪ سمنڊ

پهرين سين ۾ هي فقير پُر تقصير معافي گهرندو جو تنهنجي ڪيترن خطن ملڻ جي باوجود استنبول (ترڪي) ۽ رائيڪا (يوگوسلاويا) مان خط نہ لکي سگهيو آهيان. ان جي عيوض هينئر سمنڊ تان لکان ٿو. ورنا (بلغاريا) بعد اسان استنبول (ترڪي) آياسين. جتي ڪجھ ڏينهن ترسڻ بعد يوگوسلايا جي ٻئي بندرگاھ رائيڪا ۾ آياسين ۽ هاڻ رائيڪا کي خيرآباد چئي وري لبنان وڃي رهيا آهيون. رائيڪا جو بندرگاھ اٽلي جي ٽرسٽي بندرگاھ کان پنجاھ سٺ ميل اوپر ۾ ٿيندو. اٽليءَ جي ڏکڻ ۾ بحر روم آهي ۽ اتر ۾ هي ادارڪٽڪ سمنڊ ۾ هلي رهيو آهي. سپاڻي شام ڌاري هي سمنڊ ختم ڪري بحر روم ۾ داخل ٿينداسين. رائڪا ۽ استنبول ۾ ايترو تہ مشغول هوس جو خط لکڻ جي فرصت ئي نہ ملي. هينئر هن وقت پنهنجي ڪئبن جي دريءَ اڳيان ويهي هي خط لکي رهيو آهيان. سمنڊ ۾ ڪافي جوش آهي. جهاز يورپ جي نائيٽ ڪلب جي رنڊِيءَ وانگر نچي رهيو آهي. شروعات ۾ ٿورو ئي جهاز لڏندو هو تہ مون کي بہ ڦيري ٿيندي هئي. الٽيون اينديون هيون. دل ڪچي ٿيندي هئي يا بقول بشير وسطڙي جي: خراب موسم ۾ Sailor جي حالت چوٿين مهيني پيٽ واري عورت جهڙي هوندي آهي. پرهاڻ ڪافي وقت سمنڊ تي رهڻ ڪري عادت ٿي وئي آهي ۽ گهٽو ڪري سي سڪنيس ( Sea Sickness) گهٽ ٿئي ٿي يا گهٽ ۾ گهٽ ان کي نہ محسوس ڪرڻ جي ڪوشش ڪريان ٿو. نہ تہ هن وقت جهاز جي اها حالت آهي جو نئين ماڻهوءَ لاءِ هڪ منٽ بہ مصيبت ٿي پوي.

هتي جي ۽ پاڪستان جي وقت ۾ چئن ڪلاڪن جو فرق آهي. توهان وٽ هن وقت شام جا ست ٿيا هوندا ۽ هتي اجا ٽي ٿيا آهن. هتي منهنجي ريڊيو تي ڍاڪا، سلون ۽ ٻيون ڏوراهيون ريڊيو اسٽيشنون بہ چٽيون ٻڌڻ ۾ اچن ٿيون. ريڊيو سلون تان هن وقت لتا ڳائي رهي آهي..... ’ڪير بہ ناهي، پوءِ بہ آهي ـ نہ ڄاڻي ڪنهن جو انتظار ـ ڪنهن جو انتظار.........‘

يار لتا جو آواز تہ نہ آهي، پر عجوبو آهي. جنهن بہ لتا کي ناهيو آهي چا
ڪمال جي شيءِ ناهي آهي. نلهي گوشت پوست ۽ مٽيءَ مان اهڙي شيءِ ناهڻ تہ
ڏاڍي مشڪل آهي. آمريڪا ۽ روس جا حال تہ ڏس، هر پندرهين ڏينهن چنڊ تي
راڪيٽ موڪلڻ جي هام هڻن ٿا پر هڪ لتا تہ جيڪر ناهي ڏيکارين. هڪ مصر
جي ام ڪلثوم تہ جوڙي ڏيکارين. هڪ ربينا تہ ٺاهي ڏيکارين ـ جيڪا ڳائي
ٻڌائي تہ، ’جنهن کي ڳاڙهو لڪڻ هٿ ۾......‘ (يا شايد سائو لڪڻ هٿ ۾) يا هڪ
زليخا ۽ خديجا تہ ناهي ڏيکارين جا ڳائي ٻڌائي: ”ادل منهنجو آهي، اديون،
چوڏهينءَ جو چنڊُ الا بنو منهنجو آهي......“ ـ تہ مڃون. ڪير ٿو چوي تہ آواز هڪ
نعمت ناهي، ڪير ٿو چوي تہ آواز ۾ اثر ناهي. ڪير ٿو چوي تہ راڳ ڏياچ، ٻيجل
کي راڳ خاطر سرُ نہ ڏنو.

جاجڪ جهونا ڳڙهہ ۾، ڪو عطائي آيو،
تنهن ڪامل ڪدي ڪينرو، ويهي وڄايو،
شهر سڄو ئي سر سين تندُن تپايو،
دايون درمانديون ٿيون، باين باڏايو،
چارڻ تي چايو، تہ ماري آهي مڱٽو.

شاهہ

خير سائين، اچون پنهنجين خبرن تي. رائيڪا ۾ ڏاڍو سنو وقت گذريو.
رائيڪا ۾ چٽگانگ جهڙي مئرين اڪيڊمي آهي جا دنيا جي مشهور ۽ وڏين
اڪيڊمين مان آهي. پنهنجي ملڪ جا پڻ ڪجهہ شاگرد ٻن ٽن سالن لاءِ هتي
’مئرين انجنيئرنگ‘ ۽ ’نيويگيشن‘ جي تعليم لاءِ آيا هئا، پر هاڻ اها اسڪالرشپ
تازو بند ڪئي وئي آهي. چٽگانگ مئرين اڪيڊمي ۾ جڏهن آءٌ هوس تہ منهنجو
هڪ ڪلاس ميٽ شهاب الدين، اها چڏي هتي آيو هو. سندس پڇا ڪرايم تہ
معلوم ٿيو تہ تازو هو بہ جهاز تي انجنيئر جي حيثيت ۾ هليو ويو آهي ۽
اڄڪلهہ سعودي عرب ۾ سندس جهاز ويل آهي. ٻيا چار پنج شاگرد مليا جي آخري

سال ۾ آهن، تن ٻڌايو تہ حيدرآباد جو هڪ سنڌي انور علي ميمڻ پڻ زير تعليم هو جو پڻ تازو تعليم ختم ڪري جهاز تي هليو ويو آهي. ڏاڍو افسوس ٿيو جو ساڻس ملاقات نہ ٿي سگهي. وڏي رهائي وارو مڙس ٿو سڏجي. رائيڪا ۾ ٻن ٽن فئملين سان ملاقات ٿي جي انور کي سڃاڻين. ڏاڍيون تعريفون ٿي ڪيائونس. هڪ پوڙهي تہ ٻُڪ ڪٽي يوگوسلاوين زبان ۾ منهنجي اڳيان دعائون ڏيڻ شروع ڪري ڏنائين تہ اسان ڪيس پنهنجن ٻچن وانگر سمجهون ٿا، ۽ هو بہ اسان جي عزت ڪندو هو. اهي سڀ مسلمان فئمليون هيون. ان ڪان علاوه پاڪستاني شاگرد بہ انور کي ڏاڍو ياد ڪري رهيا هئا تہ ڪچهريءَ جو ڪوڏيو آهي. سندس رائيڪا ۾ گذاريل چند سال، ساڻن گڏ ڪيل چرچا گهٻا ۽ سندس مخصوص سنڌي لهجو، هنن لاءِ باعث يادگيري آهي.

يوگوسلاويا ۾ پڻ مئرين انجنيئرنگ جو پنجن سالن جو ڪورس آهي. پر تعليم انگريزي بدران يوگوسلاوين زبان ۾ ڏني وڃي ٿي، جا پهرين، سال اڌ لاءِ الڳ سکڻي پوي ٿي. (انور جي برانچ انجنيئرنگ نہ پر نيويگيشن آهي جنهن جو ڪورس گهٽ سالن جو آهي.) رائڪا جي هن اڪيڊمي ۾ ڪل ٻاويهن ملڪن جا شاگرد تعليم وٺي رهيا آهن. يوگوسلاويا جا جهاز راني ۽ جهاز سازي ۾ چند سالن اندر ترقي ڪئي آهي سا قابل داد آهي. 1945ع ۾ آزادي وقت يوگوسلاويا ۾ ڪجھ بہ نہ هو. ٻي جنگ عظيم ۾ سڀ ڪجھ ناس ٿي ويو هو. بمن جي تباهہ ڪاري جا نشان اڃا تائين موجود آهن. اڃا تائين ڊنل بلڊنگون ان ئي حالت ۾ آهن. يوگوسلاويا جي بلڪل ڪمزور ترين حالت هئي، پر هتي جي ماڻهن کي شاباش هجي جو ايتري ٿوري عرصي اندر وري پنهنجيءَ وارا ٿي ويا آهن. بلڪ اڳي ڪان اڳرا. هينئر يوگوسلاويا وٽ ڪنهن بہ شيءِ جي ڪوٽ ناهي. ان ترقي جو سهرو هتي جي اڳواڻن ۽ رهنمائن تي پڻ آهي. هيترن ملڪن ۾ مون فقط بہ ملڪ اهڙا ڏٺا آهن جن جو ٻچو ٻچو پنهنجي ليڊر جي سچي دل سان عزت ڪري ٿو. هڪ چين جو 'مائوزي تنگ' ۽ ٻيو هتي جو 'مارشل ٽيٽو'. عزت ڇا پر ماڻهو پوڄيندا اٿس. ننڍي ٻار ڪان بہ پڇبو تو توکي ڪنهن ڪنهن سان پيار آهي تہ چوندو "ماما (ماءُ)، تاتا (پيءُ) ۽ مارشل ٽيٽو." هتي جا ماڻهو گارين ۾ پنهنجي ماءُ پيڻ کي بہ نہ

بخشيندا پر مارشل ٽيٽو جو هميشھ عزت سان نالو وٺندا. مارشل ٽيٽو لاءِ ڏنو اٿم تہ سندس ملڪ جا ماڻهو تہ ڇا پر ٻاهرين ملڪن جا ماڻهو بہ گڏ ڳائين ٿا تہ هن ڪي پنهنجي ملڪ سان ڪيڏو نہ پيار آهي ۽ هن ملڪ لاءِ ڇا ڇا نہ ڪيو آهي.

رائيڪا ۾ رهندڙ پاڪستاني شاگرد: ضياء مصطفيٰ، صديقي ۽ ٻيا اسان وٽ روز جهاز تي گهمڻ ايندا هئا ۽ اسان بہ هنن وٽ ويندا هئاسين. هنن اسان کي هي شهر خوب گهمايو ڦيرايو ۽ ڏيکاريو، نہ تہ هتي جي زبان اهڙي ڏکي آهي جو صفا ياد نٿي ٿئي. جپاني ۽ بنگالي زبانن جي هڪ ڳالهہ مونکي وڻي ٿي جو ڏاڍيون Soft ۽ Sober آهن. توهان کي ڪابہ گار انهن ٻولين ۾ نہ ملندي. بنگالي زبان ۾ تہ جيڪي هڪ بہ گاريون آهن سي بہ ٻين زبانن جون آهن، نہ تہ بنگالي زبان ۾ وڏي ۾ وڏي گار، 'اڻ سدريل' آهي. باقي هنن يوگوسلاوين زبان جي ڇا ڳالهہ ڪجي. هر ٻيو جملو گار. وڙهن تڏهن تہ گاريون ڏين، پر کل خوشيءَ وقت بہ گاريون ڏين. ڪيڪار بہ گارين سان ڪن تہ پيار جو اظهار بہ گارين سان. گاريون بہ ڪچيون ڪچيون ست سُريون. مرد تہ ٺهيو پر عورتون بہ وڏي مزي سان گاريون ڏين.

هتي بہ مسلمان ڪافي رهن ٿا. رائيڪا جي پرسان هڪ ڳوٺ تہ سڄو مسلمانن جو آهي. هتي رهندڙ چوڪرن ٻڌايو تہ هتي جا ڪي مسلمان تہ ههڙي ماحول ۾ رهي بہ پنهنجو مذهب Practice ڪن ٿا. هتي رهندڙ پاڪستاني شاگرد ٻڌايو تہ رمضان ۾ باقاعده تراويح نماز ٿئي ٿي ۽ سحريءَ لاءِ اٿاريو وڃي ٿو. پر هڪ ڳالهہ ڏاڍي ڏکوئيندڙ آهي، جو هتي مسلمانن کي گهٽ نظر سان ڏٺو وڃي ٿو ۽ حڪومت بہ اهي سهولتون نٿي ڏئي، جي ٻين کي ڏئي ٿي. هتي جا مسلمان ٻين جي مقابلي ۾ غريب آهن. هتي هڪ فئملي سان ملاقات ٿي (جي انور ميمڻ سڏائين ۽ ڪين جڏهن معلوم ٿيو تہ آءٌ بہ اتان جو آهيان جتان جو انور آهي تہ هنن کي ملڻ جو ڏاڍو خيال ٿيو ۽ مون کي پاڻ وٽ گهرايائون) ڳالهيون ڪندي انهن کان اهو معلوم ڪري افسوس ٿيو تہ شهر ۾ جيڪي بہ فقير، پالش وارا ۽ ٻيا اهڙا گهٽ ڌنڌا ڪرڻ وارا آهن، اهي سڀُ مسلمان آهن. شهر ۾ پهرين ڏينهن بہ ڌهہ ڪن سالن جا بہ ٻار پنندي نظر آيا. ٿورا سانوري رنگ جا هئا. مون سمجهيو

ڏڪڻ ايشيا جي ڪنهن ملڪ جا آهن. پڇيومان ته ڪير آهيو....؟ نه پهه چوڻ لڳا: ”مسلمان آهيون.“

ڪيس ۾ هٿ وجهي ڪجهه دينار ٻاهر ڪڍي ٻنهي کي ڏنم. مون کي خبر ناهي ڇو اهو احساس وڪوڙي ويو ته مون هڪ ثواب جو نه پر گناهه جو ڪم ڪيو آهي. مون هنن کي اهي چند دينار ڏئي وڌيڪ تباهه ٿيڻ ۾ مدد ڪئي آهي، هنن کي پنڻ لاءِ همٿايو آهي. ٻن تندرست انسانن کي محنت مزوري ڪري ڪمائڻ بدران مفت ۾ آسانيءَ سان پئسو هٿ ڪري پيٽ پرڻ جو چشڪو ڏنو آهي ۽ سمجهه ۾ نه ٿو اچي ته ههڙي ترقي يافته ۽ امير ملڪ هوندي به ڪا اهڙي انجمن، اهڙِي ڪا خدمتگار سوسائٽي نه آهي جو پنهنجي ئي ملڪ جي ٻارن ۽ نوجوانن کي پنڻ کان هٽائي کو باعزت ڌنڌو مهيا ڪري.

يوگوسلاويا، بلغاريا، اسپين ۽ ٻين ملڪن جي مسلمانن جي حالت ۽ اتي جي حڪومتن جو عوام سان ورتاءُ ڏسي هڪ ڳالهه لاءِ اعتراف ڪرڻو پوي ٿو ته اسان پاڪستان الڳ وٺي سنو ڪيو. هاڻ اسان آزاد آهيون، هر لحاظ کان ـ جسماني ۽ ذهني طرح. لکي لکي مسجدن ۾ نمازون نٿيون پڙهڻيون پون. ڊڄي ڊڄي اهو نٿو ٻڌائڻو پوي ته مسلمان آهيون، متان نوڪري کان هٿ ڌوئڻا پون.

# لاس پاماس (ڪَناري ٻيٽ)

ائٽلانٽڪ سمنڊ ۾، اتر آفريڪا جي ڪابي پاسي، پنجن ڇهن ٻيٽن جو هڪ جهڳٽو آهي، جي ڪَناري ٻيٽ (Canary Islands) سڏائن ٿا ۽ اسپين جي حڪومت هيٺ آهن. لاس پاماس انهن سڀني ٻيٽن مان مکيه ۽ خوبصورت آهي. اڄڪلهه اسان اتي آهيون ۽ هي خط اتان لکي رهيو آهيان. اسان بيروت (لبنان) کان ڪل ستاويهه سؤ ميلن جو فاصلو طي ڪري سڄو بحيره روم (Mediterranean) لتاڙي، هتي چوٿون پنجون ڏينهن پهتا آهيون.

هتي جون خبرون ته ڪوڙ آهن، ڪهڙيون لکي ڪهڙيون لکجن. بس اهي ئي رب جا لکين احسان آهن، جو اجا زنده آهيون، نه ته سمجهه ۾ نٿو اچي ته پاڻ جهڙو حسن جو پوڄاري ههڙن خوبصورت هنڌن تي ڪيئن پيو جيئي. روز قتل ٿيندا آهيون، روز جنم وٺندا آهيون. ذرا سوچ هي (لاس پاماس) اها جڳهه آهي جتي پئرس، لنڊن، نيويارڪ ۽ جپان جهڙن هنڌن کان به ماڻهو گهمڻ خاطر اچن ٿا. سڄي دنيا جا سياح ۽ شوقين نظر ايندا. پارهوئي هتي ميلو لڳو پيو آهي. ادا، ذرا تحقيق ڪرائجانءِ ڪٿي مومل جي ڪاڪ هتي ته نه آهي ـ؟

هي ٻيٽ هر لحاظ کان خوبصورت آهي. ٻيٽ ناهي پر جنت جو ٽڪرو چڻ ته زمين تي لاٿل آهي. چا صفائي (ڪيسي پاڪيٽ جي نه) چا سونهن ۽ حسن، هر شيءِ (ويندي رستن تائين) آرسيءَ وانگر چمڪندي رهي ٿي. سڄو ٻيٽ گلن ۽ خوبصورت ٻوٽن سان ڇانئيو پيو آهي. چؤطرف نوجوان ڇوڪرا ۽ ڇوڪريون گهمنديون نظر اچن ٿيون. پوڙها ته شايد ٿين ئي ڪونه يا ته اهي به ضرور جوان دل رکندا هوندا.

هتي هر قسم جي لباس ۾ ماڻهو نظر اچن ٿا. پتلون قميص ۾، نڪر بوشرٽ ۾، سئمنگ ڪاسٽيوم ۾ (جو ٻيٽ جي چؤگرد سمنڊ جو ڪنارو آهي. توهان ڪنهن به طرف وڃو ته ڪناري کان پري ٿي نه ٿا سگهو)، مني اسڪرٽن ۾، ساڙهي ۽ فراڪن ۾، ڪنهن به قسم جي ڪابه جهل پل نه آهي. سماجي آزادي حد کان وڌيڪ آهي. هتي دنيا جي هر شيءِ ملي ٿي ۽ هن ٻيٽ کي دنيا جو وڏي ۾

وڏو شاپنگ سينٽر سڏيو وڃي ٿو. هتي هر شيءِ بنا ٽئڪس (Duty Free) هجڻ ڪري سستي ملي ٿي. هي ٻيٽ اهڙي هنڌ تي آهي، جتان هر جهاز يورپ، آمريڪا، آفريڪا يا ايشيا جي ملڪن ڏي ويندي ضرور لنگهي ٿو ۽ خاص ڪري جهاز جي هلڻ لاءِ تيل ۽ مسافرن ۽ عملي لاءِ يڪي مسافريءَ جو راشن پاڻي وٺي ٿو. هتي هر ميوو ۽ ڀاڄي تمام سني ۽ گهڻي انداز ۾ نظر اچي ٿي جيڪا گهڻو ڪري ويجهڙائي وارن ملڪن جهڙوڪ: موراڪو، اسپين، پورچوگال کان اچي ٿي. هتي جا دڪان دنيا جي سيني شين ۽ تحفن سان جهنجهيا پيا آهن. ڪيترائي وڏا دڪان سنڌي هندن جا پڻ آهن، جي ورهاڱي کان ٻه گهڻو اڳ سنڌ مان واپار جي خيال کان لڏي هتي اچي رهيا هئا ۽ هاڻي هتي جا شهري سڏائين ٿا. هو هتي جي اصلي اسپيني باشندن سان غمي خوشيءَ ۾ گڏ وقت گذارين ٿا. اسپيني ڇوڪريون هنن کي ڏسي چاهه مان ساڙهي ۽ شلوار پائڻ لڳيون آهن ۽ ساڳئي وقت اسان جون ايشين - خاص ڪري هندو سنڌي ڇوڪريون ٻه مني اسڪرٽن ۽ چڏين ۾ نظر اچن ٿيون. هتي جا مرد ۽ عورتون حليم طبع، نازڪ ۽ خوبصورت آهن، جنهن جو وڏو سبب هتي جي آبهوا آهي.

هتي سياحن ۽ مسافرن جي عزت ۽ آڌرڀاءُ حد درجي جو ڪيو وڃي ٿو. ذرا سوچيو، هڪ ننڍڙو ٻيٽ آهي، جنهن جي چوڌاري سون هزارن ميلن ۾ پاڻي ئي پاڻي آهي (نقشي ۾ ڏسندا) اتي ڪو ڌاريون ڪهي اچي ته هنن لاءِ ٻه باعث خوشي آهي. خاص ڪري دنيان جا وڏا واپاري، امير، ائڪٽر، ۽ ائڪٽريسون، نوان شادي شده جوڙا موڪلون ۽ هني مون ملهائڻ يا تفريح ۽ آرام لاءِ ڪٿان ڪٿان ڪَهي هتي اچن ٿا (۽ ڪجهه اسان جهڙا غريب سياح ۽ جهازي پڻ.) هن ٻيٽ جي ڪمائي ۽ گذران ٻاهران آيلن جي ڪري آهي. جيڪڏهن ٻاهرين ڪي اچڻ نه ڏنو وڃي ته هتي جي سڄي ڪمائي بند ٿي وڃي، سڄو واپار وڙو بيهي وڃي. ٽئڪس نه هجڻ ڪري آمريڪا، انگلنڊ ۽ جپان جون شيون ٻه هتي اتان کان سستيون ملن ٿيون. هتي جي حسن، سونهن، رونق، صفائي ۽ آزاديءَ جو ڇا ذڪر ڪجي. خواب کان وڌيڪ هيءَ حقيقت خوبصورت آهي. سمجهه ۾ نٿو اچي ڪهڙي ريت هتي جو نقشو چٽيان جيئن تون صحيح اندازو لڳائي سگهين.

اسان جهاز لاءِ تيل وٺڻ هتي آيا آهيون، جو هاڻ اسان کي تمام ڏکو سفر (اٽڪل مهيني کن جو) ڪرڻو آهي ۽ گهٽ ۾ گهٽ هزار ٽن تيل کپي. هتي ٻين شين سان گڏ تيل به سستو ملي ٿو. بندرگاهه ۾ جهازن جي گهڻي رش جي ڪري اجا اسان کي اندر اچڻ لاءِ جاءِ نہ ملي آهي، سو اسان جهاز کي بندرگاهه کان پري وچ سمنڊ ۾ لنگر ڪيرائي بيهاري ڇڏيو آهي. آءٌ اندران شهر مان ٿي آيو آهيان، سو هن ريت. ڪجهہ ڏينهن اڳ منهنجو بلغاريا ۾ حادثو ٿي پيو هو. لبنان ۾ علاج ڪرائڻ بعد هاڻ نيڪ آهيان. پر تصديق خاطر ايڪسري فوٽو وغيره لاءِ ويو هوس. جهاز جي عملي جو هر ماڻهو آفيس طرفان 'انشور' ٿيل آهي ۽ علاج پڻيان انشورنس ڪمپني خرچ ڏئي ٿي. سو هتي جي آفيس جي ايجنٽ سان لانچ ۾ چڙهي شهر ويو هوس. هتي هڪ اسپتال فقط جهاز جي ماڻهن لاءِ آهي. اتي وٺي هليو. هلڻ کان اڳ مون سوچيو تہ هڪ عام اسپتال ڪهڙي هوندي. پر ان پنج ماڙ اسپتال جو نظام، صفائي ۽ هر ضرورت جي شيءِ جي موجودگي ڏسي آءٌ دنگ رهجي ويس. هڪ هڪ ڪمرو صاف سٿرو ۽ ايئرڪنڊيشنڊ. هيترن مريضن هوندي بہ اجا اڌ کن وڌيڪ خالي بسترا هئا. بقول ڊاڪٽر جي: "هتي تہ مريضن لاءِ سڪندا آهيون تہ ڪو اچي."

ظاهر آهي تہ ههڙي صفائي واري شهر ۽ پُرفضا ماحول ۾ بيماري ڪٿان اچي.

"اسان اسپتالن ۾ دوائن کان وڌيڪ پئسو شهر جي صفائيءَ تي خرچ ڪندا آهيون، جو گندگي ئي بيماري کي جنم ڏئي ٿي." ڊاڪٽر وڌيڪ ٻڌايو.

هتي زبان اسپيني ڳالهائي وڃي ٿي. منهنجو ڊاڪٽر بہ اندلس جو اسپيني هو. جهازن جي مريضن جون زبانون، سمجهڻ ۽ ترجمو ڪري هڪٻئي کي ٻڌائڻ لاءِ اسپيني 'انٽرپريٽر' ڇوڪريون مقرر آهن. ڊاڪٽر جي هر ڳالهہ هڪ مترجم اسپيني ڇوڪري مون کي ٻڌائيندي رهي. ڪلاڪ اندر فوٽو ايڪسري ۽ گهربل ٽيپاس وٺي رپورٽ ڏنائون ۽ جن دوائن جي ضرورت هئي سي پڻ ڏنائون. ڊاڪٽر ۽ اسپتال جي سڄي عملي جي دوستانہ تعلقات کان ڏاڍو متاثر ۽ خوش ٿيس.

شام، مصر ۽ اسپين جي حسن ۽ سونهن بابت ڏاڍي تعريف ٻڌي هيم، جيڪڏهن اکين سان نہ ڏسان ها تہ ان کي وڌاءُ ۽ مبالغو سمجهان ها. گورا ۽ ڳاڙها تہ سڄي يورپ ۽ آمريڪا جا ماڻهو آهن. پر جو حسن ۽ سونهن چئجي سو هنن ماڻهن ۾ موجود آهي. ان جو سبب هتي جي صحتمند آبهوا، ٻن ڌورانهين قومن (عرب ۽ هتي جي اسپيني) جي ميلاپ جو اثر چيو وڃي ٿو. (هتي جي زبان ۽ تهذيب تي پڻ عربن جو ڪافي اثر آهي. ڪيترائي عربي لفظ اسپيني ۾ استعمال ٿين ٿا. مثلاً Cipher, Azmuth, Zenith, Alkali, Amalgam, Alcohol وغيره وغيره.) ۽ هونءَ بہ اسپيني ماڻهن جو حسن صدين کان مشهور آهي ۽ شامين بعد ٻئي نمبر تي دنيا ۾ ليکيو وڃي ٿو. هڪ هندوءَ جي دڪان تي اسپيني سيلز گرل خاموش ڪنڊ ۾ هڪ هنڌ بيني هئي. جيڪڏهن چُري نہ ها تہ آءٌ ڪيس پٿر جي خوبصورت مورت سمجهي وينو هوس.

اسپتال ۾ منهنجي مترجم چوڪري 'ائنا' اسپتال ڏيکاري رهي هئي. آپريشن جي ڪمري (Operation Theatre) جي پنئين در کان ڦيرائي بالڪنيءَ ۾ وني آئي. ساڄي پاسي مريضن جا ڪمرا هئا. ڪنڊ تي هڪ ننڍڙي لائبريري . چوڻ لڳي:

"سامهون واري ڪمري ۾ هڪ فرانسي جهاز جو چيف انجنيئر ۽ سندس زال آهن. پئرس کان هتي ايندي رستي تي هوئي جهاز جو حادثو ٿي پيو، سڄو ڦٽجي پيا آهن." لمحو ترسي پڇڻ لڳي: "تون پئرس ڏٺي آهي -؟"

سامهون دريءَ مان هيٺ نهاريم. پٿر جو بتُ (Statue) اسپتال جي پارڪ جي وچ ۾ نظر اچي رهيو هو. هڪ حسين عورت مرد جي ياڪر ۾ ڏيکاريل هئي. ائين لڳي رهيو هو چڻ هن ڪٿان پري کان ڊوڙي ڊوڙي اچي پاڻ کي مرد جي ٻانهن ۾ ڇڏيو هجي ۽ اجا تائين سهڪي رهي هجي. پاسي کان ڦوهارو وهي رهيو هو، جنهن جي پاڻيءَ جي ڌار ۾ بُت ڌوپي رهيو هو. مون ائنا جي ڳالهہ ٽاري ڪيس اکين جي اشاري سان بت ڏسڻ لاءِ چيو، جنهن چپن جي وچ ۾ فقط ڦوهاري جي پاڻيءَ جي سنهي ڌار جي وڇوٽي هئي. ائنا بہ تڪڻ لڳي. عجيب خاموشي طاري ٿي وئي ۽ جڏهن خاموشيءَ جو هي سلسلو وڌڻ لڳو تہ ڪجهہ اڪيلائي محسوس ڪري ائنا ڳالهائڻ لڳي:

”مون ٻڌو آهي ته پئرس جون عورتون تمام حسين آهن.“

دري تمام نندي هئي، آءٌ ٿورو پوئتي رڙهي بينس ۽ کيس ٻانهن کان چڪي اڳيان ويهڻ لاءِ جڳهه ڏنم. سندس سون جهڙا سنهري وار اڏامي منهنجي منهن تي بازوليون کائڻ لڳا. هوا ۾ اها ئي خوشبوءِ ۽ سڳنڌ هئي جا حيدرآباد جي رات ۾ هوندي آهي. (دراصل لاس پاماس ۽ حيدرآباد ذري گهٽ ساڳي ويڪرائي ڦاڪ Latitude تي آهي ۽ ساڳي Tropical آبهوا آهي. پر لاس پاماس جي چوڌاري پکڙيل سمنڊ هتي جي آبهوا کي ذرا ٿڌو ۽ ٻارهوئي هڪ جهڙو وڻندڙ بڻائي ٿو.) سندس چٽوچٽ وارن کي جائتو ڪندي چيم:

”ائنا! مون ڪيترا ملڪ ڏٺا آهن، پر آسمان هيٺان هن ڌرتي تي توهان جي حسن جو مقابلو شايد ئي ڪو ڪري سگهي. توهان الف ليليٰ جي خوبصورت آڪاڻين جون خوبصورت نائڪائون آهيو.“

ڏٺم ته ائنا شرمائي رهي هئي. خبر ناهي هي مشرقي حسن ۽ حيا هنن ۾ ڪٿان آيو آهي. تکي هوا جي باوجود به پگهر جا سنهڙا ڦڙا ماڪ جيان سندس نرڙ تي تري آيا. ڪجهه سوچي، ٻارن وانگر پڪ ڪرڻ جي انداز ۾ پڇڻ لڳي: ”سچي ـ؟“ ۽ وري پنهنجي ئي سادگيءَ تي کلي چوڻ لڳي: ”هوندو. مهرباني. ٿي سگهي ٿو اها حقيقت هجي جيڪا ڌارين کي اسان وٽ چڪيو اچي نه ته اسان ته ائين سمجهندا آهيون، جڻ اسان کي، دنيا ڌاريون سمجهي الڳ ڪري ڇڏيو آهي.“

واقعي، نقشو ڏسندائو ته هي اسپيني ٻيٽ لاس پاماس ڪيڏو نه دنيا جي مقابلي ۾ ننڍو ۽ ڌار ٿيل آهي. چوڌاري اٿاهه سمنڊ موجون هڻي رهيو آهي. اتر ڏکڻ ۽ الهندي طرف ته هزارين ميلن تائين ائٽلانٽڪ سمنڊ ڇانئيو پيو آهي. باقي اڀرندي طرف به سوين ميلن بعد آفريڪا جو صحرا رڻ پٽ ئي اچي ٿو. هتي جي ماڻهن کي ڀلا ڪهڙي ڄاڻ ته جو سڪون، جو آرام، جو حسن هنن کي ميسر آهي ان لاءِ سڄي دنيا سڪي رهي آهي.

شهر جي هڪ خوبصورت دڪان واري بازار مان لنگهي رهيو هوس. هڪ دڪان جي ٻاهران ”ايسرداس سووينيئر شاپ“ نالي هندو جو دڪان سمجهي چڙهيس. سنڌي هو. هتي Bargaining اگهن جي ريڙهه پيڙهه ڏاڍي ٿي هلي. ڪنهن

شيءِ جا ڏهه ڊالر ٻڌائيندا پوءِ ڪنهن ڪي وقت هجي جو گهٽائي ٻن يا اڍائي ڊالرن تائين آڻي. (هونءَ هتي جي سڪي جو نالو پسيتو آهي ۽ پنهنج روپئي ۾ اٽڪل اٺ ڪن ٿيندا. پر ڊالر، پائونڊ، فرئنڪ، جرمن مارڪ ۽ دنيا جو ٻيو مشهور سڪو به عام ورتو ۽ ڏنو وڃي ٿو.)

خبرن چارن بعد ايسرداس کي ٻڌايم، 'هي هي سامان کپي. اگهه تي بحث ڪرڻ مناسب نٿو سمجهان، جو واجبي هجي سو ٻڌاءِ.' سامان وٺي جهاز تي جڏهن پيٽايم ته هن واقعي سڀ سامان مناسب قيمت تي ڏنو هو..... جيڪا واپاري ماڻهوءَ مان گهٽي اميد نه ٿو رکي سگهجي ۽ اهو اتفاق سمجهڻ کپي. پاڻ حيدرآباد ۾ ڊومڻ واهه وٽ رهندو هو. ڏاڍيون حب سان حيدرآباد جون خبرون پڇندو رهيو. ور ور ڏئي هيرآباد جو احوال وٺڻ لڳو. اتي جي خوبصورت عمارتن ۽ ماحول جي تعريف جا ڏُڪ پرڻ لڳو ۽ آهُ واڻڙن وانگر ٻڌندو رهيس. هڪ واري دل ۾ آيو ته پڇيانس ته ڪاڪا توهان ڪهڙي هيرآباد جي ڳالهه پيا ڪريو ـ؟ اهو ته ڪو بهشت برين هوندو. جيڪا هيرآباد مون ڏٺي آهي ان ۾ ته رڳو مينهن جا چيٽا، پڳل ٽرڪون ۽ انهن مان وهيل ڪنو تيل، پڳل عمارتون ۽ انهن اڳيان ڪاڪوس ۽ ڪرفتي پئي آهي. پر آءُ چپ رهيس، 'نوابن'، 'رئيسن' جو ۽ سندن ثقافت ۽ تهذيب جو ڪٽي پڙدو رکيم.

ايسرداس مون کي ماني کائڻ لاءِ منٿون ڪرڻ لڳو. (نندي ٿهيءَ ۾ جيتوٽيڪ اها حُب ۽ سڪ نه رهي آهي، جو ڄاوا نپنا ٻاهر آهن. ان ڪري انهن کي سنڌ بابت ڄاڻ به گهٽ آهي ۽ ڳالهائڻ ۾ پڻُ رڪائي اٿن.) ور ور ڏيئي ايسر سنڌي زبان جي واڌاري ۽ سلامتي لاءِ پڇندو رهيو. پڇيومانس تو جهڙو واپاري ماڻهوءَ کي زبان بابت فڪر ڇو ـ؟ چوڻ لڳو:

"جي زبان زنده آهي ته قوم زنده آهي. زبان جي ختم ٿي ته اها قوم پيلن، باگڙين جيان ٿيو وڃي."

ڪيس چيم ته ٻئي دفعي هتي آيس ته تولاءِ سنڌ مان سنڌي رسالا ۽ اخبارون ڪٽي ايندس. پاڻ به رسالا ڏيکاريائين، "اهي تازا پوني (هندستان) مان آيا آهن ۽ اسان اهي سنڌي سنڌي رسالا شوق سان پڙهندا آهيون."

سندس ننڍو پاڻثيو ٻارهن سالن جو پر ۾ وينو هو. ٻڌايائين تہ هو هتي جي زبان اسپيني پڙهندو آهي پر سنڌي بہ سمجهي ٿو. اتي ئي پڇيائين: ”اڙي سمجهين پيو نہ تہ اسان ڇا پيا ڳالهايون ـ؟“

هن ڪنڌ سان ’ها‘ ڪئي

مون ڪي سنڌ جا هندو ڪيترن ئي ملڪن ۾ مليا آهن. هانگ ڪانگ ۾ تہ ايترا آهن جو ڪنهن جي چوڻ مطابق 1975ع ڌاري هانگ ڪانگ سنڌين جي ڪالوني ٿي ويندو. پر ايترو چوندس تہ وڏن ۾ جيتري سنڌ لاءِ حُب ۽ سِڪ آهي اوتري ننڍن ۾ رُڪائي ۽ اجنبيت آهي. وڏا ڏاڏو تا ياد ڪن ۽ پنهنجي وقت جا قصا دهرائين. اسان تہ جيئن ئي هوش سنڀاليو تہ هندو لڏي چڪا هئا. پر هيئنر اهي ڳالهيون ٻڌي سوچجي ٿو تہ اهو زمانو سنڌ ۾ بہ ڪو زمانو هوندو، جڏهن شڪارپور، سکر، لاڙڪاڻو ۽ حيدرآباد اوُج تي هئا. عجيب رونق ۽ لطف هوندو ۽ پلا ڪو پنهنجي ڌرتي ماتا کي ڪيئن ٿو وساري سگهي، جنهن هنن کي جنم ڏنو.

ڪجهہ ڏينهن اڳ سلون مان مسز ديوڪي لکي ٿي: ”اسان هتي جيتوڻيڪ لکا پتي آهيون، ظاهري طرح سکيا ستابا آهيون، پر ان هوندي بہ سنڌ کي ياد ڪندي اکين ۾ ڳوڙها اچيو ٿا وڃن ـ سو ڇو؟ ان جو ڪارڻ ’پنهنجو وطن‘ اهو اهڙي شيءِ آهي جو اسين هن جنم ۾ تہ وساري نہ سگهنداسين، پر شايد اڳتي بہ وساري نہ سگهون. سنڌ اها چيز آهي جتي دنيا جي وڏي ۾ وڏي شيءِ ’خلوص‘، ۽ ’پريت‘ هئي. هن وقت سنڌ جي ڇا حالت آهي، سا خبر ڪانہ آهي. حياتي رهي تہ هڪ دفعو ضرور چڪر هڻڻ جو ويچار آهي. پر ڀڳوان کي جو منظور آهي اهو ئي ٿيندو. توهان ڀائرن ۽ ڀينرن کي آسيس ڪنداسين تہ شل سدائين پنهنجي وطن کي آباد رکو ۽ توهين بہ ان سان گڏ سکي ۽ آباد رهو.........“

بيروت ۾ شيلا کي سنڌ جي ڳالهين ٻڌڻ جو ڏاڍو شوق هو. پاڻ جيتوڻيڪ ڄائي نپني بيروت ۾ پر ماءُ پيءُ کان سنڌ جون ڳالهيون ٻڌي ايڏو بيچين هئي جو چوندي هئي تہ هڪ دفعو آءٌ سنڌ ضرور ايندس ۽ پنهنجي اصلي ديس جي پوتر مٽيءَ کي چمندس.

آئۀ اها شام ڪڏهن به وساري نه سگهندس. بيروت ۾ سمنڊ جي ڪناري تي 'پيجن راڪ' (Pegion Rock) تمام خوبصورت جڳهه آهي. جيئن پاڻ وٽ ڪراچيءَ ۾ هاڪس بي يا پئراڊائيز پوائنٽ آهي. اتي اسان سڀ پڪنڪ لاءِ ويا هئاسين. ڪجهه عرب ڇوڪرا ۽ ڇوڪريون به هيون. ٻيا سڀ پاڻيءَ ۾ تري رهيا هئا. شيلا، سندس ٻه يائر ۽ آئۀ ڪناري تي ريتيءَ جا ننڍڙا گهر ناهي رهيا هئاسين ۽ خبرون به ڪري رهيا هئاسين. پاڻ مائٽن ڪان سنڌ بابت ٻڌل ڳالهيون ورجائي مون کان پڇي رهي هئي. لفظ لفظ ۾ سنڌ لاءِ عقيدت هيس ـ شاهه کي ته هي ڄڻ پوڄين ٿا. پاڻ شاهه جا ڪيترائي شعر ٻڌايائين. ڇيومانس ته ڪو سُر سان راڳ ٻڌاءِ.

"ٻڌايانءِ ـ پر هڪڙو وچن ڪر." معصوم ٻار جيان، شيلا منهنجا هٿ جهلي وعدو وٺڻ لڳي. "ڇئہُ ڪهڙو ـ؟" پڇيومانس.

"سنڌ جي ان پاڪ خاڪ کي منهنجا پيار ڏجانءِ. ان ڌرتي ماتا کي پيار ڏجانءِ جنهن جي مان ڌيءُ آهيان."

ان بعد شيلا شاهه جو سُر راڻو شروع ڪيو ته دنگ ڪري ڇڏيو. سندس سُر ۾ عجيب ڪشش ۽ ميناج هو. ٿي سگهي ٿو ته ان ۾ ڪجهه ان وقت جي فضا ۽ ماحول جو به دخل هجي جنهن مدهوش ڪري ڇڏيو هو. هوءَ ريتيءَ تي پلٿي پيچي، پجن جي انداز ۾، اکين جي اڳيان هٿ ٻڌي، اکيون بند ڪري ڳائيندي رهي.

"راڻا تنهنجي راڄ ۾، مون کي ڇوٽون چند ڏنو،
ڏکن ڏولاون ۾، منهنجو سڙي ساهه ويو.
هاڻي راڻي کي ڇئجو، ته مومل رات مري وئي!
ڇنا منهه ماڙيون الا اوڏانهن اڏائي.........
منهنجي راڻي کي رحم پوي، ڏور وڃيو ڏينهن لائي."

پاڻيءَ جون لهرون رکي رکي سمنڊ کان ڌار ٿي اسان کي ڇهي وري واپس اونهي سمنڊ جي گود ۾ جذب ٿي ٿي ويون. فضا ۾ عجيب ڪيفيت طاري هئي. سامهون پاڻيءَ ۾عرب ڇوڪرا ۽ ڇوڪريون ڪينهونءَ سان راند ڪيڏي رهيا هئا. پري کان 'بحيره روم' جي ڪناري تي اڏيل Casino De Lebuan هوٽل نظر اچي

رهي هئي. پر آءٌ خيالي طرح جاگرافيءَ جون مڙئي حدون لتاڙي، پنهنجي وطن، هوشو ۽ درياءَ خان جي وطن، مارئي ۽ ٻاگهي جي وطن، سنڌ ۾ پهچي چڪو هوس. مون کي ڪوبہ احساس نہ رهيو تہ شيلا ڪنهن وقت ڳائي بس ڪيو. خبر ناهي ڪنهن وقت ريتيءَ جي ننڍڙن گهرن کي ڪهڙي لهر ڊاهي وئي. خبر ناهي ڇو، منهنجي دل روئڻ لاءِ اڇلون کائي رهي هئي. مون شيلا ڏي ڏٺو تہ هوءِ اکين تي هٿ رکي روئي رهي هئي.

رات سوچيم پئي تہ ڪانئس خط لکي پڇان تہ شيلا ان ڏينهن تون ڇو رُنيءَ ـ؟ ڪنهن لاءِ هئا اهي ڳوڙها؟ ـ ڇا ديس لاءِ؟ ڇا ڌرتيءَ لاءِ ـ؟! ڏاڍي دل ٿي چاهي تہ پڇانس پر ڌرتيءَ جي ڏيءُ کان پڇڻ جي همت نہ ٿي ٿئيم. جيڪڏهن هن سچ لکيو تہ ايترو وڏو سچ، ايڏي وڏي تلخ حقيقت جي برداشت ڪرڻ جي هن دنيا ۾ ڪنهن کي طاقت آهي!

ڪنهن کي طاقت آهي؟

ادا، خط ڊگهو ٿي چڪو آهي. وڏيڪ احوال آفريڪا جي ڪنهن بندرگاهہ مان لکندوسانءِ.

چڱو هاڻ، الله توآهر

ـ تنهنجو

# ممباسا ڪينيا

ڪالهه اسان ويهن ڏينهن ۽ راتين جي لڳاتار مسافري کان پوءِ سڄي آفريڪا کنڊ جو ڦيرو پورو ڪري، ڊڪار (سينيگال) کان هتي ممباسا پهتا آهيون. ڊڪار ۾ واندڪائي نہ ملي سو اتان خط نہ لکي سگهيوسانءِ. ٻئي دفعي وري وجهہ ٿيو تہ ضرور لکندس.

ممباسا ڪينيا ملڪ جو واحد بندرگاهہ آهي جنهن کي قديم زماني کان اهم حيثيت حاصل آهي. اڄڪلهہ سئيز ڪئنال بند هجڻ ڪري گهڻو ڪري سڀ جهاز، يورپ يا آمريڪا ڏي ويندي، هتي ضرور ساهي پٽڻ لاءِ ترسن ٿا. اسان پڻ هتان جهاز لاءِ تيل ۽ اڳتي جي مسافريءَ لاءِ ڪاڏو پيتو وٺي رهيا آهيون. ڊڪار کان وٺي هيستائين سمنڊ تمام مانو مليو ۽ سفر سٺو گذريو. عيدالاضحیٰ سمنڊ تي ئي ملهائيسين. ان ئي ڏينهن خط استوا پڻ لتاڙي رهيا هئاسين. خط استوا وٽ ڏاڍي گرمي ٿئي ٿي جو سج جا ڪرڻا بلڪل سڌا پون ٿا. خط استوا جيئن ئي ٽپي ڏکڻ اڌ گول ۾ آياسين تہ سردي شروع ٿيڻ لڳي ۽ وڌندي رهي، جيتوڻيڪ دنيا جي اتر اڌ گول ۾ (جنهن ۾ پاڪستان بہ اچي وڃي ٿو) اڄڪلهہ اونهارو شروع ٿي رهيو آهي. پر دنيا جي هينين اڌ، ڏکڻ اڌگول ۾ جنهن ۾ آسٽريليا، نيوزيلينڊ ۽ ڏکڻ آمريڪا اچي وڃي ٿو، سيارو ٿئي، ۽ اسان وٽ جڏهن سيارو ٿئي تہ هنن وٽ اونهارو. جيئن ئي هيٺ 'ڪيپ آف گڊ هوپ' وٽ پهتاسين تہ سردي وڌي وئي ۽ وري مٿي خط استوا طرف ايندي گهٽبي وئي. ممباسا تہ ذري گهٽ خط استوا تي آهي سو هتي گرمي ٿي رهي. خط استوا جي ملڪن ۾ اونهاري توڙي سياري ساڳي گرم موسم رهي. (انبن جي شوقينن لاءِ مزو آهي جو ممباسا ۾ سال جو گهڻو حصو انب ٿين. بلڪ ملائشيا، انڊونيشيا جهڙن خط استوائي ملڪن ۾ انبن ۽ چڪن جهڙا ميوا سال ۾ بہ دفعا بہ ٿين. پر ان جو اهو مطلب بہ نہ آهي تہ ڪو هتي سنڌڙي، بيگن پلي، لنگڙي ۽ سوان ريڪا جهڙا انب ٿين ٿا.)

ڪالهہ پورن ويهن ڏينهن بعد زمين تي پير رکندي ڏاڍي خوشي ٿي نہ تہ صبح توڙي شام چوطرف رڳو سمنڊ ئي سمنڊ لڳو پيو هو. زمين ڏسڻ لاءِ پيا

سڪندا هئاسين. فقط ڪيپ آف گڊ هوپ وٽ ٻه ڏينهن ڏکڻ آفريڪا جو ڪنارو ونئي هليا هئاسين ۽ آفريڪا جو سرسبز ڪنارو، گهاٽا ٻيلا، ڊربن، ڪيپ ٽائون ۽ پورٽ ايلزبيٿ جهڙا وڏا شهر صاف نظر ايندا رهيا. جي سائوٿ آفريڪا ۾ آهن ۽ انگريزن جي قبضي ۾ آهن. آفريڪا کنڊ ۾ ٻيون ٻه انگريزن جون ڪيٽريون نئي ڪالونيون هيون. ڪينيا پڻ انگريزن جي قبضي ۾ هو، 1963ع ۾ ڪيس آزادي ملي ۽ هاڻ پاڪستان، هندستان، سلون آسٽريليا وانگر ڪامن ويلٿ جو ميمبر آهي.

ڪينيا جي ستر سيڪڙو آدمشماري مسلمان آهي ۽ گاديءَ جو هنڌ 'نئروبي' آهي. 'جوموڪينياٽا' ملڪ جو صدر آهي. جنهن جي ملڪ جي آزادي لاءِ جدوجهد ۽ جفاڪشي قابل ذڪر آهي ۽ هتي جا ماڻهن، ڌرتي جي آزادي لاءِ پنهنجو رتُ ۽ ستُ ڏئي وڏين قربانين جو مظاهرو ڪيو. هاڻ هي آزاد آهن. پنهنجو ملڪ اٿن. ڌارين جي غلامي ۽ حڪومت کان نجات حاصل اٿن. منهنجي هتي جي آفريڪي دوست 'احمد' هڪ وڏي اسپتال اڳيان ڪار بيهاري ٻڌايو: "خبر اٿئي هيءَ اسپتال پهرين فقط انگريزن لاءِ هوندي هئي. اسان مان ڪو شيدي رڳو هتان لنگهندو به هو ته ان کي گولي سان اڏائي ڇڏيندا هئا. پر هاڻ ان ۾ هرڪو اچي سگهي ٿو ۽ فقط انگريزن جو نه پر سچي انسانيت جو علاج ٿئي ٿو."

احمد ٻڌايو ته سندس والدين آزادي جي هلچل ۾ تمام گهڻو ڀرو ورتو هو. "اسان کي تڪليفون ڏيڻ خاطر گهرن مان ڪڍيو ويو. زمينون کسيون ويون، ڇو جو اسان انگريزن جي خلاف قدم کنيو ۽ هنن جي غلامي قبول ڪرڻ کان انڪار ڪيو هو. اسان هڪ جهوپڙي ناهي شهر جي ٻاهران اچي پناهه ورتي. رات جو ٽي کن ٿيا هوندا ته انگريزن اسان جي جهوپڙيءَ کي باهه ڏياري. آءٌ ۽ بابو خوشقسمتيءَ سان بچي وياسين. منهنجي ماءُ مدد پهچڻ کان اڳ سڙي خاڪ ٿي وئي." احمد جي اکين ۾ ڳوڙها تري آيا. "پر اسان خوش آهيون، اسان کي ڌرتي ته ملي. ڌرتي به اسان جي ماتا آهي. مون کي پڪ آهي ته منهنجي ماءُ جو روح سي ٿي چڪو هوندو . هن به اهو ئي چاهيو ٿي ته اسان جي ڌرتيءَ تي اسان جو ئي

قبضو هجي. اسان کي اسان جي قربانين جو اجورو ملي چڪو آهي. هاڻ آزاد آهيون. اسان جا خيال، اسان جون سوچون سڀ آزاد آهن.“

ان وقت منهنجي دماغ ۾ جوموڪينياتا جي آزاديءَ جي ڏينهن تي ڪيل تقرير جا ڪجھ جملا تري رهيا هئا، جن مان سندس فراخدليءَ ۽ بردباريءَ جو اندازو هرهڪ لڳائي سگهيو ٿي، ”آءٌ انهن مڙني کي معاف ڪريان ٿو جن اسان سان جنيون ڪيون، اسان کي غلاميءَ جي زنجيرن ۾ ٻڌو. جيتوڻيڪ هنن چاهيو ٿي يا نہ، پر ڪينيا کي آزاد ٿيڻو هو سو ٿي رهيو. جيڪي اسان تي ظلم ۽ ستم ٿيا انهن جو بدلو اسان ڪنهن کان بہ وٺڻ نہ ٿا چاهيون. اسان فقط اهو چاهيون ٿا تہ اهي جيڪي اسان جو هيستائين رتُ چوسيندا رهيا سي پڻ هٿ هٽ ۾ ڏئي سڄي ملڪ، قوم ۽ انسان ذات جي ترقيءَ لاءِ ياڳي پائيوار ٿين. جيڪي هن مهم ۾ شامل ٿي اسان جي مدد ڪندا، اسان جا دوست آهن، اسان جا پائر آهن. پر جيڪي سمجهن ٿا تہ خدا هنن کي ميم صاحب ۽ لاٽ صاحب سڏجڻ لاءِ اتاهون ۽ نرالو پيدا ڪيو آهي سي پنهنجي ملڪن ڏي هليا وڃن. جيڪڏهن هو اسان جي آڏو ايندا ۽ رنڊڪون پئدا ڪندا تہ اسان هنن کي پيرن هيٺ چچڙي ڇڏيندا‌سين.“ احمد مون کي ممباسا شهر جو اهو ميدان ڏيکاريو جتي ڪينيا جي صدر ڪينياتا آزادي جي موقعي تي اها تقرير ڪئي هئي.

ستر سالہ جوموڪينياتا جو تعلق ڪينيا جي مشهور قبيلي ڪيڪويو سان آهي. پاڻ ڪنهن زماني ۾ خونريز تحريڪ ’مائو مائو‘ جي بانيءَ جي حيثيت سان نون سالن لاءِ انگريزن جي جيل ۾ رهيو.

هتي جا رهاڪو گهڻي قدر هتي جا شيدي آهن. ممباسا، نئروبي ۽ ڪينيا جي ٻين وڏن شهرن ۾ هتي جي اصلي رهاڪن کان علاوه ڪيترائي عرب ۽ هندستان، پاڪستان جا پڻ رهن ٿا. جن ۾ ڪيترا انگريزن جي حڪومت ۾ مزدوري ۽ واپار وڙي لاءِ آيا هئا ۽ پوءِ هتي ئي رهڻ اختيار ڪيائون. ملڪ جي تجارت ۽ واپار تي قبضو هندن ۽ کوجن جو آهي. ڪراچي جي ايلفي وانگر ممباسا ۾ ڪلنڊي روڊ آهي جنهن تي نوي سيڪڙو دڪان کوجن ۽ هندن جا آهن، جي اصل بمبئي،ڪڇ ۽ سنڌ کان آيل هئا. هڪ دڪان جو تہ نالو ئي ’سنڌ جنرل

استور آهي. هتي جي سپ کان خاص شيءِ ۾ سوکڙي، ڪاٺ ۽ عاج مان ٺهيل هٿ جا رانديڪا ۽ ٻيو سامان آهي. ان کان علاوه ٻاهرين ملڪن جون شيون ۽ کاڌي پيتي جو سامان پڻ چڱو سستو آهي. ٻيلا جام آهن جن ۾ اڪثر هر قسم جا جانور آهن. جانورن جي کلُن ۽ پکين جي کنڀن مان ٺهيل مختلف سامان پڻ هتي سستو ملي ٿو. ڪلنڊي روڊ جي پوڇڙ تي هاٿي جي ڏندن جهڙا ٻه وڏا دروازا آهن، جتان کان مشرقي آفريڪا ۾ وڃڻ لاءِ رستو شروع ٿئي ٿو ۽ ان مشهور دروازي کي Giant-Tusks سڏجي ٿو.

اسان جي ملڪ ۾ جي شيدي آهن انهن کان ٻه وڌيڪ تکو ڪارو رنگ هتي جي باشندن جو آهي. چپ ۽ نڪ ٿلهو، وار گهنڊيدار جهڙا ماکوڙا مٿي تي چنبڙيا پيا هجن يا قراقلي ٽوپيءَ جا ٻج. عورتن کي ننڍا گهنڊيدار وار هيڪاندا عجيب لڳن ٿا. ان ڪري هتي جون شهري ۽ ماڊرن شيدياڻيون وار لڪائڻ لاءِ مختلف رنگن ۽ قسمن جا رومال خوبصورت انداز ۾ مٿي کي ٻڌن ٿيون آهن. پڙدو ڪو خاص ناهي، بلڪ نه برابر آهي جو مون کي ته ڪابه عورت پڙدي ۾ نظر نه آئي. ڪيترائي آفريڪي قبيلا آهن جي اجا اوگهڙ ڍڪڻ بنا ڦرندا رهن ٿا. ۽ اهڙا ماڻهو شهر کان ٻاهر ۽ جهنگلن ۾ هر هنڌ نظر ايندا. هر قبيلي جي نرالي ڊريس آهي. سڄو منهن ۽ بدن وزني لوهي ۽ بدزيب ڳهن سان پريو پيو هوندو. ڪنن جي پاپڙين ۾ هڪ هڪ ٽنگ ذري گهٽ پائليءَ جيڏو. اهڙي قسم جي ماڻهن جا فوٽو ۽ ڪارڊ مارڪيٽ ۾ عام ملن ٿا جي سياحن جي خاص خريداري آهن - خاص ڪري ائنٿراپالاجي، ائناٽامي ۽ اروٽزم جي شوقينن لاءِ.

شهر ۾ عورتون اڪثر مني اسڪرٽ يا پورو جبو پائين. هندستاني ۽ پاڪستاني عورتون ساڙهي، گجراتي اسٽائيل جي مئڪسي ۽ شلوار قميص اوڍين. هندستاني فلمن ۾، ڏسي ڏسي ڪن آفريڪي ڇوڪرين ٻه اهو فئشن اختيار ڪيو آهي. (بيروت ۾ پڻ ڪيترن عرب ۽ فرينچ عورتن کي ساڙهيءَ ۾ ڏٺم.) جيستائين سونهن ۽ سوڀيا جو سوال آهي سا مونکي ته نظر نه آئي، ٿي سگهي ٿو خيال پنهنجو پنهنجو، پسند پنهنجي پنهنجي هجي يا آءٌ صحيح اندازو نه لڳائي سگهيو آهيان.

منجهند جا ٻہ ڪن وڳا هئا. جيڪب آباد جهڙي گرمي هئي. اڄ ڪان جيءَ ٻاهر لڙڪي رهي هئي. منهنجو ميزبان احمد بہ مون سان گڏ صبح ڪان وٺي هلڻ ڪري ٿڪجي پيو هو. اسان ٻئي سندس ڪار ۾ پنڪيون ڪائيندا جهاز ڏي اچي رهيا هئاسين. اوچتو احمد ڪٽي ڪار ڪي بريڪ هڻئي. نهار ڪيم تہ سامهون تہ ڪوبہ ڏڳو يا ڏنار نہ هو البت پر واري فٽ پاٿ تان هڪ ڦتل مشين جهڙي، اسڪرٽ ۾ هڪ ڇوڪري وڃي رهي هئي. ڪٽڪون پچائڻ واري اس ۾ سندس ڪارو رنگ وڏيڪ چلڪي رهيو هو. ڄڻ منهن تي ٻُڪ تيل جو هنيو هجيس. ڪاٻي هٿ ۾ بارش ڪان بچڻ لاءِ بند ٽيل ڇٽي، ڪاري گپ مان نڪتل ٻگهہ پڪيءَ جهڙيون سنهين ۽ ڪارين ٽنگن سان تڪو تڪو وڃي رهي هئي. احمد سڏ ڪيس ۽ پوءِ مون کي بہ منٽ ڪار ۾ انتظار ڪرڻ لاءِ چئي، رستو ٽپي وڃي ان شيدياڻيءَ سان مليو.

ٻن جا پنج منٽ ٿي ويا، ڏهہ منٽ پوءِ پندرهن منٽ بہ گذري ويا. اسان جو دوست ٽتهڻ اسَ ۾ هن سان ڳالهين ۾ مشغول رهيو. آخر منهنجي صبر جواب ڏنو. ڪار ۾ اندر رُڳهہ ۾ ساهہ ٿي نڪتو. ٻاهر نڪري بہ منٽ ترسيس تہ اس بدن ۾ سئن وانگر چيڻ لڳي. وري اندر ڪار ۾ اچي ويٺس. رات جو احمد وٽ ماني هئي، پڪ سمجهيم تہ احمد نوڪرياڻي ڪي ماني ٽڪي لاءِ سمجهائي رهيو هوندو. پر لڳو تہ هوءَ ڳالهہ ٻڌڻ بدران نخرا ڪري رهي هئي ۽ هر هر پنهنجو اسڪرٽ ۽ رومال صحيح ڪندي رهي.

”احمد“ مون زور سان سڏ ڪري احمد ڪي واچ ڏي اشارو ڪيو تہ دير پئي ٿئي. آخر مس مس اڌ ڪلاڪ بعد آيو. مون ڪجهہ منهن ناهي بيزاريءَ جو اظهار ڪيو. ”يار. پليز الطاف معاف ڪجانءِ، ڪجهہ ڳالهہ اهڙي هئي منهنجي زندگي ۽ موت جو سوال هو.“ احمد ٿڌو ساهہ ڪٽي ڳالهہ ڪئي.

”ڇو خير تہ آهي؟“ وائڙو ٿي پڇيومانس.

”هوءَ ڇوڪري خبر اٿئي ڪير هئي..؟“

وري ان شيدياڻيءَ جو ذڪر. آءٌ ڇوڻ وارو هوس تہ ڇوڪري تہ نہ هئي پر بوٽ پالش جو اشتهار هو. پر منهنجي ڇوڻ ڪان اڳ ئي احمد ٻئي هٿ ڪار جي

استيرنگ مان ڪدي سيني تي هٽي آمريڪي لهجي ۾ انگريزي ۾ چيو: ”Hi Budy! She is my Gal. اڙي، اها اٿئي منهنجي محبوبا ۽ منهنجي مستقبل جي زال. دعا سو ڪجانءِ. هينئر ٻڌائي رهي هئي ته سندس مائٽ اسان جي شاديءَ ۾ راضي نه آهن. هو سندس سنگ ڪنهن ٻئي سان ڳنڍڻ چاهين ٿا.“

ڏاڍو خوش ٿيس ته چڱو جو احمد جي پڇڻ تي ڪو اونڌو ابتو رمارڪ نه ڏنم نه ته احمد دل ۾ ڪري ها. سندس سدا مسڪرائيندڙ چهري تي اداسي ڏسي ڪيس آٿت ڏنم، ”لالا پرواهه نه ڪر. توتي لئه پئي رڪئي. اها وئي ٻه هلي ته ٻيون ان ڪان ٻه سهٽيون ڪوڙ.“

”نه يار ائين نه چئه. سڄي ڪاليج جا ڇوڪرا ڪلثوم تي مرن ٿا. اهڙي ڇوڪري مون ڪي سڄي آفريڪا ۾ نه ملندي.“ احمد جذباتي ٿي چيو.

سو ادا اسان ڪنهن جي سونهن پرکڻ ۾ ڏاڍا ڪمزور آهيون. پر اهو ضرور چوندس ته هتي جا ماڻهو ڪارا سو آهن پر اٿئي ڏاڍا دل وارا ۽ تون ئي ٻڌاءِ ته دل ڪان سواءِ گورو چٽو رنگُ ڪهڙي ڪم جو.

هتي سڪ ۽ هندو ڇوڪريون شلوار قميص ۽ ساڙهيءَ ۾ ۽ بوري ۽ ڪوجياڻيون غرارن، لينگن يا اسڪرٽن ۾ آفيسن ۾ ڪم ڪندي، دوڪانن تي شيون وڪڻندي يا جماعتخاني ڏي ويندي نظر اچن ٿيون. انهن لاءِ اهو چوڻ مناسب رهندو ته انڊن ۾ ڪاٺو راجا يا جتي وڻ ناهي اتي ڪانڊيرو ٻه درخت. هو آفريڪي ڪارين ڇوڪرين اڳيان ڏاڍو برتريءَ جو اظهار ڪن ٿيون.

نيو ڪئسٽل هوٽل ۾ شام جو چانهه پي رهيا هئاسين ته سامهون واري ٽيبل تي هڪ عورت، مرد ۽ ننڍو ٻار اچي وينا. شڪل مان ئي سڃاتم ته گجراتي بوري يا ڪوجا آهن. پڇڻ تي ٻڌايائون ته هو ڪوجا آهن ۽ اصل ته هندستان جا آهن پر هاڻ آفريڪا جا سڏائين ٿا جو ڪين آفريڪا ۾ رهي ٻه سوا سؤ سال ڪن ٿي ويا آهن. سندن ڏاڏا هندستان ڪان لڏي زنجبار آيا. ان بعد سندن ماءُ پيءُ هتي ڪينيا آيا. ننڍي ٻار لاءِ پڇيومان ته هيءِ ڪهڙي زبان ٿي ڳالهائي ته ٻڌايائون ته اسڪول ۾ انگريزي ۽ هتي جي آفريڪي زبان ’سواحلي‘ ٿي پڙهي، پر گهر ۾ اسان آغاخاني گجراتي، ڪڇي ۽ سنڌي جي گاڏڙ ساڏڙ ڳالهائيندا آهيون. بازار مان

خريداري ڪندي مون هر دڪاندار سان سنڌيءَ ۾ ئي ڳالهايو جو هو يا ته هندو سنڌي هو يا ڪوجو. ڪيترا ڏينهن ٿي ويا هئا سو پنهنجي ٻولي ڳالهائيندي مزو پئي آيو.

بازار جي ڪنڊ تي ڪراچي جي محبوب ڪلاٿ مارڪيٽ جيڏي ڪاڌي پيتي جي شين جي سپرمارڪيٽ آهي جا هڪ آغاخاني ڪوجي جي آهي. اهڙي قسم جون هڪ وڏي دڪان جي روپ ۾ مارڪيٽون جتي ڪٿي آهن، جتان هر شيءِ سستي ۽ تازي ملي ٿي. يورپ جي ملڪن ۾ ته سپر مارڪيٽون عام آهن. هتي جي سپر مارڪيٽ ۾ به مختلف ڪاڌي پيتي جي شين جا الڳ الڳ ڊپارٽمينٽ آهن ۽ پئسي جي حساب ڪتاب لاءِ هر ڊپارٽمنٽ جي ڪنڊ تي ڊار ماڻهو ويٺل آهي. هر شيءِ پاڪيٽن ۽ لفافن ۾ بند، مٿان مقرر قيمت لکيل نظر ايندي جيئن جا شيءِ کپي سا کڻي سگھجي ۽ اوترا پئسا ڪائونٽر تي ڏئي رسيد ونجي. مون کي ڪاڄا، الائچي (ڦوٽا) ۽ مسالو وٺڻو هو. ٻيو ته سڀ سامان نظر آيو پر ڦوٽا نه هئا. ڦوٽن لاءِ انگريزي لفظ نه پئي سجهيم سو سنڌيءَ ۾ ئي پڇيومانس ته الائچي آهي توهان وٽ.

”نه کپي وئي آهي،“ پاڻ نهه پهه وراڻيائين،
”چئن ڏينهن بعد ڳنهڻ اچجانءِ.“

ممباسا جون راتيون به بيروت وانگر خوبصورت ۽ جوان آهن. ڏينهن جو سخت گرميءَ ڪري شهر ۾ اهو ڇهچٽو ۽ رونق نٿي رهي. رات ڏاڍي نرندي آهي ۽ ٿڌي ٿڌي هوا جڏهن لڳندي آهي ته حيدرآباد ياد ايندي آهي. پر يار حيدرآباد جي راتين جو ڪير مقابلو ڪري. حيدرآباد جي راتين جي هوا ۾ جا وڻندڙ ٿڌاڻ، ميناج ۽ نشو آهي، اهو ڪٿي جي به هوا ۾ ناهي. اها قدرتي نعمت شايد حيدرآباد لاءِ ئي آهي. جن حيدرآباد، ڄامشوري ۽ پيٽارو جي راتين ۾ ننڊون ڪيون تن کي هي ايئرڪنڊيشنڊ ڪمرا به مزو نه ڏيندا، يقين ڪر.

چڱو ادا، هاڻ اجازت، ممباسا جون ڳالهيون تہ گهڻيون آهن. ڪهڙيون لکي ڪهڙيون لکجن. ممباسا ۾ تہ هر هر پيو اچبو جيسين عرب سئيز ڪئنال کولين. سو وڏيڪ ٻئي دفعا.

نيڪ تمنائن سان

تنهنجو

# دبئي.(عربي گلف)

سڀ کان اول جنهن شيءِ هتي اسان جو ڌيان ڇڪايو آهي سو هتي پڙدي خاطر منهن کي ڍڪڻ جو عجيب فئشن آهي. جهڙو ئي دبئي بندرگاهه کان ٻاهر قدم رکيوسين ته ٻن عورتن کي سواءِ منهن جي، ڪاري برقعي ۾ ڍڪيل ڏٺوسين. منهن لڪائڻ خاطر نڪ جي مٿان چهنب وانگر چمڙو چڙهيل هو. جنهن چمڙي ڳلن تان ڦري، سواءِ اکين جي، سڄي منهن کي ڍڪيو ٿي. هڪ نڪ اڳيئي ٻاهر نڪتل ان مٿان ڪاري رنگ جي چمڙي جي ڦاڪ چڙهيل، پاسي کان منهن ڏسڻ ۾ هيبتناڪ ٿو اچي. هي منهن لڪائڻ جو هتي نئون انداز ڏسي ڏاڍو تعجب لڳو. جهاز جا آفيسر جيڪي مون سان گڏ هئا، انهن کان ان بابت پڇيو پر هنن کي به خبر نه هئي جو انهن جو به هتي پهريون دفعو هو. اڳتي وڌياسين ته بس مان ڪيتريون ئي عورتون لهي رهيون هيون. شڪل ۾ ڪپڙن ۾ مڪرانين جهڙيون. سيني جي منهن تي ڪاري چمڙي يا ڪاري ڪلف لڳل ڪپڙي جا ڪوپا چڙهيل هئا. چمڙو به گندو ۽ گرميءَ ڪري پگهر سان پريل.

هتي جا ماڻهو لبنان، شام، مصر ۽ ٻين عرب ملڪن جهڙا سهڻا نه آهن. اسان پاڪستانين کان به وڌيڪ سانولا ۽ ڪيترا ته آفريڪن جهڙا ڪارا آهن. سو ڪاري منهن تي ڪارو چمڙو يا ڪپڙي جو ڪوپو چڙهيل هر ڌارئين لاءِ باعث تعجب ثابت ٿئي ٿو. هڪ دوست ته چيو، يار هيءَ ته جي مخلوق ته نه سڌبي. چند يا ڪنهن ٻئي جهان تان آيل ٿي ڏسجي، جنهن جا فوٽا ٻارن جي ڪارٽون ڪتابن ۾ هوندا آهن. هڪ چيو ته شايد عورت کي بدزيب بنائڻ خاطر هن پڙدي کي رواج ۾ آندو ويو آهي. هتي جا اصل رهاڪو عرب ان قسم جو سخت پڙدو ڪن باقي ڌاريان پڙدو نه ڪن. شهر ۾ ڪيتريون ئي پاڪستاني، هندستاني ۽ سلوني عورتون ساڙهي ۽ شلوار قميص ۾ نظر اچن ٿيون. ايراني ۽ لبناني عورتون پڻ پنهنجي مخصوص لباس ۾ نظر اچن ٿيون.

هي تيل سان مالا مالا شيخ رياست، عربن کان وڌيڪ پروارن ملڪن ـ ايران، پاڪستان، هندستان وغيره جي ماڻهن سان پريل آهي. اڄ کان چند سال اڳ

هن وارياسي ملڪ ۾ ڪابہ زندگي نہ هئي. جتي جتي مني پاڻيءَ جا چشما هئا اتي جهڳٽن ۾ هتي جا بدو عرب مال سميت رهندا هئا. اوچتو هن علائقي مان پڻ ٻين پروارن ملڪن جيان تيل نڪرڻ جا آثار نظر اچڻ لڳا. برٽش حڪومت پنهنجي نگهبانيءَ هيٺ تيل ڪڍائڻ جو ڪم شروع ڪيو. پروارن ملڪن مان مزوري خاطر ماڻهو گهرايا ويا. ڪم شروع ٿي ويو ۽ ڏسندي ئي ڏسندي هي ملڪ دولت سان مالامال ٿي ويو.

پر وارن ملڪن ڪان ماڻهو هتي ڪم خاطر هميشہ لاءِ رهڻ لڳا ۽ واپار شروع ڪيائون. ڏسندي ئي ڏسندي بازارون، مارڪيٽون ۽ هڪ ڪان هڪ اعليٰ قسم جا دڪان تيار ٿي ويا آهن، جي گهڻو ڪري هندستانين ۽ پاڪستانين جا آهن. هتي عام طرح اڙدو ڳالهائي وڃي ٿي ۽ اصلي باشندا بہ گاڏڙ ساڏڙ اڙدو ڳالهائين. هوٽلن ۾ پاڪستاني طرز جو کاڌو هلي. ايتريقدر جو هتي جي سڪي ريال کي بہ عام طرح روپيو سڏين ۽ ريجي کي آنا، پئسا. هڪ ننڍي ٻيڙيءَ ۾ 'دبئيءَ' ڪان 'ديرا' پهتاسين. پئسن جو پڇيوسين تہ چوڻ لڳو "اٺ آنا." تنهن تي پڪ لاءِ پڇيومانس تہ: "نصف ريال" تہ ڪنڌ ڌوڻي ها ڪيائين. مون سمجهيو هي شايد پاڪستاني آهي ۽ اسان کي بہ پاڪستاني سمجهي ريالن بدران اسان جي ملڪ جي سڪي ۾ ٿو ٻڌائي. پر پوءِ معلوم ٿيو تہ هتي ريال کي سڀ روپيو سڏين. دڪانن جا نالا بہ اهي ئي جي اسان وٽ عام آهن، مثلاً "پاڪستاني ٽي هائوس."، "بمبئي هيئرڪٽنگ سيلون"، وغيره. ورلي ڪو دڪان هتي جي رهاڪو عرب جو هوندو سو بہ ننڍو، نہ تہ سڀ دڪان پاڪستانين، هندستانين ۽ ايرانين جا آهن.

هتي هڪ گجراتي دڪاندار سان خبرچار ڪندي پڇيم تہ هتي جا عرب ڇو نٿا واپار وڙي ۾ حصو وٺن؟ چيائين: "هنن کي اچي ئي ڇاٿو. هي سڄو بيابان ۽ رڻ پٽ هو. پوءِ اسان ئي اچي دڪان ڪڍيا. هنن کي کائڻ پيئڻ، پهرڻ ۽ هلڻ چلڻ جي بہ تميز نہ هئي. سڀ ڪجهہ اسان اچي سيکارين. سڄي دبئي ۾ عرب مشڪل سان پنج سؤ کن ٿيندا، نہ تہ ٻيا اسان سڀ ٻاهريان آهيون. نوڪري ۾ بہ اڪثريت

اسان ٻاهرين جي آهي پر هاڻ جيئن جيئن هتي جا ماڻهو سڌرندا ۽ هوشيار ٿيندا وڃن ته اسان کي ٻاهر ڪڍڻ جي ڪوشش ڪندا رهن ٿا.“

هتي جي عربي زبان به اهڙي نج ۽ صاف ناهي جا سعودي عرب، مصر ۽ لبنان ۾ ڳالهائي وڃي ٿي. اها عربي دراصل ڏاڍي مٺي ۽ نرم آهي پر هتي جي عجيب گاڏڙ ساڌڙ ۽ کهري ٿون جي آهي.

دبئي Custom-Free بندرگاهه آهي سو هر ٻاهرين شيءِ سستي ملي ٿي. ٻاهران ڏسبو ته تمام معمولي دڪان هوندو، اندر قيمتي شين سان ٿباٽ پريو پيو هوندو. دنيا جي هر ملڪ جي شيءِ جهڙوڪ واچون، ريڊيا، ٽرانسسٽر، ٽيپ رڪارڊر، ڪپڙا توهان کي تمام سستي اگهه تي ملندا. هتي جنهن شيءِ جي سخت کوٽ آهي سو آهي پاڻي. جتي ٿا غريب پاڻيءَ لاءِ کوهه کوٽين ته تيل نڪريو اچي. پاڻيءَ جي قلت ۽ بيابان ڪري پوک به ڪانه ٿئي. ان ڪري کاڌي پيتي جون شيون تمام مهانگيون آهن. گوشت اٺين ريالين سير يعني پنهنجا ويهه رپيا ڪن يعني ڪراچيءَ کان به ٻيڻو مهانگو ٿيو. معمولي ننڍو ڪيڪ يا بسڪٽ، جو پاڻ وٽ ٻي آني ملي هتي اڌ ريال. ميوو ته حد کان وڌيڪ مهانگو آهي جو اهو لبنان کان اچي ٿو. اهو ئي سبب آهي جو اسان رستي تي ممباسا ۾ ترسي کاڌي پيتي جو سامان اڳتي جي مسافريءَ لاءِ ڪٺي آيا آهيون ۽ پاڻي پڻ.

دبئي کان علاوه دنيا ۾ ٻيا به ڪيترائي ”فري پورٽ“ آهن جتي شيون ٽئڪس فري آهن. جهڙوڪ: دوحا، ڪولمبو، لاس پاماس، سنگاپور وغيره. توهان اهو سوچيو ته جيڪر اسان وٽ به ڪراچي فري پورٽ هجي ته فائدو رهي ۽ هر فارين شيءِ سستي ملي. پر فري پورٽ اهو ملڪ ناهي سگهي ٿو جنهن ۾ ڪنهن به قسم جي صنعت نه هجي. اسان جيڪڏهن ڪراچي کي فري پورٽ ناهينداسين ته ملڪ لاءِ نقصانڪار ٿي پوندو ڇو جو هر ڪو ڌارئين ملڪ جا ڪپڙا پائڻ شروع ڪندو ۽ پنهنجي ملڪ جو ڪپڙو ڪو ڪونه وٺندو. اهڙي نموني سان ٻيون شيون پڻ. نتيجو اهو نڪرندو جو اسان جا ڪارخانا بند ٿي ويندا، ڪارخانن ۾ ڪم ڪندڙ بيروزگار ٿي ويندا ۽ وڏي ڳالهه ته ٻاهريون زرمبادلو ڪمائڻ بدران ڏيڻو پوندو. اسان کي دراصل چيني ماڻهن مان سبق حاصل ڪرڻ کپي. چين ۾

بوسڪي، شنگهائي سلڪ ۽ ٻيو دنيا جو بهترين ڪپڙو نهي تو پر اتي جي هڪ ٻه ماڻهوءَ کي قيمتي ڪپڙو اوڍيندي نه ڏٺوسين. هو سڀ ٻين ملڪن کي وڪڻي ٻاهرين ملڪن جو پئسو ڪمائين ۽ پاڻ مرد توڙي عورتون خاڪي، مليشيا يا کدڙ جا سستا ۽ سادا ڪپڙا ڍڪين. اڄ ڏسو ته ڪيتري نه ٿوري عرصي ۾ چين سيني کان گوءِ ڪڍي ويو آهي. دراصل ڪنهن به ملڪ جي طاقت جو اندازو ان ملڪ جي ماڻهن جي ڪپڙي يا عيش عشرت مان نٿو لڳائي سگهجي. ان ئي ڳالهه کي مدنظر رکندي پاڪستان به اڄڪلهه اوچو ڪپڙو، اوچي قسم جا چانور، ڪپهه ۽ ڪڻڪ ٻاهرين ملڪن کي وڪڻي رهيو آهي. اسان جيڪڏهن اوچو نه ڍڪيو ته ڇا ٿي پيو. اسان کي ان کان وڌيڪ دوائن جي ضرورت آهي، مشينن جي ضرورت آهي، جنهن ذريعي هن کان به وڌيڪ اناج اپائي سگهون. ڇا ٿي پيو اگر اسان ڪجهه سالن لاءِ ڪڻي سادا چانور کاڌا. ڇا ٿي پيو اگر اسان پنهنجي ملڪ جا تيار ٿيل ڪپڙا ڍڪي، ڌارين اوچن ڪپڙن پهرڻ کان گريز ڪئي. دنيا جو ڪو به سمجهو ماڻهو اسان کي، اسان جي ان عمل تي ’پنتي پيل‘ نه سڏيندو، ملڪ ۽ قوم جي ترقي لاءِ ته ان  کان به وڌيڪ قربانيون ڏيڻيون پون ٿيون.

هڪ عرب جي ڪپڙي جي دڪان تي چڙهيس. پتلون لاءِ مونکي ڪپڙو ٿي ڪتو. دڪاندار کي اها بلڪل خبر نه هئي ته آءٌ پاڪستاني آهيان. ڳولي هڪ ڪپڙي جي لاءِ اگهه پڇيم. اگهه تمام گهڻو ٻڌايائين. پر ڪپڙو به اهڙو عمدو هو. سوچي رهيو هوس ته ونان يا نه، ته دڪاندار چيو، ”سائين پاڪستاني ڪپڙو آهي، فلاڻي مل جي ڏسو ڇاپ به لڳي پئي اٿس. قيمت گهڻي آهي ته ڪپڙو به ته بهترين آهي. گئرنٽي ٿو ڏيانوَ.“

پنهنجي ملڪ جي ڪپڙي جي ڌارئين جي واتان تعريف ٻڌي ڏاڍو خوش ٿيس. پڇيومانس ته ٻيو ڪهڙو پاڪستاني ڪپڙو اٿئي؟ سچ پڇو ته مون کي ڏسي تعجب لڳو ته اهو اهو مردانو ۽ زنانو ڪپڙو، جنهن کي آءٌ جپاني ۽ آمريڪي سمجهي وٺنو هوس سو پاڪستاني نڪتو.

ساڳئي قسم جو واقعو هڪ ٻئي هنڌ به درپيش آيو. رات جو ”جهميرا سئنيما“ تان فلم ڏسي موٽيا هئاسين. هوٽلون بند ٿي چڪيون هيون. بک به ڏاڍي

لڳي هئي. ڳولي ڳولي ’ابرا‘ وٽ هڪ ننڍي هوٽل ڪليل ڏٺيسين. پر ان هوٽل جي حالت ڏسي اسان مان هڪ چيو ته هتي ڪهڙو ڪاڏو هوندو. هوٽل جي ٻئري کو ٻڌي ورتو. تنهن يڪدم چيو: ”سائين اسان وٽ سڀ خالص شيءِ آهي. پاڪستاني باسمتي چانور ۽ گيهه استعمال ٿيندو آهي.“ اهو ٻڌي مون جاڻي ٻُجهي پڇيومانس، ”ميان پاڪستاني چانور سٺا ٿيندا آهن ڇا؟“ چيائين توهان شايد ڪنهن ٻئي ملڪ جا ٿا ڏسجو. هڪ دفعو ڪائي ته ڏسو. اڻ رذيل چانورن مان به توهان کي خوشبوءِ ايندي. ڪائڻس سندس ملڪ پڇڻ تي معلوم ٿيو ته پاڻ هندستان جو هو. هندستان جهڙي ملڪ جو ڪو اسان جي ملڪ جي ڪنهن شيءِ جي تعريف ڪري ته ان تعريف کان وڌيڪ ئي سمجهجي. پر اسان جي بدقسمتي ڏسو هر خراب شيءِ کي ديسي (يعني پنهنجي ملڪ جي) سڏيندا سين، پوءِ چاهي اها شيءِ ڪنهن ڌارئين ملڪ جي هجي ۽ هر سٺي شيءِ کي ولائتي سڏيندا سين، پوءِ چاهي ڪٿي پاڪستاني هجي.

ڪنڊ اڄڪلهه پاڪستان ۾ اعليٰ درجي جي نهي ٿي، جيڪا روس، رومانيا، بلغاريا ۽ يورپ جي ٻين ڪيترن ملڪن ۾ موڪلي وڃي ٿي. پر ان ڪنڊ کي اسان وٽ ولايتي سڏيو وڃي ٿو. اسان وٽ ڪيترائي ماڻهو ملندا جيڪي جنهن تي به ولائتي ڇاپ ڏسندا ته بس ان تي وشواس ڪري اها خريد ڪندا. چاهي ان کان بهترين ’پاڪستاني‘ شيءِ بازار ۾ موجود هجي. ڪيترن ماڻهن جي ڊڪشنريءَ ۾ لفظ ’ديسي‘ جي معنيٰ ’خراب‘ ۽ ولائتي جي معنيٰ ’سٺي‘ بڻجي چڪي آهي. ذرا ترقي يافته ملڪن جي ماڻهن کي ڏسو ڪيترا اهڙا آهن جو پنهنجو ملڪ ڇڏي ڌارين ملڪ ۾ ويندا ته اتي به پڇائي پڇائي پنهنجي ملڪ جي شيءِ وٺندا. ڪير چاهي تازو ملندو هجي ته به پنهنجي ملڪ جا مهينن جا مهينا بند ٿيل ڪير جا ڊبا وٺندا.

ڪراچي ۾ هڪ انگريز فئملي کي سڃاڻان، اهي ته ايتريقدر جو لوڻ به پنهنجي ملڪ جو بند ٿيل ڊبي جي صورت ۾ وٺن. اسان جي ملڪ جا وري ڪي اهڙا بيوقوف جو انگريزن کي ائين ڪندو ڏسي ۽ پاڻ کي به انگريز ۽ وڏو ماڻهو سڏائڻ لاءِ (بقول يوگوسلاويا جي هڪ چوڻي مطابق) اهو ئي خريد ڪندا جنهن تي

انگلستان جي مهر لڳل هجي. اهو نہ ڏسندا تہ انگريز اها شيءِ خريد ڪئي تہ ان ۾ سنائي يا برائي جو گهٽ پر خريد ڪرڻ واري جي قربانيءَ ۽ ملڪي شيءِ فروخت لاءِ همٿ افزائيءَ جو جذبو وڏيڪ سمايل آهي. اسان کي بہ دراصل ان جذبي جو نقل ڪري پنهنجي ملڪ جي شين جي استعمال ۾ حصو وٺڻ کپي. هڪ روسيءَ کي هڪ آمريڪيءَ چيو تہ: "ڪمال آهي توهان جي ملڪ ۾ تہ ماڻهن کي بلڪل ئي آزادي ناهي. ذرا اسان کي ڏس وچ رستي تي بيهي نڪسن ۽ ڪينڊي کي بہ گاريون ڏئي سگهون ٿا." روسي نهہ پهہ جواب ڏنس تہ، "ان ۾ ڇا آهي؟ اسان بہ وچ رستي تي بيهي گاريون ڏئي سگهون ٿا، نڪسن ۽ ڪينڊيءَ کي." ساڳئي وقت ڪو انگريزن جي برابري ڪرڻ لاءِ چوي تہ آءٌ بہ انگريزن وانگر اهي شيون خريد ٿو ڪريان تہ سراسر بيوقوفي آهي.

انهيءَ ۾ ڪو شڪ ناهي تہ انگريز اڄڪلهہ دنيا ۾ سڀ کان وڌيڪ ترقي يافتہ آهن، ان جو نجو سبب آهي سندن چند سنيون عادتون. جهڙوڪ: ايمانداري، محنت، پورهئي ۾ سچائي وغيره. منجهن ڪجهہ خراب بہ عادتون آهن، جن لاءِ هنن کي خود بہ اعتراف آهي، جهڙوڪ: شراب پيئڻ، سگريٽ ڇڪڻ وغيره. انهن کي هو خراب سمجهن ٿا. ايتريقدر جو دنيا جو مشهور رسالو "ريڊرس ڊائجسٽ" هميشہ سگريٽ نوشيءَ جي خلاف مضمون ڏيندو آهي ۽ اڄ ڏينهن تائين ڪنهن بہ سگريٽ جو اشتهار نہ ڏنو اٿس. ذرا اسان وٽ ڏسو. انگريزن سان ڪلهو هڻڻ لاءِ اسان هنن جي سنين عادتن تي عمل نہ ڪنداسين. پر پاڻ کي هنن جهڙو بنائڻ لاءِ هنن جي خراب ڳالهين تي عمل ڪنداسين. ننڍو ڪلارڪ، گهر ٻاري ڏياري ڪري پنهنجي ٻين تي برتري ظاهر ڪرڻ لاءِ هڪ کان هڪ مهانگو انگريزي يا آمريڪي سگريٽ ڇڪيندو. مونکي ڪيترائي شاگرد، خاص ڪري پروفيشنل ڪاليجن (ميڊيڪل، انجنيئرنگ) جا، جي جيتوڻيڪ غريب مائٽن جو اولاد هوندا، مائٽ بکون ڪاٽي ڪين پئسا موڪليندا هوندا، پر هو ٻين تي ٺلهي آڪڙ ۽ وڏائي ڏيکارڻ خاطر شراب پيئندا ۽ اهڙي بڇڙائيءَ جو ذڪر وڏي فخر سان دوستن سان محفلن ۾ ڪندا، يا خاص ڪري جڏهن پنهنجو ملڪ ڇڏي ولايت پڙهڻ يا نوڪري خاطر ايندا، تہ پاڻ کي انگريز يا آمريڪي سمجهڻ خاطر شراب ۽ ٻين اهڙين شين

جو استعمال عام ڪندا. اسان کي گهرجي ته ترقي يافته ملڪن سان ڪلهوملائڻ خاطر سندن سنين ڳالهين جو نقل ڪريون. ان بابت تفصيل سان بلغاريا ۽ رومانيا وارن خطن ۾ لکي چڪو آهيان. وڌيڪ لکڻ مناسب نه ٿو سمجهان، ان ڪري هتي دبئي جون خبرون ٿو لکان.

هتي تيل ملڻ ڪري پيٽرول ۽ ان سان وابسته شيون تمام سستيون آهن. پيٽرول ڏهين آني في گئلن آهي. ان ڪري هرهڪ کي وڏيون آرامده ڪارون آهن. ننڍي ڪار ڪا ورلي نظر ايندي. بندرگاهه وٽ سمنڊ گهرو ناهي ان ڪري وڏا جهاز بندرگاهه کان ٽي چار ميل پري کلئي سمنڊ (اونهي سمنڊ) ۾ بيهن. اسان جو جهاز به گهڻو ٻاهر بينو آهي. اندر اچڻو هوندو اٿئون ته هتي جي لانچن ۾ ايندا آهيون يا پنهنجي جهاز جي لانچ لاهي ايندا آهيون. سمنڊُ ڪناري وٽ اچي سنهو ڪئنال ٿاهي ٿو جو اندر ڪافي هليو وڃي ٿو. ان ڪئنال جي ساڄي پاسي ’ديرا‘ شهر آهي ۽ کاٻي پاسي ’دبئي‘ ۽ ’جهميرا‘ آهي. دبئي ذرا ديرا کان پراڻو ۽ وڏو شهر آهي. هتي سئنيمائون تمام ٿوريون آهن. جن ۾ فقط هڪ شو سمهڻيءَ جي نماز کان پوءِ تقريباً نائين بجي ٿئي. ان ۾ گهڻو ڪري هندستاني فلمون يا پاڪستاني پنجابي فلمون هلن ٿيون. ٽي سگهي ٿو ته اڳتي هلي هي تيل جو پئسو پاڻ ملهائي ۽ بندرگاهه، رستا، اسڪول، اسپتالون ۽ سئنيمائون نهي پون. هتي پاڪستاني ريڊيو اسٽيشنون چٽيون ٻڌڻ ۾ اچن ٿيون. سو سڄو ڏينهن اڙدو گانن جي ڌم هوندي آهي، ورلي ڪٿان ڪو عربي راڳ جو آواز ايندو. دبئي شهر کان چار پنج ميل پري هڪ ننڍڙو ڳوٺ ’سنڌي ڳوٺ‘ نالي مشهور آهي، جتي سنڌ جي ڪوهستان علائقي جا ماڻهو رهن، جن جو سفر گذر مال تي آهي. بهرحال هتي ڪو پاڪستاني اچي اجنبيت هرگز محسوس نه ڪندو. زبان ساڳي، لباس ساڳيو ۽ ماڻهو ساڳيا.

ملڪ جو قاعدو قانون ۽ نگهباني برٽش حڪومت جي هٿ ۾ آهي ۽ فوج به ان جي مقرر ڪيل آهي. پر هاڻ سگهوئي، 1970ع ڌاري برٽش وارا لڏڻ جو ارادو رکن ٿا ۽ هتي جي رهاڪن کي خود پنهنجي ملڪ ۽ حڪومت جي نگهباني ڪرڻي پوندي. ان ڳالهه کي مدنظر رکي هينئر هتي جي پنهنجي فوج نهي رهي

آهي، جنهن ۾ گهٽائي پاڪستانين جي آهي. ان کان علاوه خيال آهي ته هر قسم جي وڏيڪ مدد پڻ پاڪستان ڏيندو.

چڱو هاڻ، الله توآهر
تنهنجو پنهنجو
ـ الطاف

